# تحقيق لغات سنڌي

عبدالڪريم سنديلو

بي. اي (آنرس)، ايم. اي.

ڇاپيندڙ :
تاج محل پريس،
شاهي بازار، حيدرآباد.
فون نمبر: ٢٣٢٣.

ڇاپو ڇوٿون] سال ١٩٦٣ع [جلد ٢٢٠٠

قيمت ٠-٠-١٠ روپيا

ملڻ سگهندو :
شاهه محمد عباسي،
نزديڪ بي - وي - اسڪول،
لاڙڪاڻو سنڌ.

ڇپائيندڙ :
شاهه محمد عباسي،
نزديڪ بي - وي - اسڪول،
لاڙڪاڻو سنڌ.

## نذر عقيدت

هي ڪتاب دل جي حضور سان
محترم سيال صاحب جي اسم گراميءَ
ڏانهن منسوب ڪيان ٿو،
جو سنڌ جو خاموش ۽
پخته ڪار اديب آهي.

سيال علي محمد درخشنده باد
گر قبول افتد زهي عز و شرف.

سنڌيلو

# فهرست ابواب

# ٻہ اکر

مدت کان آرزو هئي تہ "سنڌي لغت" مرتب ڪريان، ليڪن اڪيلي سر، تهي دست، ڇا ٿي ڪري سگهيس! بقول سليمان شاعر: ٻنا لشڪر خزاني جي، ٿيڻ سلطان مشڪل آهہ. مون سان ٻہ اها ڪار هئي. نہ عربي، سنسڪرت، گجراتي وغيره جو ماڻو، ۽ نہ وري مختلف لغات جو ذخيرو! جنهن ڪري ڪجهہ وقت تہ دل جي دل ۾ رهي. آخر سنڌ سرڪار، "سنڌي لغت" جو ڪم، جوان بخت محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي سپرد ڪيو، جنهن ڊائريڪٽر آف سنڌي لغت جي حيثيت ۾، ٻن سان گڏ، مون کي پڻ، ريسرچ اسسٽنٽ مقرر ڪيو. منهنجي دل ۾ سڪ جو سلو، جو انگورن ٿي پلو، اڪيٺي لڳل هو، تنهنڪري موقعي کي غنيمت ڄاڻي، هڪدم وڃي، داخلڪار ٿيس. جيتوڻيڪ ٻنڊڻ ٽن سالن (١٩٥٢ع کان ١٩٥٤ع تائين) جو هو، ۽ ڪم بہ منهنجي صحيح مذاق مطابق هو، تاهم دوريءَ هڪ سال کان وڌيڪ ترسڻ جي مهلت نہ ڏني. ارمان آهي، جو ٻهريون سال تہ صرف ڪتابن مان لفظن گڏ ڪرڻ، ۽ ٻاهران آيل مواد کي ترتيب ڏيڻ ۾ صرف ٿيو. ڪاش! جيڪڏهن وڌيڪ رهان ها تہ قوي ارادو هو تہ: لفظن جا ذاتو يا بنياد، آڻيون پاڻ ڪيان ها، جا ٿي منهنجي آخرين مدعا هئي.

ڌاتو يا بنياد معنيٰ: لفظ جي جڙ يا پاڙ، جتان لفظ نڪرن ٿا. سنڌي زبان، سنسڪرت جي شاخ آهي، تنهنڪري سنڌي لفظن جا بنياد به سنسڪرت ڌاتن تي مبني آهن. سنسڪرت ڀاشا ۾ لڳ ڀڳ ٢٠٠٠ ڌاتو آهن؛* ٻين ڪن جي خيال موجب: ٢٢٠٠ ڌاتو آهن.✱ سر مونير وليمس جي خيال موجب: ٿلهي ليکي ٢٠٠٠ ڌاتو آهن.‡

ڌاتو چئن قسمن جا سمجهيا وڃن ٿا: ١- ڌاتو پاٺ پٺت، جو "پاٺ" ۾ آيا آهن، ٢- سوتر، جو "سوترن" ۾ ڪثي ڪثي استعمال ٿيل آهن، ٣- لوڪڪ، جو "مهاڪوين" (وڏن شاعرن) پنهنجن ڪاوين (شعر) ۾ ڪم آندا آهن، ٤- ويدڪ، جو "ويدن" ۾ ڪم آيا آهن. انهن مڙني ڌاتن جو ورثن، پاڻني، پنهنجي پستڪ ۾ ڪيو آهي.†

جيتوڻيڪ لغت جي ڪم ڪان ٻري رهيس، تاهم ڏيري ڏيري ڪم کي لڳو رهيس. پنهنجي ڪچڪول يعني ميڙيل مواد کي سنواري ۽ سينگاري، "سنڌ جو سينگار" ڪتاب تيار ڪيم، جو سنڌي ادبي بورڊ طرفان، ڇپجي رهيو آهي. ڪتاب بعد، وري خيال ٿيو ته: سڀ مواد ۾ آيل سنڌي لفظن کي، ٻين لفظن سان گڏي،

---

* *Sanskrit Dhatu Kosh. Kasha Nath Sharma.*

✱ *Sanskrit Dhatu-varth Manjusha. Ramji Ghondji Khonal kar.*

‡ " *Manual (Page 45). Monier Williams.*

† " *Dhatu kosh.*

"سنڌي لغت" جي تحقيق ۽ تدوين ڪريان. اهو ارادو اٽل ۽ آخري سمجهي، ڪم کي ڌن رڻ جنبي ويس. انگريزي لغت جي تدوين، هڪ سو مؤلفن ڪئي؛ ليڪن اسان وٽ ان قسم جو تعاون، امر محال آهي. هت هرڪو پنهنجي چاڙهي يا هرڪنهن جو ڏيڍ چانور جدا! انهيءَ چڙچڙ ڳاڻا جو، اهو نتيجو نڪري ٿو، جو هرڪو پنهنجي ڪنيل ڪم کي، پنهنجي سر، مٿا مونا هڻي، پورو ڪري ٿو. پوءِ ان کي کهڙا ڏک ڏاکڙا ڏسڻا پون ٿا يا کهڙا ڏونگر ڏورڻا ۽ ڪشالا ڪاٽڻا پون ٿا، تن جو اندازو، اهي ئي لڳائي سگهندا، جي انهيءَ راهه ۾ رميا هوندا؛ ڇاڪاڻ ته لغت جو ڪم نهايت نازڪ ۽ ڪٺن آهي. ذري ذري ڪمال احتياط ڪان ڪم وٺڻو آهي. لفظن جا ڌاتو يا بنياد ڳولڻ ته هيڪاري ٿڪائيندڙ ۽ بيزار ڪندڙ پورهيو آهي. فلسفة اللسان (Philology) جو بحر بي ڪران آهي، جنهن جو انت لهڻ آسان نه آهي. جيڪي سپورنج ۽ سڌائتا، انهيءَ تار ۾ ترڳيا هوندا، سي ئي بخوبي اندازو لڳائي سگهندا ته پار پوڻ لاءِ ڪيترا نه حيلا هلائڻا پون ٿا. سنسڪرت جا ماهر پڻ لفظن جي ڌاتن ڳولڻ ۾ ڏينبي وانگي، پنهنجي واٽ وڃن ٿا. چونه وڃن، جڏهن هرڪنهن جو ابياس الڳ ۽ سمجهه نرالي! تنهنڪري سياويڪ هن "تحقيق لغات سنڌي" ۾ به، پارکن کي ڪٿين لغوي پرزا پوريءَ جڳهه تي استعمال ڪيل نظر نه ايندا.

هرهڪ لفظ جي ڌاتو ڪيڻ وقت، ڪوشش ڪري، هرهڪ لفظ کي ڪنا ڪيڙ ڪيو ويو آهي؛ ڇاڪاڻ ته خود لفظ ۾، انهيءَ وقت جي تاريخ، نالي ۽ معنيٰ جو سبب، سمايل رهن ٿا.

مثلاً: ١- "آجگر" عام طرح ڪنهن ٻڪري ۽ وڏي ٻلا کي چئبو آهي؛ پر گهڻو ڪري گهڻن لفظن جي منجهه ۾ ٿو. حالانڪ هيءُ لفظ ڏسڻ ۾ ته فارسي ٿو لڳي، پر خود لفظ ۾ ئي پتو پوي ٿو ته اهو مڪمل سنسڪرت لفظ آهي. هي اصل ۾ "اجگر" آهي، جيڪو سنسڪرت ۾ ٻن لفظن "اج" ۽ "گر" مان ٺهيل آهي. اج=ٻڪرو + گر=ڳهندڙ. ٻڪرو ڳهندڙ. اهو سبب آهي، جو ڪنهن به وڏي ٻلا کي "آجگر" ڪوٺيو وڃي ٿو. فارسي ۾ چون "اژدر".

٢- "بينسري" وڄائڻ جو هڪ ساز آهي. هنديءَ ۾ چون "بانسري" ۽ سنسڪرت ۾ "ونشي". "ونش" معنيٰ بانس (ڪاٺ جو قسم، جو وچ مان پورو ٿئي ٿو). "بينسري" به "بانس" جي ٺهيل آهي.

مٿين مثالن مان ظاهر ٿيو ته هرهڪ لفظ پنهنجي اصليت قائم رکيو بيٺو آهي. اسان جو فرض آهي ته مٿاڇري معنيٰ تي اڪتفا نه ڪريون، بلڪ هرهڪ لفظ جي تهه ۾ وڃي، سندس تاريخ سکون. هن ننڍڙي ڪوش (Dictionary) ۾، ڪوشش ڪري، هرهڪ لفظ کي، سندس اصليت تي آندو ويو آهي، ۽ ڪٿي ڪٿي اصل ڌاتوءَ واري معنيٰ به ڏني وئي آهي، تا ته لفظ جي معنيٰ، حقيقت سان همدوش ٿئي. ڪٿي لفظ جو فقط اصل لفظ يا ڌاتو (ٻنهي مان هڪ) ڏنو ويو آهي، ۽ وڌيڪ اپٽار نه ڪئي وئي آهي؛ ڇاڪاڻ ته هڪ ته اڳ اهڙو خيال آيل آهي ۽ پيو وري لغوي معنيٰ به ظاهر ٿئي ٿي. پر ڪوشش اها ورتل آهي ته جيئن هرهڪ لفظ جو ڌاتو، تشريح سان ڏنو وڃي. اصل لفظ، ۽ اصل جي ڌاتوءَ ۾، هي تفاوت آهي:

| سنڌي | سنسڪرت (اصل لفظ) | ڌاتو (اصل لفظ جو) | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ڪَهَڻ | ڪَنَن | ڪَتْ | چوڻ |

هن لغوي ڪتاب ۾، لفظن جي ڌاتن جي معنيٰ، ڪڏهن ڪڏهن دل کي نه آوڙندي، تنهن ڪري غلط سمجهڻ نه ڪمي ته چاڪاڻ ته لفظ جي اصل يا بنيادي معنيٰ، اها ئي ڌاتوءَ واري هڪ آهي، جا اصطلاح ۾ ٻي ٿي آهي.

مثال:

| سنڌي | سنسڪرت | ڌاتو | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ١- سَرَنَ | شَرَڻَ | شْرْ | مارڻ |
| ٢- سڱ | سَرِڱ | سِرِ + گِرِ | ماڻ + هلڻ |
| ٣- آرڱ | آرَڱ | آرَش + گِرِ | ڇاتي + هلڻ |

"سرن" معنيٰ سام، اجهو، پنهه. ڌاتو "شْرْ" = مارڻ، آهي. بظاهر، اها ڌاتوءَ واري معنيٰ، دل کي نٿي آوڙي، چاڪاڻ ته "سرن" مان سام، اجهو، جي معنيٰ نڪري ٿي. ڌاتوءَ واري معنيٰ "مارڻ"، ۽ لفظ جي معنيٰ "اجهو"، "بچاءُ" آهي. ٻئي متضاد خيال! پر ڌاتوءَ واري معنيٰ "مارڻ" بالڪل ٺيڪ آهي. تشريح ٿيندي: جيڪو "سام" پوي، تنهنجي دشمن کي مارڻ، آهي به انيز، ته جيڪو "سرڻ" پوندو، تنهنجي دشمن مان ضرور به پاڻي ڪيا.

٢- "سڱ"، سنڌ جو عام لفظ آهي، جو گهوٽ جي ورتل پانهن لاءِ، ڪم ايندو آهي. سنسڪرت لفظ "سَنڱ" آهي.

پر اصل لفظ آهي: سَمْ = ساڻ + ڪَرْ = وڃڻ. جا، گهوٽ سان گڏ وڃي، سا، ٿي سندس زال.

٣- "ارگ"، ٻهراڙيءَ جو عام لفظ آهي، جو "ڏانگ" جي معنيٰ ۾، استعمال ٿئي ٿو. سنسڪرت لفظ: اَرگَ، پر اصل لفظ آهي، اَرسْ = ڇاتي + ڪَرْ = هلڻ. جو، ڇاتيءَ تي هلي، سو، ٿيو ڏانگ.

واضح ٿيو ته لفظ جي معنيٰ ۽ ڌاتوءَ جي معنيٰ، ٻئي درست آهن، پر لغوي معنيٰ، ڌاتوءَ واري هڪ آهي. مٿين مثالن ۾ 'شر' 'ڪَرْ' ۽ 'ڪَرْ' ڌاتو آهن. "سَمْ" ۽ اَرسْ، اپسرگ يا اڳياڙي (Prefix) جون نشانيون آهن.

سنڌيءَ ٻوليءَ جا گهڻا تڻا لفظ، پنهنجي اصليت کان ڦري، ٻي صورت اختيار ڪري چڪا آهن. انهيءَ ڪري پراڪرت نحوين جي خيال موجب، سنڌي لفظن کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: ١- تد ڀو (تدْ = تَتْ = اهو + ڀوَ = ٿيڻ)، انهيءَ (سنسڪرت) جهڙا، مگر نه عين ٻين سنسڪرت. مثلاً: ڏسڻ، پَٽ، واپار، لوهار وغيره. ٢- تتسم (تَتْ = اهو + سَمْ = ساڳيو، برابر)، اهي (سنسڪرت) ساڳيا. مثلاً: چور، سورَيہ، متر، ساگر وغيره.

| تتسم | تد ڀو |
|---|---|
| سُوريہ | سورج |
| مِتْرَ | مِٽ، مائٽ |
| دَرْشَن | ڏسڻ |

| | |
|---|---|
| پٽر | ڀٽ |
| وياپار | واپار |
| لوهڪار | لوهار، لوهر، لهر. |

۳- ديشي. ديس جا لفظ، جي آرين جي آمد کان اڳ ئي چالو هوا،* پر بنياد سنسڪرت مان نہ ائن. ديسي لفظن کي عام طرح "اپڀرنش" ڪوٺي سگهجي ٿو.† انهن ديسي لفظن جون ٻہ لغتون آهن: هڪڙي "پايلڇي"، جا ڌنپال آچاريہ، ٻارهين عيسوي صديءَ ۾ تيار ڪئي، ۽ ٻي "ديسي نام مالا"، جا هيمچندر آچاريہ، ٻارهين عيسويءَ صديءَ ۾ لکي. انهن ٻنهي لغتن مان گهڻو ڪري، سڀ ديسي لفظ چونڊي، هن لغت ۾ آندا ويا آهن، ۽ جن ڪي، هتي ديسي لفظ سڏيو آهي، تن مان ڪيترن لفظن جو بنياد سنسڪرت مان ڇاڻائي، پراڪرت مان لاڳاپو ڏيکاري، هن لغوي ڪتاب ۾ لکيا ويا آهن.

سنڌي ٻوليءَ ۾، ڪي لفظ اهڙا بہ آهن، جن جي اصليت لهڻ لاءِ، وقت کپي. منهنجي نظر مان ڪو بہ اهڙو "هندستاني ڪوش" ڪونہ گذريو آهي، جو هرهڪ لفظ جي اصليت ڏيئي، "ڌاتو" ڏئي. جيڪي "هندستاني ڪوش"، نظر مان گذريا آهن، تن لفظن کي قدري پکو آهي؛ ليڪن هرهڪ جز يا ڀاڱي جي ڌارڌار معنيٰ ڪانہ ڏني آهي. مثلاً: "اتهاس" لفظ کي، ڊاڪٽر فالن جو "هندستاني ڪوش"، هن نموني پڇي ٿو: اِت+ه+

---

*Prakrit Grammar. Panndit Rishikesh Sastri.

† Pandit Rishikesh Sastri

آسَ. مگر هر هڪ جز جي لغوي معنيٰ، ڏنل نہ آهي، جنهنڪري سنسڪرت جي اڀياس کانسواءِ، سمجهڻ مشڪل ٿيو پوي.

جيتوڻيڪ سنڌي لغتن جو صحيح سلسلو، انگريزن جي دور کان شروع ٿئي ٿو، تاهم انهن سڀني لغتن ۾ بنياد يا ڌاتوءَ جي ڪمي نظر اچي ٿي. ڪئپٽن اسٽيڪ (Captain Stack) پهريون انگريز هو، جنهن ۱۸۴۸ع ۾ "انگريزي-سنڌي" لغت جي پيڙهہ جو پٿر رکيو. هن صاحب ۱۸۵۵ع ۾ "سنڌي-انگريزي" لغت پڻ ڏني، جا "عربي سنڌي آئيويٽا" (Alphabet) بدران، "ديوناگري لپي" (Devanagari Character) ۾ آهي، جنهنڪري اڄ جي ڪم جي نہ ٿيندي، ۽ پڻ تہ لفظن جو مادو بہ ڄاڻايل ڪونهي. ۱۸۷۹ع ۾ پادري شرٽ، مرزا صادق علي بيگ ۽ منشي اڌارام ٿانورداس ميرچندائيءَ جي مدد سان، "سنڌي-انگريزي" لغت تيار ڪئي، جا ڪيترن حالتن پٽاندر عمدي ۽ هر پهلوءَ کان ڪاميابيءَ جي ڪڙي تي پهتل آهي، ليڪن ان ۾ بہ مٿين لغت جيان ڌاتو ڏنل نہ آهي. ۱۹۱۰ع ۾ پرمانند ميوارام ملڪاڻيءَ، "سنڌي-انگريزي" لغت تيار ڪئي، جنهن ۾ لفظن جو اندازو گهڻو، ليڪن سڌا ساڳي!

مٿين لغتن کان سواءِ، مرزا قليچ بيگ، لغت جا ٻہ عمدا ڪتاب: "لغات لطيفي" ۱۹۱۳ع، ۽ "لغات قديمي" ۱۹۲۳ع ۾، تيار ڪيا، جي شاهہ جي رسالي، ۽ ڪن جهولن ڪتابن تائين محدود آهن. اهڙيءَ طرح سنڌي ادبي شمع جي جان نثار پرواني، مرڪواسي ڪاڪي ڀيرومل، ۱۹۰۷ع ۾ "غريب اللغات" ڏني، جا شاهہ صاحب جي ٽن سرن: ڪلياڻ، يمن ڪلياڻ ۽ کنڀات

تائين محدود آهي. قلمي نسخن مان، مرحوم عبدالرحيم وفه ١٨٦٦ع واري، "جواهر لغت" سنڌي - فارسي، جو رتبو البت مٿاهون آهي، جنهن ۾ ڪيترائي ديهاتي الفاظ آيل آهن، ليڪن لفظن جي اصليت آندل نه آهي.

لفظن جي ڌاتن جا ٻه، ٻه چار ڪتاب سمجهن ٿا، جي پنهنجي وقت جا بي نظير شاهڪار آهن. پهريون ڪتاب "اکر ڌاتو" نالي، پادري شرٽ، ١٨٦٦ع ۾ تيار ڪيو، جنهن ۾ ڌاتو مان نڪتل لفظ ڄاڻايل آهن؛ ليڪن اهو ڪتاب، هڪ ته ننڍو آهي، ۽ ٻيو وري ڪمياب. ١٨٦٦ع ۾، آخوند فتح محمد عبدالله هالائيءَ، "ڪاشف الغموض" نالي، عربي ۽ فارسي لفظن جو ڪتاب تيار ڪيو، جنهن ۾ لفظن جا اشتقاق ڄاڻايل آهن، مگر اهو به، اڄ جي علمي ماحول ۾ ڪارگر ثابت نه ٿيندو؛ ڇاڪاڻ ته سنڌي لفظن جا اشتقاق ڄاڻايل ڪينهن، ۽ ٻيو وري آهي به ننڍو. ساڳي سال، جهمٽ مل نارو مل وسڻائيءَ، "وٿپتي ڪوش" تيار ڪيو، جنهن تي بقول مصنف (جهمٽ مل) پنج سال محنت ڪيل آهي. ڪتاب بيشڪ قدر و قيمت جي لائق آهي؛ ليڪن اهو به اڄ جون گهرجون پوريون ڪري نه ٿو سگهي؛ ڇاڪاڻ ته عربي، فارسي وغيره لفظن جا بنياد ڄاڻايل ئي ڪينهن. گرچ ڪتاب تي ڪافي مٿا ڪٽ ڪيل آهي؛ مگر اونهي اڀياس ڪرڻ سان معلوم ٿو ٿئي ته ڪن ڪن هنڌ، مصنف صاحب، هٿي ويو آهي. مثلاً: لکي ٿو ته "متر ڪو"، سنسڪرت "مُدَگَر" مان نڪتل آهي. "پيچرو"، سنسڪرت "پادَ" مان نڪتل آهي. خير اٿين به هجي، ليڪن مخفي نه رهي ته "متر ڪ"، عربي "مِطْرَقَه"، ۽ "پيچرو"،

فارسي "پايہ چاره" مان نڪتل آهن. بهرحال، مصنف آفرين جي لائق آهي، جنهن وڏي لفظن جي ونڊ ڪئي آهي. مرزا قليچ بيگ ١٩٢١ع ۾ فلالاجيڪل ڪيوراسٽيز (Philological Curiosities) ڪافي دماغي ڪاوش بعد، ڇپائڻ ۾ تيار ڪيو. مرحوم، جيڪا محنت ڪئي آهي، سا قابل صد تحسين آهي. هندستاني، عربي، فارسي وغيره لغتون ڏسي، جدا جدا ٻولين جا، هم معنيٰ الفاظ ڏنا اٿس. ڪتاب، گويا "ڏهس نامہ" آهي.* جيتوڻيڪ ڪتاب ڪجھ وقت زنده رهڻ جي قابل آهي، تاهم ائين ٿيو معلوم ٿئي ٿو ته جان شيڪسپيئر واري "هندستاني-انگلش" ڊڪشنريءَ جو نچوڙ آهي. جان شيڪسپيئر (لغت جو ٽيون ڇاپو ١٨٣٤ع)، لفظن جا بنياد بالڪل ٺيڪ ڪيا آهن؛ ليڪن مرزا صاحب، انهن جا تلفظ سنڌي صورتخطيءَ ۾، پوريءَ طرح ادا ڪري نہ سگهيو آهي. ص ١٣١ تي لکي ٿو: "اک"، سنسڪرت "اکش"، مان نڪتل آهي. جيڪڏهن، "اکش" جي صورتخطي، اهائي قائم ڪبي ته لفظ عربيءَ ۽ فارسيءَ سان ٺهنجو ناتو ڄاڻائيندو، ڇاڪاڻ ته "خ"، سنسڪرت جو حرف نہ آهي. مرزا صاحب، ٺهنجي معنيٰ ۾ بالڪل درست آهي؛ ليڪن تلفظ جي پوريءَ ادائگيءَ نہ هئڻ سبب، ڪيترائي لفظ، عربي ۽ فارسي معلوم پيا ٿين. "اکش"، بدران "آڪش" ٿيڻ کپي. ٻيو ته مرزا صاحب، لفظن تي اعرابون بہ نہ ڏنيون آهن، جنهن ڪري صحيح تلفظ نہ هئڻ سبب، معنيٰ جي غلطي

---

* ٻيٽن جو قسم، جنهن ۾ هڪ لفظ لاءِ، جدا جدا ٻولين مان، ساڳي معنيٰ وارا، ڏهہ لفظ اچن.

۾ سرزد ٿيو پوي. وڏي ڳالهه، ته ڪيترن لفظن کي ڇڪي ملايو ويو آهي. مثلاً: لکي ٿو: "ڊانواڊول"، انگريزي "ڊئنڊل" (Dwindle) لفظ جي بگڙيل صورت آهي. شايد ائين ۽ هجي، ليڪن ڪنهن ۾ "هندي ڪوش" ۾ نظر نٿو اچي. خود جان شيڪسپيئر پنهنجي لغت ۾، "ڊانواڊول" کي سنسڪرت "ڏاوَنَ" + "دولَنَ" مان نڪتل قرار ڏنو آهي. جي - ٽي - ملٽس توڙي ڀيا "هندستاني ڪوش" ۾ ائين ٿي لکن ٿا. پيو ته ڪتاب ۾ آهي انگريزيءَ ۾، جنهن ڪري سنڌي خواندن جي ڪم جو ٿي نه سگهندو. بهرحال ائين قسم جو ڪتاب لکي، سنڌي زبان تي احسان عظيم ڪيو اٿس.

ڪتاب، جنهن ۾ لفظن جا "ڌاتو" يا "بنياد" آهن، سو آهي آنجهاني ڊاڪٽر گوربخشانيءَ وارو اَمرُ شاهڪار. ڊاڪٽر صاحب، شاه صاحب جي رسالي ۾ آيل جهونن لفظن جي معنائن ۽ ڌاتن تي، جا محنت ڪئي آهي، سا وسارڻ، ٿيندو تعصب کان ڪم وٺڻ. هن جي مخلصانه ۽ اديبانه محنت کي، هرهڪ اديب، عزت جي نگاه سان ڏسي ٿو. البته ڪن ڪن هنڌ لفظن جي بنيادن ڪڍڻ وقت، اٽڪل بازيءَ کان ڪم ورتو اٿس. اهوئي سبب آهي، جو ساڳئي لفظ جي جڙَ، هڪ جلد ۾ هڪڙي، ته ٻئي ۽ ٽئين جلد ۾، ٻي ڏئي ٿو. مثلاً: "ولهو" جو بنياد، پهرين جلد جي صفحي ٤٦٠ ۾، "ورس" ڏئي ٿو، ته ٻئي ۽ ٽئين جلد جي صفحي ٣٤٧ ۽ ٢٢٩ ۾، "ورهت" لکي ٿو. اهڙيءَ طرح ڪيترن لفظن کي، سواءِ ڪنهن سَنَدَ جي، اصل ٻوليءَ مان ڪڍي، ٻيءَ ٻوليءَ ڏانهن رجوع ڪيو اٿس. مثلاً: "پارانيو"، فارسي، "پيغام" جي بگڙيل

صورت، لکي ٿو. درحقيقت "ڀاوَنيو"، سنسڪرت "وِرشَٽ ڀاوَ"
(وِرشَ = موڪلڻ + ڀاوَ = حالت، موڪلڻ جي حالت) آهي.
اهڙيءَ طرح ٻيا به ڪيترائي اشتقاق، غلط ڪيا اٿس. اِنءَ طرح
ڊاڪٽر صاحب جي لفظي کوجنا، ۽ معنائن کي ڏسي، هزارين
اديب دنگ رهجيو وڃن ٿا.

سنڌي زبان جي صحيح معنيٰ ۾ لغت، محترم ڊاڪٽر
نبي بخش خان بلوچ واري آهي، جا سڪايلن جون سڪون لاهيندي.
خدا ڪري ته جلد، اها مفصل ۽ مستند لغت شايع ٿئي!

هن ننڍڙي لغوي ڪتاب ۾، ڪيترين ئي نين ڳالهين
ڏسيون، جي اڳ ڪنهن سنڌي ڪتاب ۾ آيل نه آهن. جيئن
ته "نَولکو هار" يا "چندن هار" تي اهو نالو ڪيئن پيو.
اڪبر بادشاه، "نَو رَتنَ" ڪهڙي خيال کان اختيار ڪيا.
"ٻنيهه" يا "چنيهه" لکن (اچن) ڪهڙا آهن. "چوڏهن طبق"
چا کي ٿو چئجي. عورتن جا "سورنهن سينگار"، ۽ "ٻارنهن ڳهڻا"
(زيور) ڪهڙا آهن، ۽ ٻيون اهڙي قسم جون، ڪيتريون ئي
ڳالهيون، موتين جيان چٽي، ادبي مالها تيار ڪئي اٿم، جا
اميد ته سنڌي ماتا جي ڪونج ڳلي ۾، هر وجهه سونهن جي
لائق ٿيندي.

لفظن جي بنيادن سان گڏو گڏ، ڪٿي ڪٿي انوکن
الفاظن لاءِ، شواهد به پيش ڪيا اٿم، ته جيئن معنيٰ، وڌيڪ
واضح ٿئي. جيڪڏهن ڪو لفظ، هڪ کان وڌيڪ معنائون
ٿو رکي، ته سڀني معنائن لاءِ، مشهور شاعرن، جهڙوڪ:

شاه ڪريم، شاه ڀٽائي، گروهڙي، سچل سائين، جلال ڪنڀي، سليمان، صابر، سامي، ديدڙ، محمد وغيره وغيره جي ڪلام مان، سنڌ طور، بيت، مصرع، ڏور، ڪهاوت، ڳجهارت، هنر، ڳيچ ۽ سورڙي جا بيت، پيش ڪيا اٿم. جتي ڪم نام شاعر جو بيت آيو آهي، ته اتي، بيت جو اسم ۽ ڏنو ويو آهي ته جئن خبر پوي ته لفظ جو استعمال، ڪهڙي قسم جي بيت ۾ ٿيو آهي.

تلفظ ۽ حرفن ۾ تبديل :- جيڪي لفظ، سنسڪرت مان نڪتل آهن، تن جو تلفظ، سنسڪرت مطابق لکيو ويو آهي. ڪن لفظن جا تلفظ، سنڌيءَ ۾ ادا ڪري نٿا سگهجن. ١- مثلاً : سنسڪرت ۾، "ر" جا ٻه قسم آهن : پهريون قسم عام طرح لکي سگهجي ٿو. باقي ٻيو قسم لکي نٿو سگهي. جئن ته : رشي، ري، رچ، رت، روجهه لفظن جي "ر" سنسڪرت ۾، جنهن نموني لکجي ٿي، تنهن نموني سنڌيءَ ۾ لکي نٿو سگهجي. انهيءَ ڪري اهڙن لفظن جي "ر" کي "رْ" لکيو ويو آهي، جو ان پورو تلفظ نه آهي. ٢- سنسڪرت ۾ "ش" جا ٻه قسم آهن : پهرين "ش" اچارڻ وقت، البته سينيءَ جهڙو آواز ٿئي ٿو. جئن شويا، شش ۽ شبد جو "ش". ٻئي "ش" اچارڻ وقت، اهڙو آواز نٿو ٿئي. جئن : "ڪوش" (Dictionary) جو "ش". مگر سنڌيءَ ۾ ٻنهي لاءِ، هڪ ئي "ش" آهي. ٣- سنسڪرت جا ڪيترائي اهڙا لفظ آهن، جن جو پهريون حرف، ساڪن ٿئي ٿو. مثلاً : "ڪريا" (ڪم-ڪريا ڪرم). "ڪ" مٿان سڪون (ْ) آهي، جنهنڪري فقط "ڪ" کي (سنڌيءَ ۾) اچاري نه سگهبو،

مگر ڪ ۽ ر (ڪر)، جو گڏيل آواز ڏيندو. ٤- "ن" جو تلفظ، ٽن نمونن سان ڪيو ويو آهي: پهريون "سالم" يا "سچي اچار" وارو، ٻيو "اڌ اچار" وارو، ۽ ٽيون "غنه" يا "نَڪ جي اچار" وارو. مثلاً: "رَنجَنَ" جو پهريون "ن" غنه، ۽ پويون سچو اچار وارو آهي. "ڪَنيا" ۾ "ن" ساڪن آهي، جنهنڪري "ن" جو اڌ اچار ڏيندو. مطلب ته: اعراب (زير، زبر، پيش) ته سالم اچار، "سڪون" (ْ) ته اڌ اچار، ۽ خالي ("ں" مثان ڪابه اعراب نه) ته غنه يا نڪ وارو اچار ڏيندو. ٥- سنسڪرت جي ڪن حرفن تي تشديد (ّ) آيل آهي، تن مان، ٽ، ٿ، ڄ، جهه، ڌ، ڪ، ۽ گهه آيل هجي ته هيٺين طرح ٻٽا حرف سمجهڻ کپن:

ٽ+ٽ=ٽّ | ٽ+ٿ=ٿّ

چ+ڄ=ڄّ | ج+جهه=جهّه

د+ڌ=ڌّ | ڪ+ڪ=ڪّ

گ+گهه=گهّه

مثلاً: چ+ڄ=ڄّ. اڇڄ+ٻڄ | معنيٰ ٻچ

چ+ڄ=ڄّ. اڇڇا=اڇّا | خواهش

٦- سنسڪرت جا ڪيترا لفظ، "ي" ۾ ٻجاڙي ڪن ٿا. مثلاً: "پريه" (پرين). "هريه" جي "يه"، برابر "ي" سمجهڻ کپي، ۽ نه "يهه" يا "يه". ٧- سنڌي ۾، ڪيترن لفظن جو اچار، "ر" سان شامل ٿئي ٿو، پر اها "ر" لکڻ ۾

نٿي اچي. مثلاً: ڇٽِي، مِٽ، پَٽ، چَنڊ، مَنڊي، مَنڊ، جَنڊ وغيره وغيره. دراصل انهن لفظن جي اصليت ۾ "ر" سمايل آهي.

| سنڌي | سنسڪرت | سنڌي | سنسڪرت |
|---|---|---|---|
| ڇٽِي | ڇَترِي = ڇَ + ترِي | مِٽ | مِترَ = م + ترَ |
| پَٽ | پَترَ = پَ + ترَ | چَنڊ | چَندرَ = چَن + درَ |
| مَنڊي | مَندرا = مَ + درا | مَنڊ | مَنترَ = مَن + ترَ |
| جَنڊ | ينترَ = ين + ترَ | | |

پهرين ٽن لفظن جي "ٽ" ۾ "تر" سمايل آهي، جنهن ڪري اهڙن لفظن اچارڻ وقت، "ر" جو اچار ضرور ڪجي. چوٿين ۽ پنجين لفظ جو "ڊ"، برابر آهي "در" جي. ڇهين ۽ ستين لفظ جو "ڊ"، برابر آهي "تر" جي. ستين لفظ "جنڊ" جو پهريون حرف "ج"، سنسڪرت ۾ "ي" آهي. سنڌيءَ ۾ اهڙا انيڪ الفاظ آهن، جن جو "ج"، سنسڪرت ۾ "ي" آهي:

| سنڌي | سنسڪرت | معنيٰ | سنڌي | سنسڪرت | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|---|
| جُڳ | يُگ | زمانو | جَم | يَم | موت |
| جَتن | يَتن | ڪوشش | جَس | يَشَس | آفرين |

اهڙيءَ طرح سنسڪرت لفظ جو "س"، سنڌيءَ ۾ اچڻ ڪري، ڪيترن حالتن هيٺ، "ه" ۾ تبديل ٿئي ٿو:

| سنسڪرت | سنڌي | معنيٰ | سنسڪرت | سنڌي | معنيٰ |
|---|---|---|---|---|---|
| مانَس | ماهُ | گوشت | شُواسُ | ساهُ | دم |

خصوصيت قلب :- سنڌي زبان جي ڪن لفظن ۾، اهڙي
ته اکري ڦيرگهير ٿي ويئي آهي، جو پاڻنجي ٿو ته لفظ ائين ٿي
آهن. مثلاً :

| لفظ | اصل لفظ | لفظ | اصل لفظ |
|---|---|---|---|
| ٽچڪڻو | نڪچڙو | چوڻ | وچن |
| ٿتِ | تمث | مگدر | مدگر |

سنسڪرت ۾ به "خصوصيت قلب" جي موجود آهي. مثلاً :

| سنڌي لفظ | سنسڪرت لفظ | اصل لفظ |
|---|---|---|
| شينهن | سنهه | هنس |

هن لغت ۾، سنڌي لفظ جي فقط مصدر ڪم آئي، بنياد
ڪيو ويو آهي. مثلاً : "گهمڻ" مصدر مان، ڪيترائي لفظ لکرن
ٿا : گهم، گهمڻو، گهمڻي، گهمندڙ، گهماءِ، گهماءُ، گهمائيندڙ،
وغيره. ضروري هنڌن تي، اهڙن لفظن کي، دوبارو پڻ پڇو
ويو آهي.

هيٺ ڏيکاريل ڪوشن (Dictionaries) ۽ ڪتابن مان،
پکين جيان داڻو داڻو چونڊي، ڪتابي صورت ۾، آنَ جي راهه
تيار ڪئي اٿم. اسد ته پارکو، آنَ جي جنس کي، شناخت
واري نظر سان، ملهه مهانگو ٺهرائيندا.

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١- سنسڪرت - | انگلش | ڊڪشنري | سر مونير وليمس |
| ٢- | " | " | " | ٽيڙو ڊوربينوي |
| ٣- | " | " | " | مئڪڊونيل |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٤- | سنسڪرت | انگلش | ڊڪشنري | ايل - آر - ودي |
| ٥- | „ | „ | „ | اي - رام جامن |
| ٦- | „ | „ | „ | جي - وي - ديوسٿلي |
| ٧- | „ | „ | „ | وي - آپٽي |
| ٨- | „ | „ | „ | گولڊ سٽڪر |
| ٩- | انگلش - | سنسڪرت | „ | سر مونير وليمس |
| ١٠- | „ | „ | „ | وي - آپٽي |
| ١١- | پالي - | انگلش | „ | رابرٽ سيزر چلڊر |
| ١٢- | پراڪرت - | هندي | „ | پنڊت هرگوند داس |
| ١٣- | پدم چندر ڪوش | | „ | گنيشدتاجي شاستري |
| ١٤- | سنسڪرت شبدارٿ ڪشٽيو | | „ | دوارڪا پرساد شرما |
| ١٥- | يوگل ڪوش | | „ | جي - ڊي - وياس |
| ١٦- | هندستاني - | انگلش | „ | جان شيڪسپيئر |
| ١٧- | „ | „ | „ | ڊاڪٽر فالن |
| ١٨- | „ | „ | „ | جي - ٽي پلٽس |
| ١٩- | „ | „ | „ | سمٿ - ڊبليو - سي |
| ٢٠- | „ | „ | „ | ٿامپسن |
| ٢١- | „ | „ | „ | فوربس |
| ٢٢- | رام گلام رام شبد ڪوش | | | رام گلام رام |
| ٢٣- | ڀشا شبد ڪوش | | | ڊاڪٽر شنڪر رسال |
| ٢٤- | هندي شبد شاگر | | | رام چند ورما |
| ٢٥- | نالندا وشال شبد ساگر | | | نولجي |
| ٢٦- | گجراتي - | انگلش | | ايم - بي - بيلسار |
| ٢٧- | „ | „ | „ | شاپورجي ايڊلجي |

٢٨- مرائي - ” ” ٿامس ڪئنڊي

٢٩- آريا ڀوشڻ ڪوش ” پونا پريس

٣٠- انگلش - مرائي ” ٿامس ڪئنڊي

٣١- ” ” ” ڪي - اي - وارڪر

٣٢- ” پرشن ” وولسٽن

٣٣- غياث اللغات. فارسي- فارسي ” غياث الدين

٣٤- قاطع برهان. ” ” برهان الدين

٣٥- جامع الغات ” “ “ عبدالمجيد

٣٦- فرهنگ آصفيه سيد احمد دهلوي

٣٧- سنڌي - انگلش ڊڪشنري ڪئپٽن سٽيڪ

٣٨- ” ” ” پادري شرٽ

٣٩- ” ” ” پرمانند ميوارام

٤٠- لغات قديمي مرزا قليچ بيگ

٤١- جواهر لغات (قلمي) عبدالرحيم وفا

٤٢- هايلچي نام مالا (ڊ نپال) جارج پوهلر

٤٣- ڪمار پال چرت (هيمچندر) ڊاڪٽر ويديه

٤٤- ديسي نام مالا (هيمچندر) آر- پشيل

٤٥- پراڪرت پراڪس (پراڪرت گرامر- ورروچي) پروفيسر ڪاويل

٤٦- پراڪرت گرامر پنڊت رشيڪيش شاستري

٤٧- سنڌي ٻولي جو گرامر ڊاڪٽر ٽرنف (ٽرمپ)

٤٨- سنسڪرت ڌاتو ڪوش ڪاشانات شرما

٤٩- ” مئينوئل سرمونير وليمس

٥٠- ” ڌاتو رت منجوشا رامجي گهونڊجي

٥١- اڪر ڌاتو پادري شرٽ

٥٢- ڪاشف الغموض — آخوند فتح محمد
٥٣- وئتپتي ڪوش — جهمٽ مل نارو مل
٥٤- فلالاجيڪل ڪيو راسٽيز — مرزا قليچ بيگ
٥٥- شاه جو رسالو ٣ جلد — ڊاڪٽر گربخشاڻي

لاڙڪاڻو

١-٨-١٩٥٥ — عبدالڪريم سنديلو

## علامتون

اپ — اپڀرانش
اس — اسپيني
انگ — انگريزي
ب — بلوچڪي
ت — ترڪي
پرا — پراڪرت
پور — پورچوگال
ڊن — ڊنپال آچاريه جي "هايلچي نام مالا" ۾ آيل لفظ
س — سنڌي
سرا — سرائڪي
سن — سنسڪرت
ص — صفحو
ع — عربي
ف — فارسي
گ — گجراتي
م — مراٺي
ملا — ملايا

| | |
|---|---|
| ھ | ھندي |
| ھيم | ھيمچندر آچاريہ جي "ديسي نام مالا" ۾ آيل ديسي لفظ |
| يو | يوناني |
| > | اصل لفظ جي نشاني |
| : | "يا" نقط اشتقاق يا ڌاتوءَ جي حالت ۾، جيڪڏھن ڏنگين (:) اندر ھجي |
| ؟ | شڪ جي نشاني |
| ١ | پھريون خيال (معنيٰ ۽ اشتقاق جي حالت ۾) |
| ٢ | ٻيو خيال " " " " |

# ٻيو ڇاپو

پھرين ڇاپي بعد، ٻيو ڇاپو حاضر آھي. جيتوڻيڪ مٿا ساڳي آھي، تاھم ڪن لفظن سان اضافو آندو ويو آھي. تنھن کان سواءِ ڪيترن لفظن جا ضد پڻ ڏنا ويا آھن ته جئن معنيٰ وڌيڪ واضح رھي.

جن حضرات، سنڌيءَ سان نينھن نباھڻ خاطر، دلبري ڏيکاري، رايا موڪليا آھن، سي، شڪرگذاريءَ بعد، درج ڪجن ٿا. اميد ته آئينده به سنڌيءَ جا سڄڻ، وينجھار ٻنجي، مٽيءَ چڙھيل موتين کي صفا ڪري، تحفي طور موڪلڻ فرمائيندا، جنھنڪري نه رڳو موتين جو ڀڪو ڀڙو ٿيندو، پر ساڳي وقت، انھن جي جوت ۽ جمال کان پڻ لغت وڌيڪ اوجر ڪائيندي.

لاڙڪاڻو

عبدالڪريم سنديلو

٢٨-٣-١٩٥٧ع

# الف

آبادَ : (ف. آباد. آب = پاڻي + 'آد' نسبت جي نشاني. پاڻيءَ سان تعلق رکڻ وارو)، وسايل، سرسبز. ضد "ويران".

آبُ داڻو: (ف. آب و دانہ. آب = پاڻي + دانہ = داڻو، اَن جو ڪڻو)، روزي، رزق، خوراڪ، قسمت.

آبرو: (ف. آبِ رُو. آب = پاڻي، رونق + رو = منهن، چهرو. منهن جي رونق)، عزت، ناموس، شهرت، حيا، لڄ.

آپا رَڻ : (سن. آپَرَڻ. آ = ساڻ، تائين + پرِ = پَرڻ)، پڙڪائڻ، هُشي ڏيڻ، ہُٿي ٽپڻ، همتائڻ.

آپاسَ : (سن. آپاسَ. آ + پاسْ = چمڪڻ)، ظاهر ٿيڻ، پڌرو ٿيڻ، نروار ٿيڻ.

آپُون : (سن. آپِيشَ)، اَنَ جا کِيرا سنگ.

آتا رَڻ : (سن. آتارَڻ)، ڏُتارڻ، رهڻ.

آتَر: (سن. آسْتَرَ. آ + سْتَرْ = ڍڪڻ)، پردو، ڍَڪ.

آتمُ : (سن. آتمَنْ)، روح، من.

آتما: ڏسو "آتم".

آتڻ: (سن. آيتن. آ = ساڻ + يتْ = ڪوشش ڪرڻ)، ڳهڻ، ايٽ ڪتڻ جي جاءِ.

آتو: (سن. آرتْ، آرڊ = ڏک ڏيڻ)، ڪڪ، عاجز، لاچار.

آٿتُ: (سن. آشوسْتَ)، ڏڍُ، آسرو، دلاسو.

آٿر: (ف. آستر. پرا. آٿر. سن. آستر)، گڏھ جا ٽڙا، گڏھ جي سنجت جو سامان.

آٽڻ: (سن. آورتن. آ = تکو + ورتْ = ڦرڻ)، ڪرڻ، رجڻ.

آٿرڻ: (سن. آستر. آ = ساڻ، چوڌاري + سْتا = ڇرڻ ڪان بس ڪرڻ)، ٺهرڻ، پاڻيءَ کي هڪ هنڌ ڇڏڻ تہ جئن غلاظت تَرِ وڃي.

آپدا: (سن. آپدا. آ = تائين، ساڻ + پدْ = وڃڻ)، آفت، مصيبت.

آپگهات: (سن. آتمگهات. آتمنْ = روح + گهاتْ < هَنْ = مارڻ)، پاڻ مارڻ، خود ڪشي.

آڦري: (سن. آسڦاير. آ = ساڻ + سڦاير = سڄڻ)، جانورن جي بيماريءَ جو قسم.

آجپڻ: (سن. آيت)، آزادي، ڇوٽڪارو، نجات، مُڪتي.

آجِڙي : (سن . اَجَ پالَ . اَجَ = ٻڪري + پالَ = پاليندڙ)، ٻڪرار، ڌنار، غريب .

عمر تو هٿاءِ، آجائيي ٿئي آجڙين. (شاه)

آجڪو: (سن . آجِيوڪا . آ + جِيو = جيئرو رهڻ. ۲. آذوقه = آب زِقه . ف . آب = پاڻي + ع . زِقه = پکيءَ جي ڳچيءَ جو ڪاڌو)، ثمر، توشو ۽ پرو سو.

آجو: ڏسو "آجپو"

آجِيان : (سن . آدانَ)، مرحبا، ڪِيڪَرَ .

آچامَ : (ف . آماج)، هدف، نشان.

محبت جي ميدان ۾، عاشق! ڏيي آچام. (شاه)

آچَرَ: (گ. آتوار. سن . آدِتيه‌وارَ. آدِيتَه = سج + وارَ = ڏينهن)، آرتوار.

آچِلو: (سن . آنچَلَ . انْچ = ملائڻ)، پلاند، دامن، ڪپڙي جو ڪنڊو صافو.

آچارو: (سن . آسارَ. آ = تائين ، ساڻ + سَرَ = وهڻ) تکو وسارو ۽ لهرن جي تيزي، گهيري ۾ اچڻ.

آچارا عميق جا، ڳڌيا غواصن . (شاه)

آچِلائِڻُ : (سن . آڪشالَنَ . آ = ساڻ + ڪشَلَ = صاف ڪرڻ)، آگهارڻ، ڌوئڻ، چاچرڻ .

آڇَڻ : (سن. آڇَڪشَنَ)، صلاح، چوڻ، مرضي ڏيکارڻ.

آدِ : (سن. آدِ)، اصل، پهريون، بنيادي.

آدَرَ : (سن. آدَرَ. آ = ساڻ + ڏرُ =عزت ڏيڻ)، عزت.

آدَرڀاءُ : (سن. آدَرڀاو. ڀاوَ = خيال)، گهڻي عزت، مهمان نوازي، خدمت خاطري.

آديسُ : ڏسو "آديشُ".

آديسِي : (سن آديشِي. آديشُ=حڪم)، فقيرن جو قسم.

آديشُ : (سن. آديشَ. آ = تائين +دِشُ = ڏسڻ)، سنياسن جو سلام، نيازُ حڪم.

آدارُ : (گ. پ. آدارَ. سن. آدارُ. آ = ساڻ + ڌُرُ = رکڻ، جهلڻ)، آسرو، سهارو.

آڏوتي : (سن. آوَڌوتَ. آوَ = هيٺ، پري +ڌُوتَ = ڌوتيل. ڌو = ڌوئڻ. جنهن دنيوي خواهشون ڌوئي ڇڏيون هجن)، سنياسي، ساڌو، جوڳي.

آڏيلو : (سن. آرڏ = اڏ +ايلا (ٻڪاڙي)، پيسي جو اڌ.

آڏِ : (سن. آدِ)، اصل، پهريون، خاص.

آڏارڻ : (سن. آنتَرڻ)، ڏڏ روڪرڻ، سارين کي اڏرو چڙڻ.

آڏاڻو : (سن. آوَٽ = کڏ) ڪپڙي آڻڻ جي جاءِ.

آڏتُ: (سن آدِتيہ. آدِتَ = هڪ ديوتا جو نالو)، سج .

آڏَ ترچا: (هير . آڊاڊا . سن. آورتّ. آ = تائين ، چو ڌاري ورت = ڦِرڻ + هرا تِرِ چ. سن . تِريچ )، ڏنگا ڦڏا، آڏا ٽيڏا .

آڏَ ترچا آهڙا، ڏونگر کي ڏاڪا . (شاه)

آڊوکو: (سن . آرڊ ر)، آلو، گِهميل.

آر: (ف. آرَهہ . سن . آرا . آ = تائين + رْ = وڃڻ)، ٽوڻ، سِئيءَ جو قسم .

آرِتوار: (گ. آتوار. سن. آدِتيوارَ. آدِتيہ = سج + وارَ = ڏينهن )، آچر .

آرَتي: (گ. م. آرتي . پرا . آراتِيَ . سن . آرَتِ: آراترڪَ )، ديوتائن جي سامهون ڏيئا گهمائڻ ، هندن جي پوڄا پاٺ جو قسم .

آرِپار: (سن . آوارپار. آوارَ=هي ڪنارو + پارَ=هو ڪنارو، هڪ ڪناري کان ٻئي ڪناري تائين ، منجهان .

آرس: (سن. آلَسيہ. آ= نہ + لَسْ =ڪم ڪرڻ)، سستي، آلس.

آرِسي: (ڏن. آيرِيسو. پرا . آرسو . سن. آدرْشَ . آ = چئني طرفن کان + درْشَ= ڏسڻ) آهينو، آئينو، ڏرپڻي .

آرِڪَڻ : (سن. آوَلوڪَن)، مهاندو، ديدار، درشن.

هنين پيرين آرِڪڻين، منهن نه مهائي. (شاه)

آرَنڀَ : (پرا. آرَنڀَ. سن. آرَنڀَ. آ = گهڻو + رَڀْ = شروع ڪرڻ)، شروعات، مهاڳ، ديباچو.

آرو : (سن. آرا)، پيار، انگل، مرضي.

آرِيٺو : (گ. آرِيٺا. سن. آرِشْٽَ)، هڪ قسم جو ڦل.

آريو : (سن. آرْيہ)، وڏو، شريف، خاندان.

آڙَ : (سن. آلَ = روڪ)، پردو، پناه، سام، ٽيڪ.

آڙَهڙَ : (سن. آشاڍَ = آکاڙ. هندن جي هڪ مهيني جو نالو)، اونهارو، گرم مند، لُڪ لڳڻ جي موسم.

آسَ : (پرا. آسا. سن. اَشا. آشْ = حاصل ڪرڻ)، اميد، ڀروسو.

آساسُ : (ف. آسايش. پرا. آساسَ. سن. آشْواسَ. آ + شْوسْ = ساه کڻڻ)، آرام، فرحت.

آسانگو : (سن. آسَنگَ. آ = ساڻ + سَنجْ = پيار ڪرڻ)، آسرو، محبت.

آساونتُ : (سن. آشاونت. آشا = اميد + وَتْ = هجڻ)، اميدوار، آسن ڀريو، آساوند.

آستانُ : (ف. آستان. سن. سٿان. سٿا = ترسڻ)، جاءِ، ويهڪ، هنڌ.

آسپاس : (سن. آسه + پارشْو)، اردگرد، چوڌاري، ويجهو.

آسرو: (پرا. آسيہ. سن. آشريہ. آ = چئني ڪان + شري = وڃڻ)، سهارو، ٽيڪ، آڌار، اميد.

آسمانُ: (ف. آس = جنڊ + مان = وانگر. جنڊ وانگر گول ۽ ڦرندڙ)، اڀ، آڪاس.

آسَنَ: ڏسو "آسڻ".

آسنگ: (پرا. آسنگ. سن. آسنگ. آ = ساڻ + سنج = محبت ڪرڻ)، محبت، آسرو.

آسَنَ: (پرا. آسڻ. سن. آسَن. آس = وهڻ)، ويٺڪ، جاءِ، گهر.

آسيس: (سن. آشس. آ=ساڻ + شاس = حڪم هلائڻ)، دعا.

آشرم: (پرا. آسم. سن. آشرم. آ = ابتڙ + شرم = ٿڪ. ٿڪ جي ابتڙ، يعني آرام. اها جاءِ، جتي ٿڪ پڄجي. آرام جي جاءِ)؛ رشين ۽ منين (بزرگ شخصن) جي رهڻ جي جاءِ. هندن جي عقيدي موجب چار آشرم آهن: ١- برهمچريہ ٢- گرهستہ ٣- وان پرستہ ۴- سنياس.

آشيرواد: (سن. آشيرواد)، آسيس، دعا.

آفت: (ع. آفت. سن. آپد)، مصيبت.

آفيم: (ع. آفيون. سن. آهڦين. آهِ = نانگ + ڦين =

ڳج ۽ آفيم ۽ جهڳ يا ڳج وانگر نڪرندو آهي ـ
ڪارو ۽ آهي ۽ ٻي هوش ۽ ڪري ٿو)، هڪ
نشيدار شيءِ.

آڪارُ: (سن. آڪارَ. آ = تائين + ڪْرِ = ڪرڻ) ڏول،
صورت، شڪل.

آڪاسَ: (پرا. آگاسَ. سن. آڪاشَ. آ = چئي طرفن کان +
ڪاشْ = چمڪڻ)، آسمان.

آڪاشَواڻي: (سن، آڪاشَواڻِي. واڻِي = گفتگو)، اِلهام، غيبي آواز.

آڪِرو: (سن. آڪُلَ)، کهرو، شوخ، زبرست.

آڪَڙِ: (گ. آڪْڙَ. سن. آڪَڏْ. آ = چڱي طرح سان + ڪَڏْ
= سخت)، وڏائي، مغروري، سيٽ.

آڪو: (پرا. آڪو. سن. آپڪْوَ. آ = نه + پڪو = پَڪْوَ)،
ڪچو، اڻ پڪل.

آڪَهِ: (سن. اوڪَسْ)، ڪنب، گهراٽو.

آڪيڙو: (سن. آڪِيلْ. آ = ساڻ + ڪِيلْ = مضبوط ڪرڻ)،
وَڪڙ، پيچ، وراڪو.

آڪ: (سن. آڪشوٽَ)، اڪروٽ.

آڪاڙُ: (گ. آشاڙ. پرا. آساڍَ. سن. آشاڍَ)، هندن جي هڪ
مهني جو نالو.

آڪاڙو: (گ. آڪاڙو. ڏن. آڪّاڙ. پرا. آڪاڻ. سن. آڪشواٽ)، ڪسرت گاھ.

آڪاڻي: (پرا. آڪاڻيہ. سن. آڪيانڪ. آ ڪيا = چوڻ)، ڪھاڻي، حڪايت، وارتا.

آڪر: (سن. آڪشر. آ + ڪشر = صاف ڪرڻ، چڪائڻ)، مکڻ جو نڪمو حصو، جو رجائڻ بعد (گيھ ڪان) جدا ٿئي.

آڪڙڻ: (سن. آ + سڪل)، ٿاڦڙجڻ.

آڪڻ: (سرا. آڪڻ. پرا. آئڪڻ. سن. آڪيان. ڪيا = بيان ڪرڻ)، چوڻ.

آڪيرو: (سن. آشريہ)، پکين جي رھڻ جي جاء.

آڪيڙو: ڏسو "آڪيڙو".

آگ: (ڏن. آگني. پرا. آگ. سن. آگني. آگ. = مٽي وجھڻ)، باھ.

آگبوٽ: (سن. آگني = باھ + انگ. بوٽ Boat = ٻيڙي)، جھاز، اھا ٻيڙي، جا باھ (؟ پاڻيءَ) تي ھلي.

آگم: (سن. آگم. آ = تائين، چئني طرفن کان + گم = وڃڻ)، وقت، جھڙ.

آگيا: (پرا. آڄا. سن. آڄا. آ = تائين، ساڻ + ڄا = ڄاڻڻ)، حڪم، فرمان.

آڪانڊو: (سن. آڪرهَ + "اندو" = پچاڙي)، مدد، آسرو.

آڪرَ: (سن. آڪرواتَ. آڪرَ = اڪ، ڀريون)، اڪواڙو، اڪڻ.

آڪِڙيو: (سن. آڪنِ = باهه + ڪارَ = وارو)، لوهرَ باهه جو ڪم ڪندڙ.

آڪهه: (سن. آڪرهَ)، آسرو، آڌار، ڀروسو.

آڪيٺي: (سن. آڪنِ = باهه + سٿا = رکڻ)، منقل، سگري، ڪَلَ.

آڳهارڻ: (سن. آگهرشڻ. آ = چئني طرفن کان + گهرشڻ = گهڻ)، ڌوئڻ، صفا ڪرڻ.

آڳهٽجڻ: (سن. آگهٽ)، روڪجڻ.

آڱر: (پرا. آنگلَ. سن. آنگلِ)، انگشت، هٿ يا پير جي آڱر.

آڱوٺو: (گ. آنگٺو. م. آنگوٺا. پرا. آنگٺ. سن. آنگشٺَ)، هٿ يا پير جي ڀرين آڱر.

آلاپ: (سن. آلاپ. آ = گهڻو + لپ = ڳالهائڻ)، آواز، تانَ.

آلاپڻ: (سن. آلاپنَ)، آواز ڪرڻ، ڳالهائڻ، ٻولڻ.

آلو: (م. اولي. سن. آرڌرَ: اولَ)، آڌ وڪو، پسيل، پڳل.

آلوڙو: (سن. آلولَ)، ننڊ جي ڀنڪي، جهپڪي، جهوٽو.

آليَ: (سن. آليہ. آ = تائين + لي = وڃڻ)، جاء، گهر، آستان.

آمِڙي: (گ. آنملي. ڏ ن. آنبلِئا. پرا. آنبلِيا. سن. آمْلِيڪا)، گدامڙي جو وڻ يا ان جو ڦل.

آنڌارِي: (سن. آنَڌ = آنڌو + هه. آنڌيرا)، سخت طوفان، جنهن ۾ اونده ٿي وڃي.

آنڊِو: (سن. آنْتَر)، پيٽ جي ڏکهي نلي، جنهن ۾ اکل ڪاڏو وڃي.

آنسُون: (پرا. آنسِيَ. سن. آشَرو)، ڳوڙها، لُڙڪ.

آنڪَوڙو: (سن. آنڪر=ڏنگي نوڪ)، لڪڙو، جنهن جو هڪ چيڙو ڪمان جيان وريل هجي.

آنَنَد: (سن. آنَنْدَ. آ = ساڻ + نَنْدْ = خوشي ڪرڻ)، موج، سَرهائي.

آنو: (سن. آڻَڪَ)، روپئي جو سورهون حصو.

آنو: (سن، آنَڊ)، بيضو.

آنهن: (سن. آهاو)، کوهه ڀرسان حوض، جنهن ۾ مال پاڻي پيئي.

آڻ: (پرا. آڻا. سن. آجْڃا. آ = تائين، ساڻ + جْڃا = ڄاڻڻ)، مڃتا، حڪم.

آڻِڻ: (سن. آنِي. آ = ساڻ + نِي = هلائڻ)، ڪٺي اچڻ، حاصل ڪرڻ.

آورا : (پرا. آملَيہ. سن. آملڪ)، هڪ قسم جو قل.
آواندو : (ف. آوند<آبِ وند=پاڻيءَ جو ٿانءُ)، ڪسي، نالي.
آونگ : (ف. آوند)، ٿانءُ، برتن.
اسان آڏارا، آڻي آونگ چاڙهيا. (شاه)
آوٽ : (سرا. آوٽ. سن. آگام)، اچڻ.
آهَ : (ف. آه. سن. آهَہ)، درد يا سور کان نڪتل
دانهن، افسوس!
آهَ : (سن. آشا)، اميد، آسرو.
آهارَ : (ف. آهار. پرا. سن. آهار=کاڌو، سن. آڌارَ=
ٽيڪ)، کاڌو، مدد، آسرو.
آهَرَ : (سن. آهارَ. آ + هرُ=کڻڻ، وٺڻ)، پٿو، جو ڌوٻي
ڪپڙن کي ڏيندا آهن. ڏسو "آهار."
آهَرَ : (ف. آخور<آب خور=پاڻي پيئڻ جي جڳهہ)، ڪونئر،
بنڌر، آهرو، هاڏر.
آهِري : (سن. آدَرشَ. آ = چئني طرفن کان = درشُ=ڏسڻ)،
آهينو، آرسي.
آهڙا : (سن. آ=تہ+سَڪ+"ڙا" پچاڙي)، ڏکيا، اهنجا.
اَڏ تِرچا آهڙا، ڏونگر کي ڏاڪا. (شاه)
آهيڙي : (سن. آکيٽڪ. آ=ساڻ+کيٽُ=ستائڻ)، شڪاري، صياد.

آهينو: (ف. آهن=لوهه. اڳي لوهه کي مهٽي، ملي، صاف ڪري، منهن ڏسندا هئا)، آهري، آرسي، آئينو.

آبو: (ع. آبو)، پيءُ، بابا.

آبر: (ف. آبر. سن. آڀر. آپ=پاڻي+ڀر=ڀرڻ. پاڻيءَ ڀريل)، ڪڪر، بادل.

آبرق: (ع <ف. آبرڪ. ابر=ڪڪر+"ڪ" اسم تصغير جي نشاني. سن. آڀرڪ)، هڪ قسم جو پٿر.

آبرو: (ف. آبرو. آب=سونهن+رو=منهن. سن. ڀرو)، ڀرون.

آبريق: (ع<ف. آبريز. آب=پاڻي. ريز. امر. ريختن=هارڻ. هي ٿانءُ ب... پاڻي پلٽائڻ ۽ وضو ڪرڻ لاءِ ڪم ايندو آهي)، ڪونرو، ڪرو، ڪوزو.

آبناسي: (سن. اوناشي. آ=نه+وناشي=ناس ٿيندڙ)، امر، لازوال.

آبهڻ: (پرا. آڀ. سن. آورڌويـ..)، ٻيهڻ، ٻچڻ، چونڪارو حاصل ڪرڻ.

آپانجڻ: (پرا. آمڀ. سن. آوشمن. آش=سڙڻ)، ڏونهانجڻ، ڪوسانجڻ، ڦٽي وڃڻ، جهڪو ٿيڻ.

آپاسي: (سن. آشواس. شواس=ساهه کڻڻ)، وات ڦاڙي، ڏکيو ساهه کڻڻ.

آپٽڻ: (گ. آوٽڻ. سن. آدوورتن. آڌ=مٿي+ورت=موٽڻ، ڦرڻ)، بدن کي صاف ڪرڻ جو مصالح (جسون

جو آنو، سرهي تيل سان ڳوهيل)، جو ڪنوار کي
"ونواهه" واري عرصي ۾ (ڪيس حسين بنائڻ لاءِ)
لڳايو ويندو آهي، جنهن ڪري سنڌي محاوره ۾
"انو لڳائڻ" چوندا آهن.

آبِرَڻَ : (سن. آدولن. آدْ = مٿي + وَلَنَ = وڃڻ)، ٿهڪڻ، اڀامڻ.

آپَس : ڏسو "هڀس."

آبِلا : (سن. آبَلَ. آ = نہ + بَلَ = بَل، طاقت)، نبل، ڪمزور.

آبوجهه : (پرا. آبُڌ. سن. آبُڌ. آ = نہ + بُڌ = سياڻو. بُڌ = ڄاڻڻ)، بي سمجهه، پورڙو، ساده لوح.

آپَ-آپَ : (پرا. آپُ. سن. آپر = آپْ = پاڻي + پرْ = پرڻ)، آسمان.

آپارڻ : (سن. آدْ: آتْ = مٿي + پرْ = پرڻ)، جوش ڏيارڻ،
پڙڪائڻ، هشي ڏيڻ.

آپاڳ : (سن. آپاڳيہ. آ = نہ + پاڳيہ = ڀاڳ، ڀاڳو، قسمت.
ڀڄْ = حصہ ڪرڻ)، نڀاڳ، ڪمبختي.

آپرو : (سن. آبَلَ. آ = نہ + بَلَ = بل، طاقت)، ڪم طاقت،
اپلو، نبل.

آپِرَڻَ : (سن. آدْ پرَڻَ. آدْ = مٿي + پرْ = پرڻ)، آپامڻ،
ڪونچن جو ڦٽڻ.

آپِرَڻَ : (سن. آدگمن. آدْ = مٿي + گمْ = هلڻ)، سج جو
ظاهر ٿيڻ.

آيمانَ : (سن . آيمانَ . آپِ = گهٽو + مانَ = وڏائي . مَنْ = سمجهڻ . پاڻ کي گهٽو سمجهڻ)، وڏائي، تڪبر .

آيَڻَ : (سن . آڌ يوَنَ . آڌ = مٿي + يوَنَ = جاءِ)، ڪڙ و ٿيڻ، بيهڻ .

آيِياسَ : (سن . آيِياسَ . آپِ = گهٽو + آسْ = ڦهلڻ، چمڪڻ)، مطالح، مشق .

آيِيدَ : (سن . آيِيدَ . آ = نہ + ڀيدَ = فرق، تفاوت . جنهن ۾ ڪو فرق نہ هجي)، ماڪيائي، هڪجهڙائي .

آتِ : (سن . آت)، گهڻو، وڌيڪ، زياده .

آتَ : (سن . آنتَ . آمْ = وڃڻ)، آخر، نيٺ، حد .

آتارڻَ : (سن . آوترڻَ . آوَ = هيٺ + ترّ = پار ٿيڻ)، نقل ڪرڻ، اتارو ڪرڻ،

آتاولو : (هيم . آتال - سن . آتْ = مٿي + تْورْ - تکڙ ڪرڻ)، تکڙو، جلد باز، اپهرو .

آتپَنَ : (سن . آتپنّ . آڌْ = مٿي + پدْ = وڃڻ)، ظاهر ٿيڻ، پيدا ٿيڻ .

آترَ : (سن . آترّ . آڌْ = مٿي + ترّ = پار پوڻ)، اتر طرف، عوضو، بدلو .

آتساهَ : (هرا . آچاهَ . سن . آتساهَ . آڌْ = مٿي + سهْ = سهڻ)، ڪوشش، جوش .

آتل: (سن. آتليہ. آ = نہ + تليہ = تل، برابر. تل = تورڻ)، آتور، بي مثل.

آتم: (پرا. آتم. سن. آتم. آد = مٿي + تم = ٿيڻ)، اعليٰ، پرڌان.

آتڻ: (سن. آڪٽ. وڇ = ڳالهائڻ)، چوڻ، ڪهڻ.

آتور: (سن. آتليم)، آتل، لاثاني. ڏسو "اتل".

اتهاس: (سن. اِتهاس. ات = اهڙيءَ طرح + هہ = سچ پچ + آس = هو)، پراڻي ڳالهہ، تاريخ.

آتيت: (سن. آتيت)، الڳ، نيارو، ساڌو، جوڳي.

سي اتيت چئجن، جن سرب اتيت سهي ڪيو. (سامي)

آتيسار: (پرا. آئيسار. سن. آتيسار. آت = گهڻو + سر = وڃڻ)، بيماريءَ جو قسم، جنهن ۾ دست گهڻا ٿين.

آٿاهہ: (گ. آٿاهہ. سن. آ = نہ + ڏن. ٿڪهو، ٿاهو. هير. ٿڪو. سن. آ = نہ + سٿاهہ = ترو. جنهن جي تري جو پتو نہ لڳائي سگهجي)، بي انت، بي حد.

آٿاپٿل: (ڏن. پٿاليہ = ابتو ٿيو. هير. آٿلپٿلا. سن. آت = مٿي + پل = اچلڻ)، ليٽ پيٽ، لوٽ پوٽ، هيٺ مٿي، ڦيرو، انقلاب.

آٿلڻ: (هير. آٿلڻ. پرا. آٿلڻ. سن. آتسٿل. آت = مٿي + سٿل = قائم)، ابتو ٿيڻ، اٿل کائڻ.

آٽڻ : (پرا. اٽاڻَ. سن اَشٽانَ. اَٽ = منّي + سٿا = بيهڻ)، ڪڙو ٿيڻ.

آٽالولا (سن. آٽالَ. اَٽّ = مٿاهون)، اسباب، سامان.

آٽڪل : (سن. آٽ = ولڻ + ڪل = ڳڻڻ)، آڪوڏڪو، رمز.

آٽڪڻ : (سن. آ = نہ + ٽڪ = هلڻ)، آڙڻ، ونڊجڻ.

آٽڪڻ : (سن. آٽ = ڪاهہ)، ڪاهہ جو قسم، جو دوا ۾ ڪم اچي ٿو.

آٽل : (سن. اَٽلَ. آ = نہ + ٽل = چرڻ، ٽارڻ)، محڪم.

آٽو : (سن. آٽنَ. اَٽ = گهمڻ. ميني طرفن کان گهميل يعني پيٺل. ف. آرد)، پيٺل آن.

اَٺ : (ف. هشت. سن. اَشٽَ)، ست ۽ هڪ.

آٺ : (پرا. اَٺّ. سن. اَشٽرَ. ف. اشتر) شتر، اٺ جانور.

اٺاسي : (گ. اٺياسي. سن. اَشٽاشيت. اَشٽَ = اٺ + آشيت = آسي)، اسي ۽ اٺ.

اٺانوي : (سن. اَشٽانوت. اَشٽَ = اٺ + نوت = نوي)، نوي ۽ اٺ.

اٺاوڻ : (سرا. اٺاوڻ. پرا. اٺاوڻ. سن. اَشٽاپنَ)، اٺائي، ڪٽڻ.

اٺاويهہ : (سن. اَشٽاوِنشت. ونشت = ويهہ)، ويهہ ۽ اٺ.

اٿاهه: (پرا. آٿاو، سن. آت=ستي=ستا=بيهڻ)، اٿاريل ڳالهه، افواه.

اٺيهه: (سن. آشٽترنشت. ترنشت=ٽيهه) ٽيهه ۽ اٺ.

اٺو: (پرا. اِٺ. سن. اِشٽ)، خواهش ڪيل، تڪيل، نظر پيل، نظر هنيل.

ميهر ۾ سهڻي چا ڏٺو؟
چا، ڪير هو ڪنهن جو اٺو؟
جهوري وڏي، جنهن جهول ۾،
سالڪ سچا! ڏي مون خبر. (گل)

اٺونجاهه: (سن. آشٽاپنچاشت. آشٽ=اٺ+پنچاشت+پنجاهه)، پنجاهه ۽ اٺ.

اٺهتر: (گ. اٺوتير. پرا آٺهتر. سن. آشٽسپتت. سپتت=ستر)، ستر ۽ اٺ.

اٺهٺ: (پرا. آڊسٺ. سن. آشٽششٽ. ششٽ=سٺ)، سٺ ۽ اٺ.

اٺيتاليهه: (سن. آشٽچتوارنشت. چتوارنشت=چاليهه)، چاليهه ۽ اٺ.

آپاڌ: (سن. آپاڌ)، تڪي، بگاڙ.

آپار: (سن. آپار. آ = نه + پار = چيڙو، ڪنارو. جنهن کي پيو ڪنارو نه هجي)، اٿاهه، بي انت.

آپاءُ : (پرا. آوايہ. سن. آپايہ. آپَ = ويجهو + آ = ساڻ + اِ = وڃڻ)، تدبير، علاج، ڪوشش.

آپائڻ : (سن. آتپتن. آدْ = مٽي + پَدْ = حاصل ڪرڻ)، پيدا ڪرڻ، خلقڻ.

آپڀرنش : (سن. آپڀرنش. آپَ = هيٺ + ڀْرَنش = ڪرڻ)، بگڙيل ٻولي، پراڪرت ٻولين مان هڪ ٻولي.

آپَت : (سن. آتپت. آدْ = مٽي + پَدْ = حاصل ڪرڻ)، پيدائش، آمدني.

آپَتَڻ : (سن. آتپتن. آدْ = مٽي + پَتْ = ڪولڻ)، ڪَلڻ، واڌو ٿيڻ.

مَٿ پِيڙهائي پايِ، جو آپَتِي تہ واءُ،

جو پَڌر وڌي ڪِالهڙي، تو ڇڏي ويندي ساءُ.
(شاهہ ڪريم)

آپَجَس : (سن. آپيشس. آپَ = گهٽ + يَشْسْ = جَس)، بدنامي، برائي، داغ.

آپَجَڻ : (پرا. آپجتي. سن. آپَ = مٽي + جَنْ = ڄمڻ)، پيدا ٿيڻ، اڀرڻ.

آپَڇَر : (گ. آپڇرا. سن. آپسرا. آپْ = پاڻي + سَرْ = وهنجڻ. پرين کي وهنجڻ وٽندو آهي)، پري، سهڻي عورت.

آپدیش: (سن. آپديش. آپَ = ويجهو + دِشْ = فرمائڻ، ڏيکارڻ)، وعظ، پرچار.

آپراڏ: (پرا. آورڏ. سن. آپراڌ. آپَ = خراب طرح سان + راڌ = پورو ڪرڻ)، پاپ، ڏوھ.

آپڙڻ: (سن. آتپتن. آدْ=مٿي+پَدْ=وڃڻ)، مٿي چڙھڻ، تکو ھلڻ، غالب پوڻ، پيدا ٿيڻ.

آپسرا: (سن. آپسرا) ڏسو "اپڇرا".

آپسرگ: (پرا. آوسگ. سن. آپسرگ. آپَ = ويجھو + سرج = پيدا ٿيڻ: رکڻ)، اڳياڙي (*Prefix*)، لفظ (ڌاتو يا بنياد *Root*) اڳيان اھنڌڙ نشاني.

آپسوڻ: (سن. آپشڪن. آپَ = خراب + شڪن = سڳڻ)، خراب سوڻ.

آپڪار: (پرا. اويار. سن. آپڪار. آپ = خراب + ڪار = ڪر)، برائي، نقصان.

آپڪار: (سن. آپڪار. آپَ = گھٽو + ڪرْ = ڪرڻ)، مھرباني، ڀلائي، احسان.

آپمان: (پرا. آپماڻ. سن. آپمان. آپَ = خراب، گھٽ + مانَ = عزت، مَنْ = سمجھڻ)، بي عزتي.

آپواس: (پرا. اوواس. سن. آپواس. اپَ = ويجھو + وسْ = رھڻ)، ورت، روزو، لنگھڻ.

اَڦُٽڻَ : (سن. آتْ = مٿي + ڦِٽڻَ = گجَ + هہ. آنا = اچڻ. گج جو مٿي اچڻ)، جميل ڪير (ڏونري) جو ٿانوَ ڪان ٻاهر نڪرڻ.

آجاڙڻَ : (سن. آدْ : آتْ = مٿي + جَنا + ٻاڙ)، ناس ڪرڻ، ويران ڪرڻ.

آجڙوال : (سن. آجَ = ٻڪري + پالْ = پاليندڙ)، آجڙي، ٻڪرار، ڌنار.

آڇ مَ آجڙوال کي، عمر! سَو رُٻن (هنر. امير بخش)

آجڪَر : (پرا. آيڪَرَ. سن. آجڪَر، آجَ = ٻڪر + ڪَرَ = ڳهندڙ. ٻڪرو ڳهندڙ)، اژدها، آريڙ، وڏي ٻلا.

ٻحر ٻلائون ٻچڙيون، آفتون اجگر. (حفيظ)

آجوڳَ : (سن. آيوگَ. آ = نہ + يوگَ = جوڳ)، خراب، برو.

آجيتَ : (سن. آجِتَ. آ = نہ + جِتْ = جيتڻ)، غير مغلوب.

آجَ : (پرا. آجَ. سن. آدْيہ)، اڄوڪو ڏينهن.

آڄاڻَ : (سن آجْڃانَ. آ = نہ + جْڃانَ = ڄاڻ)، غير واقف، جاهل، بيوقوف، ساد و سودو.

آڄڻَ : (سن. آوِيہ)، ٺهڻ، تيار ٿيڻ.

آڄهڪڻَ : (سن. آڄّ = مٿي + ڪَرَڻَ = ڪرڻ)، مٿي ٿيڻ، ٻاڻ اچلڻ.

آجهڻ : (سن. آوبڌ)، ڏسڻ، سمجهڻ.

آڇهڻ : (پرا. آڇاڻ. سن. آڌيان)، هلي وڃڻ، گهٽ ٿيڻ.

آجهور: (پرا. اوجهر. سن. نرجهر)، جهرڻو، تيزي، پاڻيءَ جو وهڪرو، ڪَنُ.

آڇاٽ : (سن. آڇ)، اڪرائي، گستاخي.

آچار: (پرا. آچار. سن. آچار. آت = مٿي + چر = وڃڻ)، آواز، تلفظ.

آچارڻ : (پرا. آچارڻ. سن. آچارڻ)، آواز ڪرڻ، چوڻ.

آچانڪ : (سن. آجچانات. آ = نه + جچان = ڄاڻ)، اوچتو، هڪدم.

آچاهه : (سن. آ = نه + هه. چاهه. سن. اِچا = خواهش)، چاهه کان سواءِ.

ڪري مَن اچاهه، سامي چڏيائين چَن ۾. (سامي)

آچرج : (گ. آچرج. سن. آشچريه. "آ" عجب جي نشاني (!) + چر = ڪيڻ، وڃڻ)، حيرت، تعجب.

آچل : (سن. آچل. آ = نه + چل = هلندڙ)، محڪم، مضبوط.

آچنبو: (گ. آچنبو. سن. آسنبو)، اچرج، حيرت.

اِچا : (سن. اِچا. اِچ : اِش = خواهش، ڪرڻ)، خواهش، مرضي.

آچلڻ: (هير. آچليئہ. پرا. آچلڻ. سن. آچلن. آتْ=مٿي + چَلْ = چرڻ)، ڦنو ڪرڻ.

آڇو: (سن. آڇ)، صاف، صفا، اوجل، نرمل.

آڇوت: (سن. آ = نہ + ڇُپْتَ = ڇهيل. جو ناهاڪائيءَ کان نہ ڇهيو ويو هجي)، گهٽ ذات وارو.

آڃ: (سن. آدنيا)، پياس، خشڪي.

آداس: (سن. آداس. آتْ + آسْ = جدا ٿي وهڻ)، غمگين، بي قرار.

آدرڪ: (ف. آدرڪ. سن. آرْدْرَڪ)، سنڍ، مصالح جو قسم.

آدم: (پرا. آجم. سن. آدْيَم. آدْ = مٿي + يَمْ = ڪوشش ڪرڻ)، محنت، جتن، ڪوشش.

آدئيت: (سن. آدْوَيت. آ = نہ + دْوَيتَ = ٻئي. ٻو = ٻہ)، ٻيائي يا ٻڪيءَ کان سواءِ.

آڌ: (پرا. آڌ. سن. آرْڌ. رَڌْ = وڌڻ)، سڄي جو پورو پيو حصو.

آڌر: (سن. آڌَرَ = هيٺيون چپ)، لب، چپ.

آڌر عجب عجيب جا، جي خوشيءَ مون کولي.
(پودو)

آڌَر: (سن. آ = نــہ + ڌْرَ = رکـــڻ. جنهن جي آڌار لاءِ ڪجھ نہ هجي)، بي سهاري، بي آڌار.

آڌَرَم: (سن، آڌَرَم. آ+ڌْرَم)، پاپ، ڏوھ، گناھ.

آڌَرَنگ: (سن. آرْڌانگ. آرْڌَ = اڌ + آنگ = عـضـوو، بـــدن)، ارڌانگ، بيماريءَ جـو قسم، جنهن ۾ اڌ بدن سَڪي پوي.

آڌِڪ: (سن. آڌِڪ. آڌِ = مٿي)، زياده، گھڻو.

آڌِڪارَ: (پرا. آهِيارَ. سن. آڌِڪارَ. آڌِ = مٿان، تي + ڪْرَ = ڪرڻ)، اختيار. قبضو، حق.

آڌْمو: (پرا. آڌّما. سن. آڌْ + ڌْما)، دل جو پور، اچل.

آڌوٽ: (گ. آڌوٽَ. آڌ = هيٺ تـــي + وْرْتِ = ٿيڻ)، اڌ عمر جو، ڪرڙ وَڏ.

آڌورو: (ھ. آڌَورا = آڌ + پُورا. سن. آرْڌَ = اڌ + پـورَ)، آڌو ڪابرو، اڌ پورو، آڌ ڪِيڏو، ناقص.

آڌِيراجّ: (سن. آڌِراجَ. آڌِ = مٿي، تـــي + راجــا = بادشاه)، وڏو بادشاھ، شهنشاھ.

آڌيڙ: (سن. آرْڌَ آيَہ. آرْڌَ = اڌ + آيـــہ = عمر)، آڌوٽ، اڌ عمر جو، ڪرڙ وَڏ.

آڌِين : (سن. آڌِين. آڌ = ساڻ + اِن = مالڪ)، پروس، لاچار، نوڪر.

آڌينتا : (سن. آڌينتا)، محتاجي، فرمانبرداري.

آڏ : (سن. آل)، روڪ، بند.

آڏامڻ : (پرا. آڏاڻ. سن. آڏِين. آڏ = مٿي + ڊِي = آڏاڻ)، پرواز ڪرڻ.

آڏڻ : (سن. آتَ=اوچر ڪرڻ)، ڳاهڻ، جوڙڻ.

آڏولَ : (سن. آ=نه + دَلَ = لَڏڻ. جو نه لَڏي)، محڪم، مضبوط.

آڏِي : (سن. آڌري=ڪَهڻ)، بندي، جنهن تي ڪٽر ڪجي يا گوشت وڍجي.

آڏيار : (سن. آنيات)، گوشو ڪندڙ، پاسو ڪندڙ.

آڍِ : (سن. آد)، اصل، بنياد، نسل.

آڍِڪڻ : (سن. آڌ = مٿي + ڌر=ڊِچڻ)، ڊِچڻ.

آڍِلڻ : (سن. آللوڻَ)، الڻ، مٿان ٿي هيٺ ڪرڻ.

جئن آيَ ۾ آبر بهارَ، تئن هِن ڪيس قريب جا،
آليهر جان آڍِلي پيا، بدن ڍريا تي ڍار. (جلال)

آڍِمبر : (پرا. آڍِنبر. سن. آڍِمبر)، ڏيکاءُ، نير ٿام، رعب تاب.

آرَ: (پرا. آرَ. سن. آرَس)، ڇاتي.

آرَبَ: (سن. آرْبُدَ)، سو ڪروڙ.

آرِبيلو: (سن. آلَپَيَ. آ=نه + لَپَ = ليڻ ٢- آلَسَ = گهٽو + ويلْ=وڃڻ)، لاڏلو، ڇاڳلو؛ بيپرواهه.

آرْتو: (پرا. آرَتَ. سن. آرَڪْتَ)، ڳاڙهو.

آرْٿَ: (سن. آرْٿَ. آرْٿَ =ڳولڻ)، مطلب، معنيٰ، شرح.

آرْٽَ: (پرا. آرَهَٽَ. سن. آرَگهٽَ)، ايٽ؛ چرخو.

آرْپَڻَ: (سن. آرْپَڻَ. آرْپَ=ڏيڻ)، حوالي ڪرڻ، سونپڻ؛ پيشڪش؛ نذر.

آرْجَمَنْدَ: (ف. آرج=قيمت، مرتبو+ مند = صاحب)، سڳورو، پيارو، مرتبي وارو.

آرْداسَ: (سن. آرْدْ = گهرڻ + آشا= اميد، آس. ٢- ف. عرض داشت)، پيشڪش، نذرانو؛ تحفو؛ سوال، عرض.

آرْدِلي: (انگ. آرْڊِرْلِي *Orderly*)، سپاهي، خدمتگار.

آرْڏانگَ: ڏسو "آڏرنگ".

ارڙهن: (گ. آڙار. م. آٺرا. پرا. آٺارهَ. سن. آشٽادَشَنْ. آشٽَ=اٺ+دَشَ+ڏهه)، سترهن ۽ هڪ.

آرْڪَ: (سن. آ = نه + س. رڪ- رڪڻ. سن. رَڪْشَڻَ. جيڪو پرهيزگاري نه رکي)، غافل، بي وفا.

آرگ: (سن. آرگ. آرش = ڇاتي + ڳرم = هلڻ. جو ڇاتي تي هلي)، نانگ.

ڏهس:

هڪڙا ڀن، پيا ڦن، ٻيا ٽليهر، آليهر،
آرگ، ٻشيهل، راڄلا، سيهر، وسيهر،
اوکي اوٽ عشق جي، جت واسينگ وجهن ور،
اتي ٻم ڏونگر، سڀئي رکج صديق ڇني. (صديق)

آرڳر: (سن. آجگر. آج = ٻڪرو + گر + ڳهندڙ)، اڙدها، اربڙ، وڏي بلا.

ڄر چنندن ڄيري گهٽي، ڪيس ڪڪر جهڙا ڪام،
ٻس ايا ٻر ڳر ڪري، آرڳر جهڙا عام،
قريبل ڪنيار ڇڏي، جنهن درس ڏيايا دام،
سرنگهه ٻجي پيا سام، لڪون ليٿ لباس جي. (ڪنيار)

آرڻ: (پرا. آرڻ. سن. آرڻ، آرڻ)، سج.

مک ٻسي محبوب جو، آرڻ ٿيو اولي. (بودو)

آرو: (سن. آر)، چڪر جو هڪ ٻرزو.

آروٺ: (سن. آ = نه + ٻلشٽ = ٻڪل)، اڻ ٻڪل، ڪچو، خام.

آروگ: (پرا. آورگ. سن. آروگيہ. آ = نہ + روگيہ = روڳ، بيماري)، تندرست.

آرهہ: (سن. آرس)، چاتي.

آرهہ آنارن آڀئيو، ور وڃهن واسينگ. (لونگ)

آرهہ: (سن. آ = نہ + هرش = خوشي)، ناخوش، بي شڪر.

آڙپنگ: (هہ. آڙنا + سن. ورڪر)، ڏشٽ، هوڏي، اٺوٺو، جاڻو.

آڙل: (سن. آلل)، ٻجر، وارن وارو، گهوڙي جو قسم.

آڙڻ: (سن، آل=رڪاوٽ)، ڦاسڻ، اٽڪڻ.

آڙي: (سن. آري)، اي، او، اوهو.

آس: (پرا. آنهہ. سن. آشڻ. آش = ٻرڻ)، ڏيپ، سج جي روشني يا گرمي، تڙڪو.

آستاد: (ف. استاد 7استاوذ. استا = ڪتاب + وذ = دانا. دانائي ڪتاب)، معلم، ماهر.

آستت: (سن. سٽست. سٽ=ساراهڻ)، سارهہ، تعريف.

آستر: (ف. آستر. سن. آشوتر. آشو=گهوڙو. جو گڏهہ سان، گهوڙيءَ مان ڄر ڄمي)، خنچر.

آستر: (ف. آستر. سن. آ = تائين، چوڌاري + سٽر = ڍڪڻ)، اندريون ڪپڙو يا تهہ.

اِسْتِرِي: (سن. سَتْرِي=سَتْرُ=ڦهلائڻ)، درزين جو ٻين جو هڪ اوزار، جنهن سان ڪپڙن جا وَر يا گهنج لاهيندا آهن.

اِسْتِرِي: (سن. سْتْرِي. سْتِيَ=گڏ ڪرڻ)، ناري، عورت.

اِسْتَتَ: (سن. سْتَتَ)، محڪم، مضبوط.

اِسْتَرَ: (سن. سْتَرَ. سْتْا=بيهڻ، قائم ڪرڻ)، اجل، اٽل، قائم.

اِسْتَوپَ: (سن. سْتَوپَ. سْتَوپْ=ڍڪڻ ڪرڻ)، وڏو دڙو، ٿنڀو، جنهن تي مذهبي متا آڪريل يا لکيل هجن.

اِسپِنگَر: (ف. اسپ غول. اسپ=گهوڙو+غول=ڪن. ٻوٽي جو ٻن گهوڙي جي ڪن جهڙو آهي)، وڪر جو قسم.

آسِرَڻ: (سن. آدْسَرَڻ. آدْ=مٿي+سَرَڻ=سَرڻ، وڌڻ)، وڌڻ، تيار ٿيڻ، سنپرڻ.

آسَهوَ: (سن. آسَهْيَ. آ=نہ+سَهْيَ=سهڻ جوڳو)، نسهو، ڪمزور.

اسِي: (سن. آشِيتِ. آشْتَ=اٺ+"ت" ڏهاڪن جي نشاني)، ستر ۽ ڏهہ.

آشرفي: (ف. آشرفي. آشرف هڪڙي بادشاه جو نالو، جنهن ٻهريائين اهو سڪو ونهنجي نالي ٺپيان ڪڍيو + "ي" نسبت جي نشاني)، ننڍي سون جي مهر.

اِشنانَ: (گ. آشنانَ. سن. سنانَ. سنا = وهجڻ. ف. شنا)، سنان ڪرڻ، وهنجڻ.

آشوميگهه:(سن. آشوميگهه. آشو = گهوڙو + ميگهه = يگيه، قرباني)، هڪ قسم جو يگيه، جنهن ۾ (قديم زماني ۾) گهوڙو ذوڙايو ويندو هو.

اِطْريفل: (ع. < سن. تري = ٽي + فل = ميوو. ٽي قل. ١- هريڙون ٢- ٻهيڙا ٣- آورا)، هڪ دوا جو نالو.

آڪ: (سن. آرڪ)، ٻوٽي جو قسم.

آڪاج: (پرا. آڪاج. سن. آڪاريه. آ=نه+ڪاريه = ڪم)، نڪمو، ناڪام.

آڪارڻ: (سن. آتڪرشڻ. آت=مٿي+ڪرش = ڇڪڻ)، ٻاهر ڪيڻ، ٻار پهچائڻ.

آڪت: (سن. آڪت. آ = نہ + ڪت=چوڻ)، بي شمار، بي انداز، بي انت.

آڪرترڪ:(سن. آڪر ترڪ. آ + ڪر = ڪرڻ)، نہ ڪم ڪندڙ، فعل جو قسم.

آڪرڪرهو: (ع. عقرقرها. سن. آڪرڪرڀ)، دوا جو ٻوٽو.

آڪنڊ: (پرا. آڪنٽ. سن. آٽڪنٽ. آت.=مٿي+ڪنٽ=ڪچي. سڪ ڪان ڳاٽ اوچو ڪبو آهي)، سڪ، اڪير.

آڪير: (پرا. آڪليا. سن. آٽڪلڪا)، سڪ، آڪنڊ.

آڪيلو: (سن. ايڪ. ه. لا (پچاڙي)، نرالو، هڪ ڄڻو، ڇڙو.

آک: (پرا. آک. سن. آڪش)، چشم.

آڪٽ: (گ. آڪٽ. سن. آڪنٽ. آ=نہ+ڪنٽ=ٻس ڪرڻ)، بيشمار، بي انت.

آڪر: (پرا. آڪر. سن. آڪشر. آ+نہ+ڪشر=ناس ٿيڻ)، حرف.

آڪرو: (سن. آ=نہ+ه. ڪرا. سن. ڪر=صاف، سچو)، ڪوڙو، ڪوٽو.

آڪروٽ: (گ. آڪروٽ. پرا. آڪوڊ. سن. آڪشوٽ)، سڪي ميوي جو قسم.

آڪري: (پرا. اوڪل. سن. اوڪل)، ٺڪر جو وڏو چوٽو يا وڏي ڪونڊي، جنهن ۾ ساريون ڇڙجن.

آڪڙڻ: (سن. آٽڪدن. آٽ=مٿي+ڪد=پچڻ)، آلڙڻ، آڪلڻ.

آڪنڊ: (سن. آڪنڊ. آ=نہ+ڪنڊ=ٺڪرو، ٻاڱو)، سچو.

آکو: (سن. آکشت. آ = نہ + کشت = چڙيل. سڄا چانور)، ٻوڇا جي خيال کان درياءَ ۾ آن وجهڻ.

آکيلڻ: (سن. آتکلن. آت = مٿي + کل = اڇلڻ)، کولڻ.

آگاڏ: (پرا. آگاهہ. سن، آگاڌ. آ = نہ + گاڌ = ترو، جاءِ)، اپار، اٿاهہ، اونهو.

آگت: (سن. آگت. آ = نہ + گت = چال)، خراب چال وارو، پاپي.

آگر: (ف. آگر. سن. آگر)، اگربتي.

آگرو: (پرا. آگّ. سن. آگر)، تکو، خوفناک، ناپسند.

آگلو: (پرا. آگّ. سن. آگر = اڳيان + لا (پڇاڙي) هيلو، گندو.

آگم: (سن. آکم. آ = نہ + کم = وڃڻ. جنهن ۾ (جسماني اکين سان) وڃي نہ سگهجي)، سخت، کٺن.

آگمڻ: (سن. آدگمن. آد = مٿي + گم = هلڻ، وڃڻ)؛ ايرڻ، ظاهر ٿيڻ، ڏسڻ ۾ اچڻ.

آگم رپ نہ آگمي، کنکن اچي نہ کوءِ. (جلال)

آگن: (پرا. آنگڻ. سن. آگن)، آگ، باهہ.

جلوو جوڙ جبين، آگن ناهي اهڙو. (سائينداد)

آگوچر: (سن. آگوچر. آ = نہ + گوچر = حواسن جي سامهون)، جو ڏسڻ ۾ نہ اچي.

آگيان: (سن. آڄيان. آ = نہ + ڄيان = ڄاڻ)، جهالت، اڻڄاڻائي.

**آڳاڙڻ:** (سن. آدگرهڻ. آدْ=مٿي+گرْ=وٺڻ)، **وصول ڪرڻ.**

**آڳرائي:** (پرا. اگ. سن. آگْر + "ئي" پچاڙي)، **چڙهتي،** گستاخي، ظلم.

**آڳلو:** (سن. آگْريه)، **اڳيون، پهريون.**

**آڳواڙو:** (سن. آگْروات)، آڳر، گهر **جو اڳيون حصو.**

**اڳواڻ:** (سن. آگْر گامي. آگر = اڳيان + گامي = **هلندڙ**)، مهندار، رهبر.

**آگهه:** (پرا. آگهه. سن. آرْگهه)، **بها ملهه،** نرخ.

**آگهاڙڻ:** (سن. آدْگهاٽن. آتْ: آدْ = جدا + گهٽْ = **ملائڻ**)، ننگو ڪرڻ، ظاهر ڪرڻ يا ڪرڻ.

**آگهائي:** (سن. آشڪتي. آ=نه+شڪتي=سگهه)، **ڪمزوري،** بيماري.

آگهي آگهائي، رنج ٻريان ڪي رسيو. (شاهه)

**آگهٽ:** (سن. آگهٽ=کولڻ)، اوگهڙ، پڌرائي، نرواري.

**آگهڻ:** (سن. آرْگهيه. آرگهه=اگهه)، ملهه ڪرڻ اگهه پائڻ، قبول پوڻ.

**آگهڻ:** (سن. آدْگهرشڻ. آدْ = مٿي + گهرشڻ = گسڻ)، صاف ڪرڻ.

آگھورُ: (سن. آگھورَ. آ=نہ+گھورُ=خوفناڪ، ڊيڄاريندڙ. جنھن ڪان وڌيڪ ٻيو ڪو ڊيڄاريندڙ يا خوفناڪ نہ ھجي)، ڀيانڪ، خطرناڪ، خوفناڪ، گھِري ننڊ.

١- گھُورِيندي گھورِيئا، آگھورُ گھوريائون،
مَيڪَرُ مـاريـائـون، مَلاحَن مَنھن سَنَرا. (شاھ)
٢- اگھوري عـشـق جـا، اوتيون صرايون،
پيالا ڀـت ٻيو، چـاڙھـيـن ڏـا دَنـگ. (گل)

آڱارو: (پرا. آنگارِگ: آنـگارَ يہ. سـن. آنـگارَڪَ)، منگل جو ڏينھن.

آڱَرُ: (پرا. آنـگارَ. سن. آنـگارَ)، ڪوئلو.

آڱَڻُ: (پرا. آنـگَڻَ. سن. انـگَنَ. آگْ=وڃڻ)، اڱڻ، صحن.

آلَ: (سن. آلِ)، ٻچو، پونر، آڏي، بنياد، نسل.

آلاوَڻُ: (سرا. آلاوَڻ. سن. آلاپَنَ)، ڳالھائڻ، الائڻ.

آلبيلو: (ڏسو "اربيلو".

آلَيُ: (سن. الَـپْـيَـہ. آ=نہ+لَپْ=لپڻ،)اڻ لپ، ڏَر لپ.

آلتا: (اپ. آلَتا. پرا. آلـت. سـن. الَـڪْتَڪَ)، ڳاڙھو يـا لاک جو رنگ، جو عورتون سينگار وقت (ڪپهہ سان) پيرن کي لائين.

آلَٽ پلَٽ : (هيم. آلٽ پلٽ)، ڏانوانڊول، هيٺ مٿي.

آلٽڻ : (سن. آلوٽن)، اونڌو ٿيڻ.

آلجهڻ : (سن. آورنڌن آو= هيٺ، پري + رڌ = روڪڻ)، لنجهڻ، ترددُ، چڪر، چنتا.

آلرڻ : (سن. آلـلن، ڪرَ ڪٽڻ، هيٺ مٿي ٿيڻ.

آلڙ : (سن. آلَ= گهڻو+ للَ=چاهه)، منَ موجي، بيپرواهه، اناڙي.

اِلسي : (پرا. آيسي. سن. آتسي)، ٻوٽي جو قسم.

آلڪو : (سن. آنڪ. آڌ = مٿي + ڪَ(ڪم)= خواهش ڪرڻ)، فڪر، انتظار.

آلـک : (سن. آلڪشيہ. آ= نہ + لڪش = لـک، خبر. جو جسماڻي (اکين سان) ڏسي نہ سگهجي)، خدا.

آڻي پهر آندر م، لـکن لـک آلـک. (سچل)

آلـگ : (سن. آ = نہ + لـگ = لـگڻ. جو ڪنهن سان نہ لـگي)، نيارو، علحدو، جدا، پري.

اِلماڙي : (پور. آلماريو)، ڪٻٽ جو قسم.

آلڻ : (سن. اهلپن. آپ= نہ + لپن= چوڻ، ٻولڻ)، سچي نہ ڪرڻ، لڪائڻ، ڳجهو ڪرڻ.

آيل ! ڪريان ڪيئن؟ منهنجو نينهن اِهليو نہ رهي. (شاهه)

آلو: (پرا. آلوءِ. سن. آلوڪ) آلو ڪي.

آلو: (گ. آلو. هيم. آلودو. سن. آرودِ)، بيوقوف، ڄاڳل.

آلوپ: (سن. آ = چئني طرفن کان + لوپ = لڪي وڃڻ)، گم، لڪل.

آلوڙڻ: (سن، آلولن. آتْ = متي + لولن = لوڏڻ)، آکوڙڻ، لوڏڻ.

وَرُ وِڏائين ونجهه کي، آلوڙڻ نه ڏِئي. (شاه)

آلوٽو: (سن. آلوٺ. آ=نه+لوٺ=لُوٺ)، ڦڪو، بي مزي.

آليهر: (سن، اِليڪ = خرابي + هَر = ڪٽندڙ)، نانگ.

آما: (ع. اَم. آما. سن. آنبا)، ماءُ.

آماٺو: (پرا. آماٺ. سن، آنماٺ)، چريو، گمراهه، غافل.

آماڙي: (سن. آلمڪ)، چوچڙي، پريل ڪاٺي.

آماس: (سن. آماوسيا. آما = گڏ: ساڻ = وَسْ = رهڻ. سچ

۽ چنڊ جو گڏ رهڻ)، اونداهي پَک جي پند رهين تاريخ، اها تاريخ، جنهن ۾ چنڊ ڏسڻ ۾ نه اچي.

آمانو: (سن. آمان. آ=نه + مان = عزت)، بي مانو، بي عزت.

آمبر: (سن. آمبر) آسمان. ”ڏسو انبر.“

آسِبرتَ : (سن. آمرتَ. آ = نہ + مرتَ = مئل)، آب حيات، آمرت.

آمَر : (پرا. آمَر. سن. آمَر. آ = نہ + مر = مرڻ)، لازوال، آبدي، دائمي.

آمکو : (سن. آمکو. آدس = هُو، آهو)، فلاڻو، هي، هو.

آمَل : (پرا. آمولَ. سن. آمولّيہ. آ = نہ + مولّيہ = ملھ)، املھ، لاثاني.

آملھہ : (ڏسو "آمَل".

آمنگ : (سن. آمنگ. آدْ = مٿي + منگ = هلڻ)، دل جي اچل، جذبو.

آميِري : (سن. آتميل. آتْ = مٿي + مِل = ملڻ)، ڳنڍ، پيچ، محبت.

آميو : (سن. آمِت. آ = نہ + مِتَ = ماپيل)، اڻ ميو، اٿاهہ.

آنَ : (سن. آنّ. آدْ = کائڻ)، اناج.

آنّ : (گ. آنَ. پرا. آنّ. سن. آورْڻَ). رڍن جا وار.

آناتَ : (سن. آناتَ. آ = نہ + ناتَ = مالڪ)، بي مالڪ، بيواهو.

آناجَ : (سن. آنّ + جَ)، ڏسو "انّ".

آناڙي : (گ. آناڙي. سن. آنارْيہ. آنْ = نہ + آرْيہ = شريف)، جھنگلي، جاهل

آنبَ : (ف . آنبہ . گ . آنبو . ڏ ن . آنبو . پرا . آنبَ . سن . آمْرَ)، ميوي جو قسم

آنَبَرَ : (پرا . آنبَرَ . سن . آنَبَرَ) . آسمان، اڪاس، اڀ، ڏسو ”امبر“.

آنْيَسَي : (سن . آنيَوَ . آنْ = پوء + يوَ = همڻ )، گيان، علم، ڄاڻ .

آنْيَسَي جوت آندر ۾، سَتَھ سَڌ پري . (سامي)

آنتَ : (پرا . آنتَ . سن . آنْتَ)، حد، ڇيڙو .

آنْتراراشٽرِيَ :(سن . آنْتر راشٽرِيہ)، بين الاقوامي، قومن جي منڊل .

آنْتَرَيامِي : (سن . آنتر يامِي . آنْتَرْ = اندر + يامِي=ڄاڻندڙ)، من جي بات سمجھڻ وارو.

آنَجَمْن : (ف . آنجم = ستارا + ”ن“ نسبت جو . قسمين قسمين ستارن (ماڻھن) جي گڏ ٿيڻ جي جاء)، مجلس.

آنجَنَ : (سن . آنجَنَ)، سرمو، ڪجل .

آنجيرَ : (ف . آنجير . سن . آنجير)، ميوي جو قسم .

آنْچَرَ : (پرا . آنَچَلَ . سن . آنچَلَ)؛ دامن، پلاند، ڪپڙي جو ٽڪر.

تَپ گيرِي پيش پو، آنچَرَ وَٺي ڪر آهَ . (جلال)

آنچَر: (سن. اِنچَر)، عادت، لڇڻ، گڻ.

اِنَد: (سن. اِنَد)، چنڊ.

اِندر: (ف. اِندر. پرا. اِنتَر. سن. آنتَر)، ۾، منجهه.

اِندرجالَ: (اِندرَ = ديوتائن جو راجا + جالَ = ڄاري)، جادو.

اِندري: (پرا. اِندِيه. سن. اِندرِيَه. اِندرَ = ديوتائن جو راجا)، حواس.

اِنڌَ ڌنڌَ: (هه. آنڌا = ڌنڌ. سن. آنڌَ = انڌو = ڌومر = غبار)، ظلم، گربڙ.

آنڌو: (پرا. آنڌَ. سن. آنڌَ)، اکين کان سڄو، اکين کان جڏو، نابين.

آنڌي: (سن. آنتَ)، ڇيڙو، ڪنارو، حد.

اِنڌيرَ: (گ. آنڌيرَ. سن. آنڌَڪارَ)، آنڌيرو، ڪنڌيارو، انڌ ڌنڌ.

آنڌيرو: (پرا. آنڌيارَ. سن. آنڌڪارَ)، اونداهي.

اِندلَٺ: (سن. اِندرَ + ڌَنش = ڪمان). وساورڻي، آسمان ۾ ستن رنگن جو پٽو، جو مينهن بعد ڏسڻ ۾ ايندو آهي.

جڏهن آيَ اندلٺ آيري، تنهن کان پيرَ وڏ ويرونَ. (وسند)

آنُراڳ: (پرا. آڻراڳ. سن. آنراگ)، پيار، محبت.

آنُسَ: (پرا. آنس. سن. آنشُ)، حصو، ڀاڱو.

آنسرو: (سن. آنسرڻَ = ھويان ھلڻ)، ھويان ھلندڙ، پوئلڳ، مُٺ ماريندڙ.

گورَب وِجهندي گوندَ، ڪريا ڪيس ڪلاهَ تان،
آل اليھر انسرا، عينَ تہ نرگس نوندَ. (جلال)

آنگَ: (سن. آنڪ. آنڪ = نشان ڪرڻ، ڳڻڻ)، نشان، عدد، قسمت، بدن، سرير.

آنگرکو: (گ. آنگرکو. سن. آنگ رڪشڪ. آنگ = بدن + رڪشڪ = بچائيندڙ. رڪشا = سنڀال)، ڪڙتي جو قسم.

آنگوچو: (گ. آنگوچو. سن. آنگ = بدن + آڃ = پڌڻ)، پوتڙي يا گوڏ جو قسم، ٻوچو.

آنگورَ: (پرا. آنڪر. سن. آنڪرَ) گونچ، مور، گوشَ.

آنگِي: (پرا. آنگيا. سن. آنگڪا. آنگ = بدن)، عورتن جي چولي.

آنگيڪارَ: (پرا. آنگيڪر. سن. آنگيڪار. آنگ = قبول + ڪر = ڪرڻ)، قبوليت، فرمانبرداري.

آنگهہ : (سن. آنڪ)، ڇهنب، لوڪ، ڇير، وَڍ.

آنمولَ : (سن. آ = نہ + هہ. مولَ. <سن. مولیہ = ملهہ)، قيمتي، املهہ.

آنوسار : (سن. آنوسارَ. آنَ = پويان + سَرْ + وڃڻ )، موافق، مطابق.

آنوکو : (سن. آنْ = نہ + ايڪش = ڏسڻ. جنهن جهڙو ٻيو نہ ڏسجي)، نرالو، عجيب، نادر، ناياب.

آنومانَ : (پرا. آڻمان. سن. آنمانَ. آنَ = پٺيان + ما = ماپڻ )، اندازو، گمان.

آنياءُ : (سن. آنيايہ. آ = نہ + نيايَ = انصاف)، ظلم، انڌير.

آنيڪ : (پرا. آڻيڪ. سن. آنيڪ. آنْ = نہ + ايڪَ = هڪ)، گهڻا، بي انت.

آڻَ : (ک. آوڻ. سن. آوڻَ = گهٽ)، گهٽ، ڪم.

آڻاسو : (سن. آناسڪ. آ = نہ + ناسا = نڪ. نڪ ڪانسواءِ)، بي شرم.

آڻاسِي : (سن. آناشيتِ. آ ونا = گهٽ. آشيتِ = آسي )، ستر ۽ نو.

آڻبنِتِ : (سن. آنْ = نہ + بناوَ = ميل)، اڻ ٺاهہ، وکوڙ، ڦوٽ.

اَٺيهَ : (سن. ايڪونَترِشَتْ. ايَڪ = هڪ + آنْ = گهٽ + ترِنشَتْ=ٽيهه)، اٺاويهه ۾ هڪ.

اَڻَڳَڻيو : (سن. آنْ = نه + گَڻَيَ=ڳڻو)، بيشمار.

آڻَڻ : (سن. آويہ)، ٺاهڻ، تيار ڪرڻ.

آٺو : (سن. آٺَ)، ذرو.

اُڻونجاهَ : (سن. ايڪونَپنچاشَتِ. ايڪ =آن + پنچاشَتْ= پنجاهه)، چاليهه ۾ نو.

اڻويهَ : (سن. ايَڪونَونشتِ. ايَڪ = آنَ + وِنشتِ = ويهه)، ارڙهن ۾ هڪ.

اُڻهتَرِ : (سن. ايڪرنشَشْتِ)، سٺ ۾ نو.

اُڻهَٺ : (سن. ايڪونَشَشْتِ)، پنجاهه ۾ نو.

آڻِي : (سن. آڻِي = اڳيون حصو)، نوڪ، چهنب (ڪنهن به تيز اوزار جي).

اُڻيتاليهَ : (سن. ايڪونَچَتْوارِنشَتْ = ايَڪ + آنَ + چَتْوارِنشَتْ = چاليهه)، ٽيهه ۾ نو.

آوائي : (سن. آوارتا. آ = نه + وارتا= وائي)، خراب وائي، توائي، بي فائدو.

اوبارَڻ : (سن. اَڌوارڻ)، ڪاٺي بچائڻ.

اوپارڻ : (سن. آڌ والنَ. آڌ = مٿي + ولنَ = وڃڻ)، ٿهڪائڻ.

اوپارو : (پرا. آپ. سن. آورڌويَ = اپو ٿيڻ)، وهڪري جي ابتڙ.

اوپالو : (سن. آپالنپ. آپَ = ويجهو + آ = تائين + لپ = اچڻ)، نندا، شڪايت، ڏوراهو، مهڻو، شعلو.

آوتار : (پرا. آوپار. سن. آوتار. آوَ = هيٺ + تر = پار وڃڻ. هيٺ زمين تي ڪنهن ديوتا جو اچڻ)، سروپ.

اوتارو : (سن. آوترڻ = هيٺ لهڻ، منزل ڪرڻ)، ٽڪاڻو، جاء، مڪان.

آوتڙ : (سن. آوتٽ. آوَ = خراب، بري + تٽ = ڪنار)، اٽائو گهيڙ.

اوتڻ : (گ. اوتڻي. م. اوتڻي. سن. آ = گهڻو + آوتَ = آٿيل)، پلٽڻ، پائڻ، وجهڻ.

اوٽ : (سن. آت=ڪک پن)، آڙ، روڪ.

اوپرو : (سن. آپل)، پيو، ڌاريو، اجنبي.

اوهل : (سن. آهل)، رتن، قيمتي پٿر.

اوجاڳو : (گ. اجاگرو. هيم. اجگر. سن. اجاگر. آد = مٿي

+ جاڳر = جاڳڻ)، بي خوابي.

اوجهري: (گ. اوجهري. هہ. اوجهل. سن. اُدَر)، پول.

اوجهڙ: (پرا. اورجهن. سن. اورنڌن)، اُڙ، ايڪانت، اٿائو هنڌ.

اچيت: (سن. آ = نہ + هہ. چيت. <سن. چيتس=چت)، بي سڌ، بي خبر.

اوچو: (سن. اُچ)، ڏکيو، لنبو، عمدو، خاص.

اوچي نيچي: (پرا. اچاويہ. سن. اچا وچ). هيٺاهين مٿاهين.

سائر ڏيئي لت، اوچي نيچي پوڙي،

هيڪائين هيڪ ٿيو، ويئي سڀ جهت. (قاضي قاضن)

اوچڻ: (گ. اوچاڙ. هيم. اواچ. سن. اوچد)، پهرڻ جو ڪپڙو، پناهہ، ڍڪ.

اوچو: (سن. تچ)، خسيس، نيچ، ڪميڻو، هنر.

مٽر ماروئڙن تان، ڪنهن اوچي ڳالهہ آتاء. (امام بخش)

اوديا: (سن. اوديا=آ=نہ+وديا=علم)، جهالت، اڻڄاڻائي.

اوديا پٽ لاهي، ساڪي ڏسي ڪين ڪي. (سامي)

اوڌر: (سن. اڌار. اڌ=مٿي+ڌر=جهلڻ، ڪٽڻ، قرض.

اوڏڻ: (گ. اوڏون. هيم. اڍيہ. ڏن. اوڍيہ. سن.

سن. آد وِدَن. اودَ = پاتَل. ٢- سن. آهو يشتَن)، پائڻ، پهرڻ، ڪپڙا ڍڪڻ.

اوراڻ: (سن. آورَڻ)، ڍڪڻ، لڪائڻ، بند ڪرڻ.

اورارو: (سن. آوار)، درياءَ جي اورين پر، هي پاسو.

اورانگهڻ: (سن. آلنگهن. آد = متي + لنگهہ = پار پوڻ). متان وچڻ، لتاڙڻ، انحرافي ڪرڻ.

اورانهون: (سن. آوار = اورين پر)، اورين، ويجهو، نزديڪ.

اوراٽو: (سن. آورتن = ڌرائڻ)، اولاٽو، لولي.

اورڪڻ: (سن. آولڪشن)، نهارڻ، ڪولڻ.

اوڙاهہ: (سن. آدَد)، اونهو سمنڊ، سمنڊ ڪن.

اوڙڪ: (سن. آدَرڪ)، آخر، نيٺ، پڇاڙي.

آوس: (سن. آوش. آ = نہ + وَش = وس)، بي وس، لاچار.

اوس: (گ. اوس. هـير. اوسا. سن. آوشياي)، ماڪ، ماٽ، نيڙ، تڌ.

آوستا: (سن. آوستا)، عمر، حالت. هندن جي عقيدي موجب چار اوستائون آهن: ١- جاگرت ٢- سوپن ٣. سشپت ٤- تريا.

اوسهہ: (سن. آشيہ)، ڪڌ، اوجهڙ، اوچتو خيال، فال، نصيب، انتظار.

اوسيڙو: (سن. آوَسَر)، انتظار، ڳنڌي.

اوڪَڻ: (سن. اُدِ گلنَ. اُد = مٿي + ڳِري = ڪولڻ)، اُٿي ڪرڻ، قي ڪرڻ.

اوڪَد: (سن. اوشَدَ. اوشَ = گرمي + ڌا = رکڻ)، دوا، ٻج جو قسم.

اوڪَر: (سن. آمڪَ. آ = نہ + مڪ)، ڏکيو.

اوکا اوڪَر لڪيون، ڪَپر ڪَرڙا ڪوهَ. (حمل).

اوڳارڻ: (پرا. اُڳارَڻَ. سن. اُد گارَڻَ. اُدْ = مٿي + ڳَري = ڪولڻ، ٻاهر ڪرڻ)، پيٽ مان (جانورن جي حالت ۾) ڪڍي، چٻاڙڻ.

اوڳرائي: (پرا. اُڳالَ. سن. اُدْگارَ)، ڏڪار.

آوڳڻ: (سن. آوگُڻَ. آوَ = سواءِ + گُڻَ = خوبي)، عيب، برائي.

اولانيو: (سن. اَپالَنبَ. اَپَ = ويجهو + آ = تائين + لَمبِ = ملڻ)، مهٽو، داب دڙڪو. ڏسو "اوپالو".

اولڙو: (هير. اوَآولو. سن. بالا پَتَ. سج ايرئي جي صاف روشني: هير. آهرِيڻو. سن. وڇاڍ = جهڪو)، پاڇو، عڪس.

اولڻ: (پرا. اولَڻَ. سن. آوَرَڻَ)، ڍڪڻ، پناهه ۾ آڻڻ.

اولو : (سن. آرِتر)، ڳَنَ، سڪاڻ.

آنائڻ : (سن. آنيَنَ=مٿي ڪرڻ)، اگهائڻ، قبول ڪرڻ.

آونڌهِ : (پرا. آنڌياڻ. سن. آنڌڪارُ)، اونداهه، ڪاري رات.

آنڌو : (سن. آڌومڪَ. آڌسْ=هيٺ+مُکَ=منهن)، آنڌو، آبتو، ڪنڌ هيٺ.

آونگهه : (سن. آوانچ. آوَ=هيٺ + آنچَ =نوڙڻ، هيٺ ڪنڌ ڪرڻ)، غنودي، ننڊ جي ٻنڪي يا غلبو.

اونو : (سن. آنمنس)، خيال انتظار، فڪر.

آونهارو : (سن. آشنَ = گرم+ڪالَ=وقت)، گرميءَ جي مند.

آوٽو : (سن. آونَ. آونْ=گهٽ ٿيڻ)، گهٽ، خالي.

اوهه : (سن. آوَڌسْ)، ڏڻ، ڇاتي.

اوهڙڻ : (سن. آپسرڻَ. آپَ = پري + سَرڻَ = وڃڻ)، هڪلڻ، ڪاهڻ.

اوهو : (سن. آهو)، هو هو، اي هي، عجب جو آواز.

آويرو : (سن. آويلا. آ=نه + ويلا = وقت)، اويلو، بي مهلو، ڪمهلو.

اويسارَ : (سن. آوِسرِمَ. آ=نه+وِ=گهٽو+سْمْرْ=ياد ڪرڻ)، نه وسرندڙ، ياد.

آويلو : (ڏسو "اويرو".

اويلو مهمان، ٻڌائي ٻاڻ.

آهِ : (پرا. آهِ. سن. آهِ)، نانگ.

آهِ ڪارو، آودي تکي، تہ ڪو موء مثال. (سليمان)

آهڃاڻ : (سن. آپجڃانَ. آپِ = چوڌاري، گهڻو + ڃانَ = ڄاڻ)، نشان، پتو، ڏس.

آهس : (پرا. اوءِ. سن. اوجس)، پرڪاش، روشني، جوت.

آهڪ : (سن. آسڪ. آ = نہ + سڪ = سهنج)، اهنج، ڏک.

آهنج : (سن. آسهہ. آ = نہ + سهہ = سهڻ)، ڏک، سور.

آهنر : (سن. آهن = ڏينهن + نر = مرد يا جوڌو)، ماڻهو، جو گهوٽ جي سنڀال لاءِ ساڻس گهمي، گويا پهريدار.

آهنسا : (سن. آهنسا. آ = نہ + هنسا. هِنس = مارڻ)، ڪنهن بہ ساهواري شي کي نہ مارڻ.

آهنڪار: (سن. آهنڪار. آهم = مان + ڪر = ڪرڻ. مان مان ڪرڻ)، هٺ، غرور.

آهو: (پرا. آس. سن. اِش)، تير، گز.

آهو بہ ويو، سهو بہ ويو. (پهاڪو)

آيٽ : (پرا. آرهٽ. سن. آرگهٽ)، ارٽ، چرخو.

ايرَ: (سن. هيرڪ)، خبر آڻيندڙ، خابرو.

اِيرڪا: (سن. اِيرشا. اِيرشيہ = ريس ڪرڻ)، ريس.

ايرنڊي : (گ. ايرنڊو. سن. ايرنڊ)، هيرڻ جو تيل.

ايشور : (سن. ايشور. ايش = حڪم هلائڻ + ور = اعليٰ، اتم)، پرميشور، مالڪ.

ايڪاسي : (گ. ايڪاسي. پرا. ايڪاس. سن. ايڪاشيت)، اسي ۽ هڪ.

ايڪانت : (پرا. ايڪنت. سن. ايڪانت. ايڪ. = هڪ + آنت = پڇڙ)، اڪيلائي، تنهائي.

ايڪانوي : (سن. ايڪانوت)، نوي ۽ هڪ.

ايڪتا : (سن. ايڪتا)، ميل، ٻڌي، برابري.

ايڪٽيهه : (پرا. ايڪتيس. سن. ايڪترنشت)، ٽيهه ۽ هڪ.

ايڪو : (سن. ايڪ = هڪ)، ايڪتا، ميلاپ، ٻڌي.

ايڪونجاهه : (گ. ايڪاون. پرا. ايڪاون. سن. ايڪپنچاشت)، پنجاهه ۽ هڪ.

ايڪهتر : (گ. ايڪوتير. سن. ايڪسپتت)، ستر ۽ هڪ.

ايڪهٺ : (گ. ايڪسٺ. سن. ايڪششٽ)، سٺ ۽ هڪ.

ايڪيتاليهه : (سن. ايڪچتوارنشت)، چاليهه ۽ هڪ.

ايڪيهه : (سن. ايڪونشت)، ويهه ۽ هڪ.

ايلاچِي: (سن. ايلا + ف. "چه" اسم تصغير جي نشاني)، ننڍا ڦوٽا.

ايلاڙ: (ع. علاج)، منت، منتون ميڙون، نيزاري.

## ب

بابو: (ف. بابا)، ابّا، ابو.

باتِ: (سن. وارتا. وِرتِ=ڳالهائڻ)، ڳالهه ڪٿا، ٻولي.

باتِ چيت: (سن. وارتا+چِنتَنَ =غور، ويچار)، ڳالهه ٻولهه، حال احوال.

باجو: (سن. واديه. وَدِ=آواز ڪرڻ)، ساز جو قسم.

بادِشاهَ: (ف. پاد = تخت. < پات نگهباني + شاه = ڏني)، حاڪم.

بادَلَ: (هه. بادَر. سن. وارِد. وارِ= پاڻي + دا=ڏيڻ. پاڻي ڏيڻ وارو)، ڪڪر، گهٽا، ميگهه.

بارَ: (ف. بار. سن. ڀار. ڀرِ=ڀرڻ: جهلڻ)، وزن، تور.

باروت: (ت. بارود)، دارو، گندرف وغيره مان ٺهيل مصالح.

بازَ: (ف. باز. سن. واجَ)، شڪاري پکيءَ جو قسم.

بازارِ: (ف. آبا = شَرووَ + زار=جاءِ. اها جاءِ جتي شَروو ۽ پيون خوراڪي شيون وڪامن)، وکري جي جاءِ.

بازِيگَرُ: (ف. بازي = راند. بازيدن = کيڏڻ + "گر" اسم فاعل جي نشاني)، رانديگر، بازي وجهندڙ، هڪ ذات.

باسَ: (سن. واسَ)، خوشبوء.

باسَڻَ: (سن. واسَن)، ٿانءُ، ڀانڊا.

باسَڻَ: (پرا. ڀاسڻ. سن. ڀاشَڻَ. ڀاش = چمڪڻ)، قبول ڪرڻ، باس باسڻ.

بافتو: (ف. بافتہ)، ڪپڙي جو قسم.

باڪِري: (ع. بقّال)، سبزي فروش.

باکَ: (سن. ڀاش. ڀا = چمڪڻ)، روشني، جا سج اڀرڻ کان اڳ ٿئي.

بالَمَ: (سن. وَلَڀ)، پيارو، مڙس، سوامي.

بامَ: (سن. واما)، عورت.

بانَ: (گ. وانَ. وَرْڻَ)، رنگ.

بانَ: (سن. باڻَ)، تير.

باندَرُ: (سن. وانَرَ. وانَ = وڻ جو ڦل + را = وٺڻ)، ڀولڙي جي ذات جو جانور.

باندِي: (ف. بَندَہ. سن بَندِي)، قيدي.

بانس: (سن. ونش)، بالس ڪاٺ جو قسم، جو وچ ۾ سان پورو ٿئي ٿو.

بانڪ: (سن. ورڪ)، سينگاريل، سھڻو.

بانڪ بدن برق جو بھتر، ڏر اندر ڏچن ڏھاني. (جلال)

بانڪو: (سن. ونڪ)، بھادر، سورمو، وير.

باھ: (سن. ونھ)، آگ.

باٺلو: (پرا. باٺل. سن. واتل=جنھن تي ھوا جو اثر ٿيو ھجي)، ٻاگل، چريو، سورک.

باٺو: (م. باٺو)، ٻار کي ڏيڇارڻ جو لفظ.

ٻٻر: (ف. ٻبر. پرا. ٻبر. سن. ٻربر=ملڪ جو نالو)، ٻربري ملڪ جو شينھن، شير.

ٻتائڻ: (ھ. ٻتانا = بات + نا، سن. وارتا + ھ "نا" پچاڙي. ٢- ودن. ود = ڳالھائڻ)، سلھ. ٻڌائڻ.

ٻتي: (گ. ٻتي. پرا. ٻت. سن. ورت)، چراغ، شمع.

ٻٽي: (پرا. پٽي. سن. پستري)، تيرن رکڻ جي ڪوٺري.

ٻٽي: سن. ونڌ=ونڍڻ)، آن جي ورچ.

ٻٽو: (ڏسو "ٻٽي". سرن پچائڻ جي جاء.

ٻٽي: (گ. ڀٽي. سن. ڀراشٽر)، شراب چڪائڻ جي جڳھ، ڏوبين جي ٻٽي يا وڏو چلھو.

ٻـڻـي : (سن. آوَني = ڪڏ، چر)، ٿبر.

بجاجي : (ع. بزاز. بز = ڪپڙو)، ڪاپڙي، ڪپڙي فروش.

ٻـجڪو : (ت. بـقـچـه)، هڙ، ٻـڌي، گودڙي.

ٻـجـلـي : (سن. وِدْيُتْ. وِ = گهڻو + دْيُتْ = چـمـڪـڻ)، وڄ، کنوڻ.

ٻجو : (سن. ٻجا)، ٻوندو.

ٻـچـڻ : (سن. ونـچـن = نه حاصل ڪرڻ. ڪنهن به تڪليف کان ٻري ٿي وڃڻ)، ڇٽڻ، ڇوٽڪارو.

ٻـخرو : (ف. بَـهْـرَه)، حصو، ڀاڱو، فائدو.

سَروقد ميڏي دلبر دا، جو حسن نڪا تلوار ڪنون،
بخت وَندان نون بخرا مليا، صورت دي سَردار ڪنون.
(پيڙو)

ٻـخـمـل : (ع. مَخْمل)، ريشمي ڪپڙي جو قسم.

ٻِـدا : (وِداع. سن. وِداي)، معاف.

پيڙيون ليئي ٻار، توتان ٻـنـڌ ٻِدا ٿيو. (شاه)

ٻـڌڪ : (ف. بَـتـڪ. سن. وَرتـڪ)، هنجهه جـي ذات جو هڪي.

ٻـڍو : (سن. ٻادر)، هندن جي هڪ مهني جو نالو.

بِراجمانَ: (سن. وِراجمانَ. وِ = گهڻو = راجْ = چمڪڻ)، رونق افروز، جلو يدار.

بَراڙ: (سن. وَرِپاتِرا. وَرَ = گهوٽ: مڙس + پاتْرا = وجھ)، ڇيج.

بَرْبُلُو: (ف. بُلْبُل)، پوري، بلبل.

بَرْتَنَ: (سن. وَرْتَنَ)، بامڻ، ٿانءُ.

بَرْخوردار: (ف. بِرخورد = ميوو يا ڦر کائڻ = "آر" نسبت جي نشاني. ٢- بر = ميوو + خور. خوردن = کائڻ + دار = وڻ. ڦر کائڻ جو وڻ. اهو لفظ پُٽ لاءِ آهي، ڇو ته پُٽ به پيءُ لاءِ گويا اميد جو وڻ آهي). پٽ، فرزند.

بَرْسات: (سن. وَرْشا. وْرْش = وسڻ: پيدا ڪرڻ)، مينهن.

بَرْسَڻَ: (سن. وَرْشَڻَ)، وسڻ، تيار ٿيڻ.

بِرو: (سن. وِرُوپ. وِ = خراب + رُوپ = ڍول، شڪل)، خراب، بچڙو.

بِرهَ: (سن. وِرَهَ. وِ = گهڻو + رَهَ = ڇڏڻ)، جدائي، فراق.

بِرهمڻ: (سن. بْراهمڻ. بْرَهْم = خدا صاحب)، هندن جي ڇئن ذاتين مان اتم ذات. هندن جون چار ذاتيون: ١- برهمڻ ٢- ڪْتري ٣- وَيش ٤- شودر.

بَرَهمَچارِي : (سن. برهمچاري. برهمَ = ويد : ڀڳوان + چَرَ = چلڻ. "ويد" يا "ڀڳوان" سکڻ يا هٿ ڪرڻ لاءِ ڦرڻ. هندن جي عقيدي موجب ٻهريون ڏاڪو، جنهن ۾ انسان کي ٢٥ سال علم ۾ گذارڻا آهن ۽ شادي ڪرڻي نہ آهي)، وديار ٿي، شاگرد، چڙو.

بَڙَ : (سن. وَٽَ)، وڻ جو قسم.

بَڙبَڙَ : (پرا. ٻبڊ ٻبڊ. سن. وَرُوَرَتا)، بَڪ بَڪ، بيهودگي، بڪوات.

بَڙڇي : (سن. برشچَن)، نيزو، ڀالو.

بُڙَڪَڻَ : (سن. بڊبڊ = بڙبڙ ڪرڻ)، ڦلهڙو ٿي ڦسڻ، آواز ڪرڻ، خراب ٿيڻ.

بُسْتانَ : (ع. <ف. بوستان. بو + بانس، مهڪ + ستان = جاءِ)، ڦلواڙي، باغ.

بِسترو : (ف. بستر. سن. وِستر)، هنڌ، وڇاڻو.

بَستي : (سن. وَستِ. وَس = وسائڻ، رهڻ)، آبادي، جڳهه.

بِسرامَ : (سن. وِشرام. و = لہ + شْرمَ = ٿڪڻ)، آرام.

بِشيهرَ بِشيهَلَ: (سن. وِشهرَ. وِش = زهر + هَرَ = ڪٽيندڙ)، نانگ.

ڪالي لانگ بِشيهل وانگي، زلفان چلي چلي. (سچل)

بَصَر: (ع. بَصَل)، پاڇيءَ جو وکر.

بَڪ: (سن. وَچْ = ڳالھائڻ)، بڪواد، بڪواس، اجائي گفتگو.

بَڪَڻ: (سن. وَچَن. وَچَ = ڳالھائڻ)، بڪ بڪ ڪرڻ، اجايو ڳالھائڻ.

بَڪواسَ: (سن. وَچْ = ڳالھائڻ + وَسَ = جھيڙو ڪرڻ)، بڪواد. ڏسو "بَڪ".

بُڪي: (سن. بُڪْ) گردو، بدن جو هڪ نازڪ عضوو.

بَکَ: (پرا. بَکَ. سن. پَکِشَ. پَکْشْ = ڪاڏو ڪائڻ)، ڪاڏو، پوڇڻ.

بَکَ: (ڏن. پُکَيَ. هير. پَوَکو. گ. پَکَ. م. پوکَ. پرا. بِيَکَا. سن. بِيَکْشا. پَجْ = ڪائڻ)، ڪائڻ جي خواهش، اِشتها.

بِکْيا: (سن. پِکْشا. پِکْشْ = گھرڻ)، بيک، دان، خيرات.

بِکْيارِي: (سن. پِکْشا + "آري" پڇاڙي)، بيک گھرندڙ، ھينو فقير.

بَکيڙو: (سن. وِڪَرَڻ. وڪرْ = هڪ ٻئي سان وڙهڻ)، جھنجھٽ، جھگڙو.

بَکيو : (ف. بَخيه)، ٽوپو، سيپو.

بِڪاسڻ : (سن. وِڪاس)، ڪُلڻ، ظاهر ٿيڻ، نڪرڻ.

بِگِڙڻ : (سن. وِگرهه. وِ= کهٽو + گرهه= وٺڻ. "و" اڳياڙي (Prefix) اچڻ ڪري "گرهه" جي معنيٰ "لڙڻ" ٿي ٿي)، ڦٽڻ، خراب ٿيڻ، بدلجڻ.

بَلهَزيز : (ع. بِلاحذر. بِلا = سواءِ + حَذر= ڊپ)، بي ڊپو، بلا، مصيبت.

بمبو : (ملا. بمبو = بانس)، بانس جي ڪاٺ جو لڪڙو.

بَن : بن : (سن. وَن)، جهنگل ڪاٺ، وڻ.

بِنا : (گ. بِن. سن. وِنا)، سواءِ، بغير.

بندو : (ف بنده- بستن= ٻڌڻ. گ. بندو. هير. بنڌو. سن. بندّ = ٻڌڻ)، نوڪر، غلام، غريب ماڻهو.

بندي : (ف. بندي. پرا. بندي. سن. بندي)، قيدي.

بنرو : (سن. ونراج. وَن=جهنگل + راج=باد شاه)، شينهن.

جلوو جوڙ جيئن. آ گَن ناهي اهڙو،

جنهن کيو بانوليو بنراو کي، چانڪ لائي چين.

(سائينداد)

بنرو : (هه. بنرا : بننا. سن. ورڻن= تيار ٿيڻ، سينگار ڪرڻ : وَر= مڙس)، گهوٽ.

ميندي لاوئين بنرا، سيج مائين سنهڙا. (سهرو)

بــنـــو: ڏسو "بنرو".

بنـواسي: (سن. بنواسن. بن=جهنگل+وَس=رهڻ)، جهنگل ۾ رهندڙ، جهنگلي.

بنيون: (هه. بنيا. سن. وڻڪ)، واپاري، ڏسو "واڻيو".

بـڻ: (ف. بن. سن. بـڌن)، جڙ، پاڙ، بنياد.

بـڻـڻ: (سن. ورتـن)، ٺهڻ، جڙڻ، تيار ٿيڻ.

بوتو: (ف. بوتـه)، توڏو، گورو، ڪنواٽ، ننڍو آٽ.

بوجو: (هيم. بودر. گ. بوجو. هه. بوجها)، بار، وزن.

بودو: (سن. آبوڌ. آ=نه+بـڌ=سمجهڻ)، اپوجهه آٽ.

بورچي: (ت. باورچي. ف. باور=اعتبار+"چي" نسبت جي نشاني. جنهن تي اعتبار ڪجي ته ڪاڏي ۾ زهر نه ملائيندو)، ماني تيار ڪرڻ وارو رسويو.

بوڙيا: (پرا. بـتءِ. سن. بـڌ بـد)، پاڻيءَ جا ڦوڪڻا، ڦوٽا، حباب.

بـوز: (ف. بـز=بڪر)، ڇيڱڙو، بيوقوف.

بوسو: (پرا. بـس: پـس. سن. بـس)، ڪڻڪيءَ جو قسم.

بـولو: (ت. بـلاق)، نڪ ۾ پائڻ جو هڪ زيور.

بُونَدَ: (پرا. وِنڊَ. سن. وِنڊَ)، مينهن جي ڦڙي، ڦڙي، ڪڻي.

بهَ: (سن. وِس)، ڀاڄيءَ جو قسم.

بهَ: (پرا. بسَ: پِسَ: سن. بسَ)، ڪڻڪ جو گاهه.

بهَلائِڻ: (سن. وِهرَڻَ)، خوش ڪرڻ، وندرائڻ، ريجهائڻ.

بهَڪڻ: (پرا پَسَڻ. سن. پَشَڻَ)، پونڪڻ، بهَڪڻ.

بهير: (ع. بَعِير = اُٺن جي قطار)، قافلو.

بيابانَ: (ف. بي آبان. بي = سواءِ + آب = پاڻي + "ان" فاعليت جي نشاني)، رڻ پٽ.

بيانو: (ع. بيعانه)، سوٿي، سودي پڪڻ لاءِ اڳواٽ ڏنل رقم.

بيدادَ: (ف. بيد + آد. بيد + وڻ جو قسم، جو ڦر ڪي نه جهلي + "اد" ڪلمون هڪجهڙائيءَ جو. ظلم ۾ به ڪو فائدو ڪونهي، جنهن ڪري "بي ڦر وڻ" سان ڀيٽيو اٿن. آ = بي، سواءِ + داد = انصاف)، ظلم، انڌير.

بيدارَ: (ف. بيدار. بيد=سمجهه+دار = رکندڙ. ٢- بيد + "ار" ڪلمه نسبت)، جاڳندڙ.

بيڏڙڪ: (سن. وِڊرڪ. وِ=نہ+ڊَرَ=خوف. ٢- ف. بي= سواءِ + ھہ. ڏڙڪ = خوف)، ڊپ کان سواءِ، بي ڊپو.

بيراڳ: (سن. وَيراڳيہ. وِ = نہ + راڳ = پيار ڪرڻ: دنيوي ڳالهيون ڪرڻ)، دنيا کي ترڪ ڪرڻ، عشق، فراق. ڏسو ”ويراڳ“.

ڀيک: (سن. ڀِڪشا. ڀِڪشَ=گهرڻ، پنڻ)، خيرات، دان.

ڀيک: (سن. ويش)، ويس، پوشاڪ.

بيگاهہ: (ف. بيگاهہ. بي=سواءِ+ گاهہ =وقت، جاءِ)، بي وقتو، ڪُهلو. مجازاً رات جو وقت.

ٻيلَ: (گ. بيل. هير. بِٺلو. پرا. بِٺلا. سن. بَليوَرڌِ)، ڍڳو، ڏاند.

بيلِ دار: (ف. بيل = ڪهاڙو، پاھوڙو + ”دار“ اسم فائل جي علامت. دار- داشتن=رکڻ)، رستن جو نگهبان.

بين: (گ. م. بين. سن. وِيڻا، آج: وِي = وڃڻ)، ساز جو قسم.

بينسري: (سن. وَنشي)، بين، وڄائڻ جو هڪ ساز.

بيوس: (سن. وِوَش. وِ = نہ + وَش = اختيار)، لاچار، پروس.

بيگانو: (ف. بيگانہ. بي = نہ، سواءِ + ”گانہ“ نسبت جو)، اجنبي، ڌاريو. ڏسو ويڳاڻو.

ٻيگر: (ف. بيگار. بي+ گار)، ڪم مزوري يا اجوري کان سواءِ، زبردستيءَ جو ڪم (جنهن ۾ اجورو ملي يا نه).

# ٻ

ٻاٻيهو: (هيم. ٻپيڙو، ٻپيهو. پرا. ٻپيهه)، چاتڪ پکي. ڏسو "پپيهو".

ٻاتو: (سن. وات. وا=وڄڻ، وهڻ)، هڪڙ.

ڪوئل پي ڦلبان ٿئي، جو ٻاتو ٿي ٻولي.

(بودو)

ٻاٽلو: (سن. ورتل)، وڏي منهن وارو رنڊڻ جو ڦانڌ.

ٻاڦ: (گ. ٻاڦ. هيم. ٻڦا. پرا. ٻڦ. سن. باشپ)، ٽهڪندڙ پاڻيءَ مان نڪرندڙ هوا.

ٻاجهري: (سن. ورجري، وڄ=مضبوط ٿيڻ)، ٻاجهر، اناج جو قسم.

ٻاڏائڻ: (سن. وندن)، عاجزيءَ سان عرض ڪرڻ.

ٻار: (سن. بال. بالَ=جيئڻ؛ خرات؛ چوڻ)، ٻالڪ، ليڪر.

ٻارڻ: (سن. ٻاتر)، دان گهرندڙ، ڪپاٽو.

ٻارنهن : (سن. دْوادَش)، ڏهہ ۽ ٻہ.

ٻاري : (سن. آوارَ)، پاڻي روڪڻ لاءِ چوڌاري ٻڌل گهيرو يا پَنو.

ٻاري : (سن. واٽِي)، باغيچو، ڇَڪين رکڻ جو هنڌ، بندرگاهہ.

ٻالڪو : (سن. بالَڪ)، چيلو، شِش، جوڳي يا سنياسيءَ جو پوئلڳ، ڇوڪرو.

ٻانڀڻ : (سن. بْراهْمَڻ)، هندن جي چئن ذاتين مان اتم ذات.

ٻانڌڻو : (گ. بانڌڻِي)، چُني، رنگيل ڪپڙو.

ٻانڌو : (سن. بَنڌَ)، مڇي ڦاسائڻ لاءِ آڏ.

ٻانگ : (ف. بانگ)، نماز جو سڏ.

ٻانهن : (پرا. باهُ. سن. باهُ)، ڪلهي کان هٿ تائين عضوو.

ٻاڻ : (پرا. باڻ. سن. باڻ)، تير.

ٻاڻِي : (سن. واڻِي)، گفتگو، وچن.

ٻاوَن : (هہ. باوَن. سن. دْوِپَنجاشَت)، ٻاونجاهہ، تاسَ (پتن جي راند) ۾ هَٿ (ڪٽڻ).

ٻاونجاهہ: (هہ. ٻاوَنَ. سن. ڊْوِپَنچاشَتَ. دوِ=ٻہ + پنچاشت= پنجاهہ)، ونجاهہ ۽ ٻہ.

ٻاوِيهَ: (سن. ڊْواوِنشَتِ. ڊْوِ = ٻہ + وِنشَتِ = ويهہ)، ويهہ ۽ ٻہ.

ٻاهَتَرِ: (سن. ڊْوِ: ڊْواسَپْتِ. ڊْوِ = ٻہ + سَپْتِ = سَتر)، سَتر ۽ ٻہ.

ٻاهَٺِ: (سن. ڊْوِ: ڊْواشَشْٺِ)، سٺ ۽ ٻہ.

ٻاهرِ: (گ: ٻهارَ. ڌن. ٻاهرَ. پرا. ٻَهرَ: ٻاهرَ. سن. ٻاهِيَ)، "اندر" جو ضد.

ٻائڙِ: (سن. وْياوَر. وِ= بالڪل، چڱي طرح سان + آ = چوڌاري + وَرْ=ورڻ، ڦرڻ. جو چوڌاري ڦري ٿو)، نار جو ڦرندڙ سامان، جنهن تي مالهہ ۽ ڪنگريون يا لوٽيون ڦرن ٿيون. "ٻائڙ ٻرڙ" معنيٰ پاڻيءَ جو چاڙهہ.

١- اوهيڙا آلنِي پيا، تي ٻائڙ ٻوڙ (حمل)

٢- سانگهارو سورن، ڪڏهن تان ڪونہ ڪيو،
ٻائڙ ٻوڙ وَهن، ڪالهوٽيان اج گهٽا. (شاهہ)

٣- ٿيو ڊرو پٽي ڍهيو، ٻَدل ٻائڙ،
ٿو آيو ٿئي ڍُلَ، ڪَڙو منجهہ ڪَنج. (گل)

ٻائو : (گ. ٻاوو. م. ٻاوا. هہ. ٻاپ سن. واپ)، هندو فقيرن جو لقب، هندن ۾ عزت جو لقب.

ٻائي : (م. ٻايڪو : وايڪو)، عورت.

ٻائيتاليهہ : (سن. دواچتوارنشت)، چاليهہ ۽ ٻہ.

ٻٻر : (پرا. ٻٻول. سن. ورور)، وڻ جو قسم.

ٻٽاڪ : (سن. ٻٽ)، ڏاڙ.

ٻٽون : (سن. وٽ)، ننڍڙو ٽيلهو.

ٻٽيرو : (سن. ورتڪ)، تتر جو قسم.

ٻٽيهہ : (پرا. ٻتيسا. سن دواترنشت)، ٽيهہ ۽ ٻہ.

ٻترو : (سن. وتس)، ٻچڙو.

ٻپر : (سن. دوپار. دو = ٻہ + پار + پاسو، ڪنارو)، ٻہ پارا، ٻنهي طرفن جا.

پاڻ ٻپرسل، سيف دوپارا، ڪن پيا تيز خنجر ڪي.
(جلال)

ٻپڙي : (سن. دوپٽ. دو = ٻہ + پٽ = پڙ)، ٻن پڙن واري، سپ.

ٻاڙو ٻئي نہ ٻپڙي، منو منهن لڳوس. (شاهہ)

ٻج : (پرا. ٻيج. سن ٻيج)، تخم.

ٻجهارت : (هہ. ٻجهول. ٻڌ=ڄاڻڻ)، ڳجهارت.

ٻجهڻ : (پرا. ٻجهہ. سن. ٻڌ)، ڦاسڻ، قابو ٿيڻ.

ٻجهڻ : (پرا. ٻجهہ. سن. ٻڌ. ٻڌ = ڄاڻڻ)، سمجهڻ، ڄاڻڻ، پائڻ.

ٻچو : (ف. ٻچہ. پرا. ٻچ. سن. وتس)، ٻار، ٻالڪ، اولاد.

ٻچل : (سن. وچل. و = گهڻو + چل = هلندڙ)، گهڻو زور سان هلندڙ.

ٻچل ٻانڌي ٻار ۾، آت لهرون لوڏا ڏين. (شاه)

ٻڌر : (سن. ٻڌوار. ٻڌ=ڪرهہ جو نالو+وار= ڏينهن)، اربع جو ڏينهن.

ٻڌڻ : (پرا. ٻنڌڻ. سن. ٻنڌڻ ٻنڌ = ٻڌڻ)، قابو ڪرڻ، سوگهو ڪرڻ.

ٻڌڻ : (سن. ٻڌ)، سڻڻ.

ٻڌي : (پرا. ٻڌ. سن. ٻڌ. ٻڌ = سمجهڻ)، سمجهہ، عقل، مت.

ٻڏاهين : (سن. ڏوڌا. ڏو = ٻہ)، ٻہ ڀيرا، ٻہ دفعا.

ٻڏڻ : (سن. ٻل. ٻول)، پاڻيء هيٺ اچڻ.

ٻڍو : (گ. ٻڍو. هير. ٻڍو. سن. وَرڌ. وَرڌ=وڌڻ)، پوڙهو، ڪراڙو.

ٻر : (پرا. ٻل. سن. ٻل)، طاقت.

ٻر : (سن. ول)، ڏرڙ، تنگ.

ٻرڀڻي : (سن. ٻير+ ڀوڻي)، هندو، مينهن وساوڙو.

ٻرد : (سن. ٻلد)، ڏکو، ڏاند.

ڏاگهون ڏٻرن، جي آندا ٻرد پنهور ء. (شاه)

ٻرڻ : (سن. ورهه=چمڪڻ)، جلڻ، روشن ٿيڻ، سڙڻ.

ٻرڻ : (سن. ور)، وجهڻ، آواز ڪرڻ.

ٻڙڪڻ : (سن. بڊ ٻڊ=ٻڙ ٻڙ ڪرڻ)، آواز ڪرڻ، ٻڪري جو، ٻڪريءَ تي "ٻي ٻي" (شهوت جي خيال کان) ڪرڻ.

ٻڙو : (سن. ٻنڌ)، ڦڙو، ذرو، نشان، ٻڙي، منڊيءَ جي ٽڪ.

ٻڪ : (سن. ڌوڪ. ڌو= ٻه)، ٻئي هٿ اهڙيءَ طرح ملايل، جئن منهون پاسو کليل رهي.

ٻڪر : (گ. ٻڪرو. هير. ٻاڪڙو. سن. وَرڪر)، ٻڪرو، ٻڪر.

ٻُڪِي: (سن. ڊُوڪَ)، دوا، چپني، ننڍو چَنگُل، گراهڪي.

ٻَڪَ: (سن. وَڪَش = ڇاتي)، ڀاڪر.

ٻَڳهني: (سن. < ٻَهُون + گُني. سن. ٻَهُ = گهڻو + گُڻَ = خاصيت)، گهڻن گڻن واري، سدوري.

ڪاڄا ڪانگ ڪتابت آندي،

سا تان ساه برابر سانڍيان ٻڳهني.

ٻڳهو: (پرا. ٻَڪَ. سن. ٻَڪَ: وَڪَ)، پاڻيءَ جو اڇو پکي.

ٻَلَ: (سن. ٻَلَ)، ٻِرُ، طاقت، سگهه، زور.

ٻَلِ: (پرا. ٻَلِ. سن. ٻَلِ = ديوتائن جو نذر)، قرباني، صدقو.

ٻِلاٽِي: (سن. ڊُوِيپَ = پيٽ)، ننڍڙو پيٽ.

١. ڪارا ٻانڍ ٻِلاٽِيون، پيو کهرن جا ڪڙڪا. (حمل)

٢. ڪَندي ساريان ڪانءِ، يا آمن آمان!

ٻاجهه ٻِلاٽِي ٻانئيان. (شاهه)

ٻَلَرَ: (سن. بالا = "ر" ڇاڙي)، ٻارڙو، ابهم.

ٻِلو: (گ. ٻِلاڙو. ڏن. وِراليو. پرا. ٻِڊالَ. سن. ٻِڊالَ)، ٻليءَ جو مذڪر، اڪ جو تارو.

ٻلونت: (سن. ٻلونت)، طاقتور سگهارو.

ٻلهار: (هه. بل + هارنا. سن. بل = قرباني + هار)، صدقي، گهور گهور.

ٻن: (سن. ون)، جهنگ.

ٻندا: (هه. ٻندا. سن. وند)، عورتن جي ڪن جو زيور.

ٻنڌڻ: (سن. ٻنڌن)، مقرر ڪيل معاوضو، مقرر شرط.

ٻنگ: (سن. ونڪ)، پيچ، ور.

ٻنگا: (سن. ونڪ)، ور، پيچ، وڪڙ.

هن حبيب هٿ ڪٺي، ٻنگا لهي پاڻ،
ماکهين مون منهن لٿي، جهوليءَ وجهان پاڻ. (شاهه)

ٻوڏو: (سن. ونپ)، پردو، پروڏو، جهرڪو، ننڍڙو ون.

ٻوٽي: (سن. وٽڪا)، گوشت جي ڳڙي، سڏي، جڙي ٻوٽي.

ٻوجهه (سن. بڌ: بوڌ. بڌ = سمجهڻ)، سمجهه.

ٻوجهو: ڏسو "بوجو".

ٻورو: (سن. ٻر = دونو، ٻاتل)، ڪوڻ.

ٻوڙو: هيم. ٻهرو. سن. بڌر = ٻنڌ ڪرڻ. ٻنڌ = ٻڌڻ + ڪرڻ = ڪرڻو)، ڪنن ڪان جڏو.

پوڪ: (سن. وَرْڪَر)، ڀڪرو، ڇيڪرو، گدلو، ڪم عقل.

پولڻ: (گ. بولونَ. هير. بوليڻ. بولّ. سن. ٻْرَو)، چوڻ، ڪهڻ، لنوَڻ.

پهاري: (سن. ٻَهَڪري)، جهاڙو، ڦريو، واسون.

پهروپي: (سن. ٻَهروپَ. ٻَهه = گهڻو+رُوپَ+ شڪل)، ٺڳباز، ڍونگي، مڪريل.

پهڪڻ: (سن. پاسْ)، چمڪڻ، خوش ٿيڻ.

پهون: (سن. ٻَهه)، گهڻو.

اندر آنڻ آنّ جو، پاهر ٻڌ پهون. (پهاڪو)

پهيڙا: (سن. وپيتڪ)، جهنگلي وڻ يا ان جو ڦَل.

پياسي: (سن. ڏواشيت)، اسي ۽ ٻه.

پيانوي: (سن. دوانَوتْ)، نوي ۽ ٻه.

پيٽ: (گ. بيٽ. سن. ڏويپ. ڏوِ= ٻه + آپَ= پاڻي)، خشڪيءَ جو ٽڪر، جنهن جي چوڌاري پاڻي هجي.

پيٽو: (هـ. بيٽا. سن. وَتَ. وَتْ = پولڻ)، بيٽو، پٽ، پالڪ.

پيجڪ: (م. بيجڪ. سن. بيجڪ)، فهرست، سوچي، اڳهن جي ياداشت.

ٻير: (پرا. ٻٻرہ سن. ٻدر)، ٻير.

ٻيرُ: (سن. ڀاريا+"ر" پڇاڙي)، زال، پتني.

ٻيڙو: (سن. ويشٽ)، وڏي ٻيڙي.

ٻيڙو: (سن. ويٽي)، سڳڙو، مشڪ. ناف آهو.

ٻيڙي: (ڪ. ٻيڙي. سن. ڏو = ٻه + هڏي = ڪڙي)، ٻه ڪڙي، ٻيڪڙو.

ٻيڙي: (ڪ. ٻيڙي. م. وڊي. پرا. ٻيڊي. سن. ويٽي)، پان جي هٽي مان ٺهيل تماڪ جي ٻيڙي؛ سپ جي ٻيڙي.

ٻيلي: (ڪ. ٻيلي. ڏن. ٻيلي)، مددگار، ساٿي.

## ڀ

ڀاڀي: (ڪ. ڀاڀي. سن. ڀراتروڌو. ڀراتر=ڀاءُ+وڌو=زال)، ڀاڄائي.

ڀاڏڻ: (سن. ونڌن. وڌ=ورهائڻ)، ڌاس جي راند ۾ پتا ورهائڻ، ڀهڻ؛ جنڊ ڪاهڻ.

ڀاڄائي: (سن. ڀراتر جايا. ڀراتر = ڀاءُ + جايا = جوءِ)، ڀاءُ جي زال.

ڀاڄِي: (پرا. ڀجڦا. سن. ڀاڄي. ڀڄْ = ڪاٽڻ)، سبزي، ساڳ، ڀوڙ.

ڀارَت: (سن. ڀارت. ڀرتَ. ڀرّ = ڀرڻ: پالڻ. "ڀرت"، راجا دسترت جو پٽ هو، جنهن تان ڀارت يعني هندستان نالو پيو)، ڀارت کنڊ، مهاڀارت ڪرنٽ.

ڀاروڙِي: (سن. ڀدِ = رِڌِ)، رڍ جي آن سان ٺهيل لوئي يا کٿي.

ڀارِي: (پرا. ڀار. سن. ڀارَ. ف. بار)، ڳرو، وزندار، ڪٺن، ڏکيو.

ڀاڙَڻَ: (سن. ڀٽَ)، مدار رکڻ، آسرو رکڻ.

ڀاڙو: (سن. ڀاٽَ. ڀٽْ = مدد ڪرڻ)، ڪرايو، مزوري، عوضو، بدلو.

ڀاڙِي: (پرا. ڀاڊِي: ڀاڊِيا. سن. ڀاٽِڪ)، ڀاڙ کائڻو، بي غيرت.

ڀاسَڻَ: (سن. ڀاسَ)، چمڪڻ، معلوم ٿيڻ، ڏسڻ.

ڀاسڪر: (سن. ڀاسڪَر. ڀاسْ = چمڪڻ + ڪْر = ڪرڻ)، سج.

ڀاشا: (سن. ڀاشا. ڀاشْ = ڳالهائڻ)، ٻولي، زبان.

ڀاڳَ: (پرا. ڀاگ. سن. ڀاڳيه. ڀَجْ: ڀگ. حصو ڪرڻ)، بخت، قسمت، نصيب.

ڀالَ: (سن. ڀالَ)، پيشاني، قسمت، ڀاڳ، قرب.

پالو: (گ. پالو. هم. پلڪي. پرا. پل. سن. پلّ. پلّ = کهڻ)، نيزو، برڇي.

پامني: (سن. پامني، پام = ڪروڌ ڪرڻ)، عورت، استري، سهڻي عورت.

پانَ: (سن. پانَ)، سچ.

پانَ: (سن. پاندَ)، ڪانٽو.

پانت: (سن. پند. پد = پچڻ)، قسم، نمونو، ريت.

پاند و: (پرا. پند: پندگ. سن. پاندَ)، وڏي ڪوني، مٽيءَ جو ٿانءُ، برتن.

پانڻ: (سن. پانَ=جاڻ)، پسند ڪرڻ، سمجهڻ.

پاڻ: (سن. مانَ. مان = ماپڻ)، آيمان، مغروري، گهمنڊ.

پاڻ: (سن. پاندَ)، وٽو، پيالو، ٿانءُ.

پاڙو: (سن. آوسٿانَ)، پاڙ، ماڳ، مڪان.

پاڻيجي: (سن. پڪنيي. پڪني = پڻ)، پيڻ جي ڌيءَ.

پاو: سن. پاو. پو = هڻڻ)، نمونو، سپاءُ، پيار، حالت، من جي اچل.

پاونا: (سن. پاون. پو = هڻڻ: سمجهڻ)، خيال، نيت، ارادو.

**پاوِي:** (سن ۔ پساوِنْ ۔ پُو = هئڻ )، مستقبل ، نرالو ، وٺندڙ ، تقدير ۔

**پاءُ:** (گ ۔ پائيِي ۔ م ۔ پائو ۔ ڏن ۔ پايا ۔ هيم ۔ پائئو ۔ پرا ۔ پاءُ ۔ سن ۔ پْراتْرْ ۔ پْراج = چمڪڻ ) ، پائي، آدو ۔

**پائِيو:** (سن ۔ پْراتْراج : پْراتْرِيه ۔ پْراتْرْ = پاءُ + جَنْ = پيدا ٿيڻ)، پاءُ جو پٽ ۔

**پائِي:** (پرا ۔ پاءُ ۔ سن ۔ پْراتْرْ)، پاءُ ، ادو ۔ ڏسو "پاءُ"۔

**پائِي بَند:** (سن ۔ پْراتْرْ بَنڌَ ۔ بَنڌُ = عزيز ، مِٽ ، دوست )، پائپيءَ وارو ، دوست ۔

**پائِي چارو:** (سن ۔ پْراتْرْ چارِي)، حصيداري، ڀائيداپو ۔

**پَپڪو:** (گ ۔ پپڪو ۔ م ۔ پبڪا ۔ هيم ۔ پپو ۔ سن ۔ پَسْمْ)، رعب تاب، شان شوڪت ، تجمل ، ڏيک ويک، سونهن سوڀيا ۔

**پَپوت:** (سن ۔ وِپوت ۔ وِ = گهٽو + پُو = هئڻ)، خاڪ ، رَکَ ، چار ، ڦلهيار ۔

**پَتَ:** (گ ۔ پات ۔ پرا ۔ پَتَ ۔ سن ۔ پَڪَتْ)، پاڻيءَ ۾ رڌل چانور ، چانور ۔

**پِت:** (پرا ۔ پِتّ ۔ سن ۔ پِتّ)، ديوار ۔

پَتار: (سن. پرتار: پرتر. پر=پالڻ)، مڙس، وَر، ڪانڌ.

پِتَر: (سن. پِدَر)، پِينڊِ، وَنڙو، ڦوڙهه.

پِتو: (سن. پرڻ)، مسافريءَ جو راهه خرچ.

پِتو: (سن. پَڪت)، ڀراٽو، ڪَتل، ٽَنل، ڪمزور.

پُٽ: (پرا. پٽ. سن. پَٽ)، چارڻ، ڳائٽو.

پَٽارو: (پرا. پَٽارگ: پٽاريہ. سن. پٽارڪ. پَٽ=هوشيار + رَ= وجهڻ. اهو، جو عزت جي لائق هجي)، شريف، پيارو.

پٽڪڻ: (سن. پَٽڪون. سن. پرانت. پَوم=ڦرڻ)، رلڻ، اجايو گهمڻ.

پُجَن: (سن. پُجن. پَج = پوڄڻ)، ديوتائن جي تعريف ۾ گيت.

پُجڻ: (سن. پاج. پج=جدا ٿيڻ)، ڊوڙڻ.

پَڄڻ: (پرا. آپينجن. آپينجن=آلو ٿيڻ)، پسڻ، آلو ٿيڻ.

پَڄڻ: (پرا. پنجڻ. سن. پنجن. پَج = ٽوڙڻ، تقسيم ڪرڻ)، ٽڪر ٽڪر ڪرڻ، حساب ڪرڻ، سلڻ.

پَڄڻ: سن. پرجن. پرج: پرسج = پچائڻ)، گهر ۾ پچائڻ، سيڪڻ.

پَر: (سن. پر= پرڻ)، مدار، ٽيڪ، آڌار.

پِرَشٽ: (سن. پِرَشٽ. پِرَشَ = هيٺ ڪرڻ)، ڪريل، ناس، چَٽ، ذليل.

پِرَم: (سن. پِرَم. پِرَم = گهمڻ)، سنسو، وسوسو، لڄ، پَت.

پِرنگي: (پرا. پِنگي. سن. پِرنگي. پِر = پِرڻ: پِرَم = ڦرڻ)، ڏڪڻهاري، گهريترڙي، چيلاٽو.

ساڏو سَنگ ويو، آوِديا سنسو جِيءَ جو،
جٺن پِرنگي ڪيٽ ڪي، جوڙي پِرنگ ڪيو. (سامي)

پَرَڻ: (پرا. پَرڻ. سن. پَرڻ. پَر = پالڻ)، پورو ڪرڻ، تمثار ڪرڻ.

پِرَڻ: (سن. پِرَمڻ)، ڦرڻ، گهمڻ.

پَرَڻ: (سن. پَدَر)، ڪِرڻ، جَهرڻ، چُورڻ چُورڻ ٿيڻ.

پَروسو: (سن. پَدَرَ آشا. پَدَرَ = پلو + آشا = اميد)، آسرو، ٽيڪ، آڌار.

پِرون: (سن. پِرو. پِرَم = ڦرڻ. ف. آبرو)، اکين مٿان پنهي پاسي بيٺل وار.

پَڙ: (پرا. پَدَ. سن. پَٽ)، هوشيار، خوش، تازو توانو، طاقتور، جوڌو.

پَسَرَ : (پرا . پَسَرَ . سن . پَسَرَڻ . پَسَ = خلاص ٿيڻ، کپي وڃڻ)، رک، خاڪ.

پَڪلڻو: (سن . پَنڪلَ)، ميرو، پريل، مٽيءَ هاڻو.

پَڪِتَ : (سن. پَڪتَ. پَچَ = اوڃڻ)، هوچاري، شيوڪ، پڪت وجهندڙ.

پَڳوتَ : سن. پڳوت، پڳَ = بزرگي + وَتَ = وارو)، ايشور، خُدا.

پَڳڙو: (سن. پَرجَ = پيچڻ)، سيڪيل يا پڳل چٽو.

پَلَ مانِسِي : (سن. پدَرَ = چڱي + مانشيم = انسانيت)، مٺو سياڻو، ماڻهپو، آدميت.

پَلَڻَ : (سن. پرم . پرم = پلڻ)، غلط وڃڻ، چوڪ ڪرڻ، گمراه ٿيڻ.

پَلو : (پرا. پلَ : پليه. سن. پدَرَ)، چڱو، نيڪ.

پَنيا : (سن. بينبت : بيرو) ڪارا.
پنيا پرون پرينءَ جا، اکيون مرگهه آچار. (جلال)

پنيوري : (سن. پَرمري)، اڏامندڙ جيت جو قسم.

پَنيولجڻ : (گ. پنيوروَن . هيم. پنيي)، موهجڻ، مست ٿيڻ.

پَنڊَ : (سن. پَنڊَ)، ڀهروهي، مسخرو، نيچ، ڦڪڙي.

پِنڊا : (سن. پِنڊا = پوڙا)، گهنڊيدار وار.

جڻن دلبر ديھ، بدر جان، تڻن اتس اطلس جھڙا آنگ،
پونر پنڊا پڙ دلبر جا، رکن ڊير ڊرڻ جا ڊنگ.
(جلال)

٢- پنڊ پونر بشيھل سنبل سنھڙا، ليڻن لال بدن.
(محمد)

پنڊار: (گ. پنڊار. پرا. پنڊار. سن. پانڊاگار. پانڊ=خزانو + گار=گھر)، پنڊارو، خزانو.

پنڊڻ: (ھيم. پنڊڻ. پرا. پنڊڻ. سن. پنڊن)، جھيڙو، ڪروڌ، ماتم.

پنگ: (ف. بنگ. پرا. پنگا، سن. پنگا)، ھڪ نشيدار بوٽي.

پنگ: (سن. پنگ)، آتڪ، روڪ، تڪليف.

پنگريو: (پرا. پنگريہ. سن. پرنگج: پرنگارڪ)، بوٽي جو قسم.

پنگي: (سن. پڪت. پچ = شيوا ڪرڻ)، گند پھارڻ وارو، چھڙو، نيچ ذات.

پنگي: (پرا. پنگي. سن. پرنگي)، چيلاٽو. ھن جي چيلھ تمام سنھي ٿيندي آھي، جنھن ڪري اڳوڻن شاعرن، محبوب جي ڪمر سان تشبيه پئي ڏني آھي.

ڪنيرڪي ڪٽ، ڳهني دل جهٽ، ٻنڪي منهن مٽ
ٻنئي ۾ لٽ، هوءِ گمگارا. (حمل)

ٻنڪي: (ف. بنگه)، ٻونڪي، جهوپڙي.

ٻني: (سن. وِياتم)، پرياٽ، پرهه ڦٽي.

ٻڙن: (سن. ٻرمن)، گهمڻ، ڦرڻ، هلڻ.

ٻؤ: (پرا. ٻي. سن. ٻيه. ٻي = ڊڄڻ)، خوف، ڊر.

ٻوٻر: (سن. ٻو + ٻرج)، خاڪ، ڪنو، چل، چورو.

ٻوت: (سن. ٻوت. ٻو = ٿيڻ)، ديو، جن.

ٻوتار: (سن. ٻرتا. ٻر = پالڻ)، مالڪ، سائين.

ٻوجن: (سن. ٻوجن. ٻج = ماڻڻ)، کاڌو.

ٻورڙو: (سن. ٻرم. ٻرم = ٻل ڪرڻ)، ساده لوح، بيوقوف.

ٻورو: (سن. ٻيرو)، اڇو، سفيد.

ٻوشڻ: (پرا. ٻوسڻ. سن. ٻوشڻ. ٻوش = سونهن ڏيڻ)، زيور. ڏسو "ڳهڻو".

ٻوڪ: (ع. بوق = بصر جي وچ واري سخت ڏانڊي، جا ڪائڻ ڪان بيڪار آهي)، بيوقوف.

ٻوڳ: (سن. ٻوڳ. ٻڄ = خوشي ڪرڻ)، مزو، لطف، چرچو، نشو.

پوکڻ : (پرا. پوگ. سن. پوک. پنج = ماڻڻ)، ماڻڻ، سهڻ.

پـوم : (ف. بوم. پرا. پوم. سن. پوم)، زمين.

پومڪا : (سن. پومڪا)، مهاڳ، ديباچو، منڍ.

پوميو : (سن. پوم+"ايا" پڇاڙي)، زميندار، جاگيردار.

پون : (سن. پوم)، زمين، ڌرتي.

پونر : (گـ . پـمـرا . هـ . پنسورا. پرا. پمـر. سن . پرمر. پرم = ڦيريون پائڻ. جو ڦيريون پائي)، هڪ قسم جو ڪارو جيت، جـو گلن مٿان گنجار ڪندو آهي.

پونري : (سن. پـرمـڻ)، سهڻي زال.

پونري : (سن. پـرمـر+"اِي" پڇاڙي. پونرن جهڙي ڪاو آ ڪي)، ڪجليي، پنواڻي.

پولڪنپ : (سن. پوم=زمين+ڪنپ=ڏڪڻ)، زلزلو.

پونڪڻ : (گ. پنورن. هيم. پڪه پرا. پسڻ. سن. پشڻ. پش = پونڪڻ)، ڏاڙهڻ، ٻهڪڻ.

پونگ : (پرا. پئنگ. سن. پجنگ. پج = ڏنگو، ٽيڏو + گم = هلڻ. جو ڏنگو هلي)، نانگ.

ڏ ڏست بينسر بين ۾، پرون پونر پونگ. (مگنهار)

ڀيٽا : (گ. ۾ ڀيٽ. سن. آڀيت: آپ = ويجهو + ا = وڃڻ)، نذرانو، ارداس، مقابلو.

ڀيانڪ : (سن. ڀيانڪ)، ڀؤ وارو، خوفناڪ، اگهور.

ڀيڄڻ : (سن. ورجن)، پٽڻ، موڪلڻ.

ڀيچڻ : (سن. ڀيڊ = دٻائڻ)، دٻاءُ هيٺ اچڻ، يڪسان ٿيڻ، مقابلي ۾ پچڻ.

ڀيد : (سن. ڀيد. ڀِدْ = ڀڃڻ)، فرق، قسم، ڳُجهه.

ڀيروي : (پرا. ڀيشروي. ڀي = خوف پيدا ڪرڻ)، هڪ راڳڻي جو نالو.

ڀيڙ : (سن. ڀيڊ)، ڳاڙ ڪيهه، سختي، تڪليف، دٻاءُ.

ڀيڙو : (سن. ملت)، گڏيل، ماٺ، ويجهو.

ڀيل : (گ. ڀيل. سن. ڀِل)، هڪ جهنگلي ذات.

ڀيلو: سن. ملت = ملاوت ڪيل. اڌ ڪچو اڌ پڪو)، ڪچو دلو.

ڀينڊي : (سن. ڀنڊا)، ڀاڄيءَ جو قسم.

ڀڻ : (گ. ڀين. ڏن. ڀهڙي. پرا. ڀهڻي. سن. ڀگني)، ڀيءُ جي ڌيءُ.

پيڙي : (سن. پِيوَنَ)، جاءِ، گهر، پناهہ.

پيڙيو : (گ. ٻنيوِي. سن. پَگَنِي + پَتِ = مڙس)، پيڻ جو مڙس.

## ٿ

تاتِپرج (سن. تاتپَرَيہ)، اختصار، سار، تت.

تاتڻ : (سن. ترا = نگاه ڪرڻ)، سنڀالڻ، پالڻ.

تاچِي : (سن. تَنْ = ڇڪڻ)، تاليِ، ڪپڙي ناهڻ لاءِ ڌاڳن جو ميل، جو ڏگهائيءَ ۾ هجي.

تار: (ف. تار)، ڌاتوءَ جي تندن، برقي پيغام.

تارڻ : (سن. تارَڻ. تَرّ = پار وڃڻ)، پار لنگهائڻ، بچائڻ.

تارو: (پرا. تارا. سن. تارا)، ستارو، اک جو دوڏو.

تارون : (سن. تالَ)، وات جو اندريون مٿيون پاسو.

تاري: (سن. تَرّ = پار وڃڻ)، مدد، آسرو.

تاڙڻ : (سن. تَڊْ = هڻڻ)، تڪڻ، ڏيئڻ، جاچڻ.

تاڙو: (سن. تالَ)، هڪيءَ جو قسم، جو مينهن وقت خوشيءَ وچان ٻوليندو آهي.

تاڙي: (سن. تالَ. تَلْ=گڏ ڪرڻ)، ڪجي، ڪَجيءَ جي رس.

تاڙِي: (سن. تالَ. تاڊْ = هڻڻ، وڄڻ)، هٿ جو ٺڪاءُ.

تازِي: (ف. =عربي. <تاز= تا زنده=ڦريندڙ، لڏيندڙ. عربن، مسلمانيءَ جي شروع ۾ ايران ملڪ ۾ ڦرلٽ ڪئي هئي)، ڦريندڙ، تازي گهوڙو، تازي ڪتو.

تاسَ: (سن. تْـرَسَ)، پياس، آڃ، خشڪي.

تاڪِيو: (گ. تاڪو. م. تاڪا. هير. تڪّ. سن. تَرْڪَ= ٽَڪلو)، ڪپڙي جو ٿانَ.

تالَ: (سن. تالَ)، تارُ، ڏَنِ، واڄي جو لهجو، وزن.

تالو: (سن. تَالَڪَ)، قفل، ڪرف.

تامَسِي: (سن. تَمَسَ=اونده)، رات.

تانَ: (سن. تانَ. تَـنْ=ڇڪڻ)، آواز، تالَ.

تانگهو: (ف. تنگ)، ذرا ڪڙو.

تاڻَڻ: (سن. تَنَنَ. تَنْ = ڇڪڻ)، تانگهڻ، ڪوشش ڪرڻ.

تاوَڻ: (ف. تاوان)، نقصان، ڏوڏو، ڇيهو.

تائِتُ: (ع. تَعويذ=پناه ڏيڻ)، دعا جا حفاظت واسطي (ڏوري ۾) ٻڌجي.

تائِڻَ: (پرا. تاوَڻ. سن. تاپَـنَ)، تپائڻ، گرم ڪرڻ.

تَبِ - تہ ۂ: (سن. تَدا)، تنهن هوندي ۂ، تڏهن ۂ.

تَتَ: (سن. تَتو)، مارَ، سَتَ، اختصار.

تِتِرَ: (سن. تِتِرّ)، هڪ مشهور پکي.

تَتڪالَ: (سن. تاتڪالَ. تَدْ=اهو + ڪالَ = وقت)، انهيءَ وقت، جهٽ پٽ.

تنهنکي ڏيان تتڪالَ ۾، مَن مُوهَن ملي. (سامي)

تَتَوَ: (سن. تَتّوَ: تَتو. تَتْ = هُو + تَوَ = پاو، گُڻ)، عناصر. تَتو پنج آهن: ١- مٽي ٢- پاڻي ٣- باه، ٤- هوا ٥- آڪاس.

تِٿِ: (سن. تِٿِ)، هندن جي مهني جي تاريخ يا ڏينهن.

تَٽَ: (پرا. تَٽِ. سن. تَٽَ)، ڪنارو.

تَپّ: (ف. تَپ. گ. تِپَ. سن. تاپّ. تَپْ = گرم ٿيڻ)، بخار، گرمي، ڏک.

تپاسَ: (ع. تَفحَص)، چڪاس، جاچ.

تَپَسيا: (سن. تَپَسْيا. تَپْ = گرم ٿيڻ)، تَپّ، يوگ، بدن کي تڪليف ڏيڻ.

تَپَڻَ: (سن. تَپَنَ. تَپْ = گرم ٿيڻ)، ڪوسو ٿيڻ.

تَجَڻَ: (سن. تَيَجَنَ. تَيَجْ = ڇڏڻ)، تيا ڳڻ، ڇڏڻ.

تِڇ : (پرا. تَڇ. سن. تَڇ)، ناچيز، نيچ .

تِڇڻ : (گ. تاڇوُن. هي. تَڇ۾. پرا. تَڇڻ. سن. تَڪشڻ. تَڪش=وڍڻ)، ڇلڻ، کل لاهڻ، ڪپڻ، وڍڻ.

تَدْ روپ : (سن. تَدْ رُوپَ. تَدْ=اهو، ساڳيو+رُوپَ=شڪل)، جو مُلهه، مانَ، رُوپ ۾ ڳڻ ۾ هڪ ٿي وڃي، برابر، هڪ روپ .

تُڏو : (سن. تُلاڇي)، تونري، نَڪ.

تِر : (سن. تِلَ)، اناج جو قسم .

تَرار : (سن. تَرَوارِ)، تلوار، ڪُنو، ڪَڙڪ .

تِراڙِي : (سن. تُلا. تُلَ=تورڻ+"ڙِي" پڇاڙي)، تارازي، ساهمي.

تَرائي : (سن. تَلَ = ترو، هيٺ + "اي" پڇاڙي)، جبل جي پروارو ميدان .

تُرت : (گ. تُرت. سن . تُورِت. تُورَ= تڪڙو هلڻ)، جلدي، سگهو، جهٽ پٽ.

تِرچو : (پرا. تِرڇ. سن. تِرْيَڇ)، آڏو، پاونجيرو، آڏڪڙو.

تَرس : (ف. ترس . ترسيدن = ڊڄڻ . سن. تْرَسَ)، رحم، ديا، قياس .

تِرشنا : (سن • تِرشنا • تِرش=اڃ لڳڻ)، پياس، لالچ، خواهش.

تَرڪ : (سن • ترڪ • ترڪ = خيال ڪرڻ)، ڏڪو.

تَرڪش : (ف • تيرڪش • تير + ڪشيدن • ڪش = ڇڪڻ •
جتان ڇڪجن يا ڪڍجن)، ٻٿي، تيردان.

تِرلوڪ : (پرا • تِلوڪ • سن • ترلوڪ)، ٽي لوڪ • ۱- بهشت
۲- ڌرتي ۳- پاتال •

تُرڻُ : (سن • تاڊ + ٻنا)، ڪنڌل، ڪَنن ۾ پائڻ جو
زنانو زيور •
بازو بيحد تاب ترن ۾، عطر عنبر نس نس (صابر)

تَرَنگ : (پرا • ترنگ • سن • ترنگ • ترّ = پار ٽپڻ)، لهر،
موج، ڇولي، آمنگ •

تُرَنگ : (پرا • ترنگ • سن • ترنگ • تر = تيزي + گم =
هلڻ)، گهوڙو، وار •

تَرني : (پرا • ترڻي • سن • ترني)، جوان استري، جا ۱۳ کان
۳۰ سالن تائين هجي •
ترني لوئي تَل، مِرڪند ۾ سَرها ڪيا • (ڪنيار)

تَرني : (پرا • ترڻ • سن • ترڻ)، پيڙي، مڪڙي •

تَـرَنِي: (سن. تَـرَڻِ)، ٻيڙي، ڪنوڻ، وچ.

آسـرُ وِيلَ آئي ڪَري، ڏِنَم جانَب جو جَلوو،
موهيو مَنَ محبوبَ، ڏَئي تَرَنِيءَ جان تجلو. (سينگار)

تَـرَڻُ: (پرا. تَرَڻَ. سن. تَـرَڻَ. تُـرَ=پار ٿيڻ)، ندي پار ڪرڻ.

تَـرَڻُ: (سن. تَـرَڻَ+ترانا)، گِيهه يا تيل ۾ شيءِ پچائڻ.

تُـرَڻُ: (پرا. تُلَـڻَ، سن. تُلَـنَ. تُلَ=وزن ٿيڻ)، وزن ٿيڻ.

تَرو: (پرا. تَلَ. سن. تَلَ. تَلُ=هڪ هنڌ ٿيڻ)، هيٺيون پاڱو، پاڙ.

تِـرورو: (سن. تُـرَسَرِڻَ)، ڪِرڻو، روشنائيءَ جو ليڪو.

تِروڪڙي: (سن. تِلَڪَ)، ڏينيوڙي.

تَـرَهو: (پرا. تَـرَءَ. سن. تَلَڪَ)، وڏو تلاءُ.

تَـرَهو: (سن. تَرِي. تَـرُ=پارِ وڃڻ)، اها شيءِ، جنهن تي، ترجي، ڪکن، ڪانن يا ڪالين جو ٺهيل ويڙهو يا مچو.

تَـرِي: (سن. تَلَ)، هٿ يا پير جو ترو.

تِـرِي: (سن. تِلَڪَ)، تِلِي، اندر جو هڪ نازڪ عضوو.

تَـرِي: (پرا. تُورَ. سن. تُورِيَ)، توتاري، شرناءِ.

تَرِي : (پرا. تُلا. سن. تُلا. تُلْ=تورڻ)، تارازي، ساهمي.

تَرِيا : (سن. تَرِيه)، چوٿين منزل، جتي پهچڻ سان (هندن جي عقيدي موجب) خدا سان ملي سگهجي ٿو. هندن جي عقيدي موجب چار منزلون آهي. ڏسو "اوستا".

تَڙَ : (سن. تَٽَ)، کهيڙ، کهاٽ.

تِڙَڪو : (گ. تَڙَڪو. هيم. تِرِڊِّي. سن. تْرَسَرِيڻَ)، آسَ.

تَڙْڪُڻُ : (سن. تْرُ= پار وڃڻ)، گهٽو و هنجڻ.

تَڙَڻُ : (سن. تَڊْ= هڻڻ)، هڪلڻ، ڪاهڻ.

تَڙِي : (گ. تَڙِي. ڏن. تاڍِيُ. سن. تاڊِتَمْ. تَڊْ= مارَڻْ : هڻڻ)، ڌَڪي، هَڪل.

تَسَرَ : (پرا. تَسَر. سن. تْرَسَرَ)، ريشمي ڪپڙن جو قسم.

تَسِرِي : (ع. طَشت. ف. تَشت)، ننڍڙي ٿالهي، ٿانءِ جو قسم.

تَسْڪَرَ : (پرا. تَڪَّرَ. سن. تَسْڪَرَ. آتَ = هن ڪان+ڪرْ =ڪرڻ)، چور.

پهلا پَهَرْ سيڪو جاڳي، ٻوجها پَهَرْ يوڳِي،
تيجها پَهَرْ تَسْڪَرَ جاڳي، جوٿا پُهَرْ جوڳي.
(چوٽي)

تَسَڻ: (سن. تِرسَڻ. تِرشَ=اڃ لڳڻ)، پياس لڳڻ.

تُسڻ: (سن. تُش)، ريجهڻ، خوش ٿيڻ، راضي ٿيڻ.

تَفَنگ: (ت. تـوپ + "انگ" نسبت جـي نشاني)، بندوق، توب.

تَڪ: (سن. ستوڪ)، پَدَ، بيت جو پاڱو، ڪَڙي.

تَڪڻ: (گ. تاڪون. ڏن. تَڪَيو مڻا. هيم. تَڪَّا. سن. تَرڪڻ. تَرڪ=خيال ڪرڻ)، نظرڻ، نهارڻ، گهورڻ، بار بار ڏسڻ.

تَڪيو: (ف. تَڪيہ)، وهاڻو، آڌار، جاءِ، هنڌ.

تَڪَڙ: (ف. تَن = بدن + هه. ڪَڙا <سن. ڪَڊ=چست)، ڪڙو تڙو، چست.

تَگادو: (ع. تقاضا = گهر)، ڪنهن ڪم لاءِ بار بار تاڪيد ڪرڻ، چتاءُ.

تَڳِي: (هيم. تنگي)، رات.

تَڳِيءَ ۾ تجلو ڪري، جشن چمڪي چاسينگر.
(سينگار)

تَل: (پرا. تَلَ. سن. تلَيہ)، سمان، برابر، مٽ، جوڙ.

تَلاءُ: (ف. تالاب، تَلاب. هيم. تلائو: تَل. پرا. تَلاوَ سن. تَڊاڳ)، چشمو، سر.

تِلسِي: (پرا. تِلسِي. سن. تُلسِي تُلا = برابري + آسْ = چڏڻ. جنهن جهڙو ڪونه هجي)، هڪ ٻوٽي جو قسم.

تِلڪ: (پرا. تِلڪ. سن. تِلڪ)، ٽڪو، نشان.

تَليِ: (سن. تَلَ=ترو)، ترائي، هيٺاهين زمين.

تَليهَرُ: (سن. تَلَ = ترو + هَرَ = ڪٽندڙ. جبل جي تري مان هوا ڪٽندڙ)، نانگ جو قسم.

ڪالي ڪيس تِليهَر تکي، آبرو قوس ڪمانا.
(عالم خان)

تَماڪ: (گ. تَماڪ. م. تنباڪو. سن. تَماڪ. ف. تَنباڪو)، ٻوٽي جو قسم، جنهن جا پن پيڙهن ۽ چلم وغيره ۾ ڪم ايندا آهن.

تَن: (ف. تَن. سن. تَن)، بدن، ديهه، سرير.

تِن: (سن. تَنْ=تنگ ڪرڻ)، ٽيڏي، سوراخ، تنگ.

تَنبو: (گ. تَنب. م. تَنبو. سن. سْتَنَپ=تنپو)، خيمو، ڪپڙي جو گهر.

تَنبو: (پرا. تَنب. سن. تَنب)، ڪدو.

تُنبورو: (ع. طَنبور <ف. دُنب بره دُنب = دُم = پڇ +

بره=دنبو. دنبي جو پچ. "تنبوري" جو "ڍڍر" ۽ "دنبي" جي پڇ جهڙو آهي)، وڄائڻ جو هڪ ساز.

تَنڌ: (پرا. تنت. سن. تنت)، ڌاڳو.

تندرست: (ف. تن + درست = ٺيڪ)، چڱو ڀلو، خوش.

تنگي: ڏسو "تڳي".

تنئڻ: (سن. تَوڻ)، تنگ پرڻ، سوراخ پورڻ.

تَڻ: (سن. تڻ = مدد ڪرڻ، واهر ڪرڻ)، واهر، مدد، ٽيڪ، آڌار.

١- مسئي هلي مچ ڏي، ڪري توڪل تڻ،
ٿمر نہ کنيائين سانڻ ڪو، توڙي ٻڌڪي ٻڻ.
(حمل)

٢- ميان صاحب ويـر، منهنجا ڀلا ڀت ڏٺي،
تنهنجي آهي تـٺي، ٻي ڪنڌي ڪانہ ڪا.
(سرڏناري)

توبرو: (ف. توبره)، گهوڙي کي داڻي ڏيڻ لاءِ چمڙي يا ڪاپڙ جو ٿيلهو.

توتيو: (سن. تتٿ)، وکر جو قسم.

تورَ: (سن. تُلْيہ=برابر)، جيڏو، سرتو، پڇاء

تورَتَڪَ: (سن. تَرْڪَ)، اٽڪل اندازو، خيال.

تُوري: (سن. تُوَر) ڀاڄيءَ جو قسم.

تولو: (سن. تولَڪ. تُلْ = تورڻ)، ٻارنهن ماسن جو وزن، سير جو اسيون حصو.

تَونَس: (سن. تَپَسْ)، ٻاھ، گرمي، اڄ، آساٽ.

تَهَ: (پرا. تَسَ. سن. تَشَ)، اناج جون ڪلون.

توهَ: (سن. توشَ. تُشْ=راضي رهڻ)، مهرباني، احسان، لطف، آسرو.

توهارَ: (هه. تو <سن. تُوَمْ+آهارَ: آڌارَ=ڪاڌو: ٽيڪ)، تنهنجي آڌار، تنهنجي آسري. ڏسو "آڌار".

تَهائِڻ: (سن. تُشْ = راضي ٿيڻ)، خوش ڪرڻ، آرام، هر ڪائڻ.

تِياڳُ: (سن. تْياگَ. تْيَجْ=ڇڏڻ)، دنيوي شين کي ڇڏڻ.

تيجُ: (سن. تيجَسْ)، چمڪو، روشني، پرڪاش، جلوو.

تِيرٿَ: (سن. تِيرْٿَ. تْرَ= پار ٿيڻ)، پاڪ آستان.

تيرَٺَن: (سن. تْرِيو دَشَنْ. تْرِ=ٽي + دَشَنْ = ڏهه)، ڏهه ۽ ٽي.

تيلَ: (گ. تيلَ. م. تيلَ. پرا. تيلّ. سن. تَئِيلَ)، روغن.

تيوَڻُ: (سن. تِيمَنُ)، گوشت.

ٽَئو: (گ. ٽَوو. ڏن. ٽَوئَو. سن. تَپَڪَ. تَپْ = گرم ٿيڻ)، لوهہ جو گول ٽڪر، جنهن تي ماني پچائجي.

# ٿ

ٿاجو: (سن. يُوتَ)، منڊلي، ٽولو، ميڙ، سماج. اصل لفظ "جُٿو" آهي، جنهن مان "ٿاجو" ٿيو آهي.

ٿاڦڻ: (سن. سْٿاپَنَ. سٿا = قائم ڪرڻ)، ٿڦڻ، ڪنهن جاءِ تي رکڻ، مڙهڻ.

ٿاڪَ: (گ. ٿاڪ. سْٿا = هڪ جاءِ ٿيڻ + ڪَ)، ٿاڻو، ٽڪاڻو، جاءِ.

ٿالهِي: (پرا. ٿالي. سن. سْٿالِي)، ننڍو ٿالهہ.

ٿانّ: (سن. سْٿانَ)، جاءِ ماڳ، پاڙو، وٿاڻ، ڪپڙي جو ٿاڪيو.

ٿانءَ: (سن. سْٿانَ)، ٿانيڪو، هنيڪو، محفوظ.

ٿاڻو: (پرا. ٿاڻَ. سن. سْٿانَ. سَٿا = هڪ جاءِ ٿيڻ)، آستان، جاءِ، رهڻ.

ٿاھَ: (سن. سٿاھَ = ترو)، پريل، گھٽو، ٿھو.

ٿَجَ: (سن. سٿَنَ. سٿَنَ = آواز ڪرڻ)، عورت جو کير.

ٿَڌ: (سن. سٿَبڌ)، سردي، پارو.

ٿَرَ: (پرا. ٿَل. سن. سٿَل. سٿَل=ٻيھڻ)، خشڪي، بر، جاءِ، ھنڌ.

ٿَرِ-ٿري: (گ. ٿَرَ. پرا. ٿُرَ. سن. سٿُرَ. سٿُرَ=ڍڪڻ)، کير جو ڇڏو يا تھُ.

ٿِڙڪڻ: (سن. ٿرينڪ)، ترڪڻ، پنھنجي جاءِ تان پري ٿيڻ.

ٿُڪ: (ف. تُف. پرا. ٿُڪ. سن. ٿُر ٿڪرت)، وات مان نڪتل گج يا جھڳ.

ٿَڪَڻ: (گ. ٿاڪَوَن ھير. ٿَڪَءِ. پرا. ٿَڪَ. سن. سٿا+ ڪر)، ٿڪي وڃڻ، پورھئي ڪان ٿڪاوٽ محسوس ڪرڻ.

ٿِڪِڙِي: (سن. وَٽِڪا)، اِڪِڙي، رِيزُ، ھِڙِي، ڇيوٽ.

ٿَلَ: (سن. سٿَل)، جاءِ، منڊ، ٿلھ.

ٿَلھو: (ع. تل)، وڏي دڪي، ڍڳ، آسڻ، جاءِ.

ٿُلھو: (پرا. ٿُل. سن. سٿُول. سٿُول = ٿلھو ٿيڻ)، ماس پريل، موٽو.

ٽمڻ : (پرا. ٽنيڻ. سن. سٽنڀن)، ٽم ڪرڻ، ڪنهن جاءِ تي هٽيڪو ڪرڻ، ٽانيڪو ڪرڻ.

ٽنبُ : (پرا. ٽنڀ. سن. سٽنڀ. سٽنڀ = روڪڻ)، ٽيو، ٽوڻي، ٽيڪ، آڌار.

ٽنيلي : (سن. سٽنڀ + "لي" پڇاڙي)، پاڇاريءَ جي هيٺين پٽي.

ٽڻ : (گ. ٿانَ. ڏن. ٿڻا. پرا. ٿڻ. سن. سٽن)، ٻٻو، اوهه، ڇاتي.

ٽوڙر : (گ. ٽوڏر. سن. شوف + "ڏر" پڇاڙي)، سوج.

ٽورو : (هير. ٽيوو، ٽوئو. سن. سٽوڪ)، گهٽ.

ٽورو : (سن. سٽوڪ. سٽ = ماراهڻ)، احسان، ڀلائي.
ٽورا نه ٽورا، مون تي ماروئڙن جا. (شاهه)

ٽوڪ : (سن. سٽوڪ = ٿورو، ٿوري شيءِ)، چيز، وکر.
٢- پدارت، ڏن، دولت. ٣- وقت، مند، موسم.
١- هنئون ڏجي حبيب کي، لڳ گڏجن لوڪ،
ڪَڏِيون ڪروتون، اي ٻڻ سگر ٽوڪ.
(شاهه ڪريم)
٢- ٽڙڪي ٻسي ٽوڪ، ترڪي تڪبر ۾ اٿي. (شاهه)
٣- مونکي ڏيهان لڪتي، ٻه تي ٽوڪ ٽيا. (شاهه)

ٽوڪارَ : (سن. ٽوٽڪار)، ٽڪ ڦٽي ڪرڻ جو آواز.

ٽوم: (ع. فوم. ثوم)، ٻاڄيءَ جو قسم.

ٽوٽيي: (سن. سٽوٽا)، منيي، ٽنيو، آڌار، آسرو.

ٽوهر: (سن. سٽوٽ)، ٻوٽي جو قسم.

ٽهرڻ: (سن. سٽيريه)، ٽهرڻ، ٽاڻ اچڻ، يڪ جاءِ ٽڪڻ.

ٽيت: (سن. ٽمت)، ٻول، گراهڪي، آسامي.

ٽيڪڻ: (سن. ستڪ = روڪڻ)، صبر ڪرڻ، بس ڪرڻ، هٽائڻ.

ٽيلهڻ: (هه. ٺيلنا. سن. ٽلن = هٽڻ)، ڌڪڻ، اڳتي هلائڻ.

ٽيلهو: (گ. ٽيلو. م. ٽيلا. هيم. ٽوي. سن. سٽل. سٽل = قائم ڪرڻ)، ڪپڙي يا چمڙي جي ڪوٿري.

## ٺ

ٺاپ ٺپ: (سن. سٿاپن)، گهوڙي جي سنبن جو آواز.

ٺارڻ: (سن. ٺلڻ = هٽڻ)، هٽائڻ، موٽائڻ.

ٺاڪڻ: (سن. ٺنڪن)، ٺوهو ڏيڻ، ريهڻ.

ٺاٺو: (پرا. ٺنب. سن. ٺامر)، ڏاتوءَ جو قسم.

ٺانگر: (سن. ٺنگ. ٺنگ = وڃي)، ٻکي.

ٺاهڙ: (سن. ٺرس — ڊڄڻ، ف. ترس = ترسيدن = ڊڄڻ)، ٺهندڙ يا ڇرڪندڙ ڍور.

ٽَپَڪڙا : (سن. ٽِنَڪ . ٽِپ . = گڏ ڪرڻ)، ٽپيون، ڪارا، چليون . ٽوڪريو .

ٽَمَڻ : (پرا. ٽَٽ . سن . ٽرَٽَ)، ڀڃڻ، ٽُڪر ٽڪر ٿيڻ، ڇڄڻ، ڪرڻ .

ٽَٽُون : (گ. ٽَٽُو. هير. ٽارو. سن. (ترنگم))، ننڍي قد وارو گهوڙو .

ٽَٽيهَر : (پرا. ٽَٽَپ . سن. ٽِٽَپ)، هڪ پکيءَ جو نالو.

ٽِپڻو: (سن. ٽِپڻي . ٽَٽ = ڏسڻ)، جنتري .

ٽِڦلو: (ع. اِطريفل <سن. ترِي ڦَل. ترِي= ٽي+ڦَل= ميوا. ٽي ڦَل. ١- هَرِيڙون ٢- ٻهيڙا ٣- آورا)، هڪ دوا جو نالو.

ٽِجوڙي : (انگ. ٽِيرِي Treasury)، خزانو.

ٽَڪ : (پرا. ٽَڪ . سن. ٽَرڪ)، چرخي جي سرائي .

ٽِڪاڻو: (سن. سٿان . سٿا=ترسڻ)، ٽڪاڻو، جاءِ، هندن جو پوتر هنڌ .

ٽَڪرڻ : (سن. ٽَنڪر)، ٻن شين جو پاڻ ۾ زور سان لڳڻ.

ٽُڪرو: (سن. سٿوڪ)، حصو، ڀاڱو.

ٽَڪري: (گ. ٽَڪري. هير. ٽيڪر)، ننڍو ٽڪر، آٽاهين.

زمين، جنهن جي اوچائي هزار فوٽن کان گهٽ هجي.

ٽِڪڙو: (سن. وَٽِڪا)، ٽِڪِي، لولو، مٽي جو زنانو زيور.

ٽِڪَنڊو: (سن. ٽِرڪوڻ. ٽِر = ٽي + ڪوڻَ = ڪنڊ)، اها شڪل، جنهن جا ٽي پاسا بند هجن.

ٽُڪُڻ: (گ. ٽُڪُون. م. ٽِڪُڻ. سن. سٿِتَ)، رهڻ، ترسڻ.

ٽَڪو: (سن. ٽَنڪَ)، پن پيسن جو سڪو.

ٽِڪو: (سن. تِلَڪَ)، نرڙ تي نشان، داغ، چٽو.

ٽَلَڻ: (سن. ٽَلن)، ٽرڻ، هٽڻ، پاسو ڪرڻ، پهڻ ويچارڻ.

ٽِلي: (هہ. ٽالي. سن. تالُ)، چڙيءَ جو قسم.

ٽِمڪَڻ: (سن. ٽِمِ = ٽڊ و ٽيڻ)، ٽم ٽم ڪرڻ، ٽڏي روشنيءَ سان چمڪڻ.

ٽَنڊو: (سن. ٽَنڊَ)، لولو، هٿن کان جڏو.

ٽَنڪار: (پرا. ٽَنڪارَ. سن. ٽَنڪار)، سيگ يا ڪمان جو آواز، ٽونڪار، دانهن، ٽڪ ٽڪ جو آواز.

ٽَنگ: (هيم. ٽَنڪا. سن. ٽُنگا)، چنگهہ.

ٽِنگَرُ: (ف. تيگر. سن. ٽَنڪاري. ٽَنڪارَ = تير جو آواز)، تير.

ٽِڪر ٽِڪيو ڪِينَ ڪِي، ھار رَسيو پيلو. (شاھ)

ٽِڪسالَ: (سن. ٽَنڪشالا. ٽَنڪ = سڪو + شالا = جاءِ. اھا جاءِ جتي سِڪا ٺھن)، ضرب خانو.

ٽَنگَڻ: (سن. ٽَنگَڻ)، مٿي ڪري پيھارڻ، ٽَنگڻي.

ٽوٽ: (سن. ٽْرَٽِ)، ٽوٽو، گھاٽو، ڇيھو، نقصان.

ٽوٽِڪو: (سن. ٽْروٽَڪ. تَرَٽْ = ٽَٽَڻ)، لَٽڪو، ٽوٽو، پنتر منتر.

ٽوٽو: (سن. ٽَنڊَ)، ٽڪرو، حصو، ڀاڱو.

ٽوپِي: (سن. چوٽِڻ = ڍڪڻ)، ڪَلاه، ٽوپ جو قسم، ٽڪر جي ٺھيل شيءِ، جا چلم يا حقي ۾ گوءِ مٿان رکجي.

ٽورَڻ: (سن. ٽْورَڻ. ٽْوَرْ = ٽڪڙو ھلڻ)، ڪاھڻ، ھلائڻ، گھمائڻ، ٽڪڙو ھلائڻ.

ٽوڙَڻ: (سن. ٽْرَٽْ)، ڀڃڻ، ٽڪر ٽڪر ڪرڻ.

ٽوڙِي: (سن. ٽْروٽِڪِي)، راڳڻيءَ جو قسم.

ٽوڪَ: (سن. سْٽوڪَ). ٽَٽول، ٺِشري.

ٽولوءِ (سن. ٽولِڪا)، منڊلي، ميڙ، جٿو، گروه.

ٽُونَرُ : (ف. طُره)، ڦندڻ، جهاپو.

ٽَوٽو : (سن. تَنتْرَ)، جادو، ڦيٺو.

ٽَوهَ : (سن. تَـرْهَسْ)، هڪ وَلِ جو ڪڙو ڦَتو.

ٽِهائي : (سن. تْرِتيِيه)، ٽيون حصو.

ٽَـهَـلَ : (سن. تَتْ+چَـلَـنَ)، شيوا، چاڪري، خدمت.

ٽَـهَـڻَ : (سن. تْرسْ=ڊڄڻ)، ڇرڪڻ.

ٽِياسِي : (گ. ٽياسِي. سن. تْرْشِيتِ. تْرِ=ٽي+آشِيتِ=اسي)، اسي ۽ ٽي.

ٽِيانوي : (سن. تْرِنَوتِ. ترِ=ٽي+نَـوَتِ=نوي)، نوي ۽ ٽي.

ٽيتاليِهَ : (سن. ترِچَتْرارِنشْتْ)، چاليهه ۽ ٽي.

ٽيڙَڻ : (سن. تْرا=نـگاه ڪرڻ)، تاڙڻ.

ٽيڙيهَ : (سن. تْـرَيسْتْرِنشَتْ)، ٽيهه ۽ ٽي.

ٽيپو : (ڏن. ٽيپو، ٽنبو. هبر. ٽيپو. سن. ستوپ)، ڦڙو، قطرو.

ٽيجهو : (سن. تْرِتِييا)، هـڪ جي ٽين تاريخ، ٽيون.

ٽيڏو : (سن. تْرِسْ)، ڏنگو، ياونجيرو.

ٽيڪَ : (گ. ٽيڪ. سن. ٽيڪْ=وڃڻ، مدد وٺڻ)، مدد، آڌار، سهارو.

ٽِڪا : (سن. ٽِيڪا. ٽِيڪَ=وچڻ، سمجهائڻ)، آرٿ، مطلب، معنيٰ، شرح.

ٽِيلو : (سن. آشٽيلا)، دڙو، پهاڙ، پٽ، تخت.

ٽِيهه : (سن. ترِنشت)، ويهه ۽ ڏهه.

ٽِيهتر : (سن. ترِسپتتِ)، ستر ۽ ٽي.

# ٺ

ٺاپر : (سن. سٿر = قائم)، ماٺ، آرام.

ٺاڪر : (گ. ٺاڪور. سن. ٺڪر)، ديوتا، مُکيه، عزت جو لقب (هندن ۾).

ٺام : (ڏن. ٺام. سن. سٿان)، جڳهه، آستان، هنڌ، جاءِ.

ٺاڻ : (هير. ڏاڻ. پرا. ٿاڻ. سن. سٿان)، جاءِ، هنڌ، وٿاڻ.
جتِ ٻجهن گهوڙا، الهيءَ کي چون ٺاڻ. (گل)

ٺَٽ : (سن. ٺَٽ=ترِ، ڪنارو)، واهه يا درياءَ جي ڪپ تي ٻڌل شهر.

ٺَٽ : (سن. سٿاتر)، سجاوٽ، سينگار، اڊمبر.

ٺٺولِي : (سن. آڻهاس)، کِل، مسخري، چرچو، ٽوڪ.

ٺِڪَر : (سن. شرڪرا)، پڳل ٺانءَ جو ٽڪر، وڏي ٽڪري.

ٺڳ : (سن. سٿڳ. سٿڳ = ٺڳي ڪرڻ، لڪائڻ)، دغاباز، دوکيباز، ٺڳيندڙ.

ٺلهو: (هير. ٺلو. ه. ٺ = ٺ + ٺهل = ڪر. سن. ٺ + تت = چلن)، خالي، بيڪار، واندو.

ٺلهو چٽو، وڃي گهٽو. (پهاڪو)

ٺوس: (سن. سٿاسن)، ڀاري، وزني، مضبوط، ڏاڍو.

ٺونٺو: (سن. سٿاڻ)، لولو، هٿن کان جڏو.

ٺونگو: (سن: تنڊ). ڇهنب جي مار، آڱر جي ٺوڪر.

ٺهراءُ: (سن. سٿيريه)، رٿ، تجويز.

ٺيڪ: (سن. سٿت. سٿا = بيهڻ)، برابر، سچ، تحقيق.

ٺيلهڻ: (ه. ٺيلنا. سن. ٺلن)، ٺيلهڻ، ڌڪڻ.

## پ

پابند: (ف. پاءِ + بند. سن. پادبند. پيرن ٻڌڻ جو رسو)، ٻڌل، سوگهو، قابو.

پاپوڙو. (سن. پدمني = پيٽي)، پيڻ جو پن.

پاپوهڻ: (سن. پرسوڻ)، ٽڙڻ، کلڻ، مشڪڻ.

پاتال: (سن. پاتال پت: پات = ڪرڻ + آلي = جاءِ. سڀ کان هيٺاهون ملڪ)، ترو، زمين ۾ سڀ کان هيٺاهون ملڪ، دوزخ. پاتال ست آهن: ۱- آتل

٢- وِتَلَ ٣- سُتَلَ ٤- تَلاتَلَ ٥- مَهاتَلَ ٦- نِتَلَ
رَساتَلَ.

ڀاتَڪ : (سن. ڀاتَڪ. ڀَتْ=ڪرڻ+آڪَ. هيٺ ڪيرائيندڙ)، گناهه، پاپ، ڏوهه.

ڀاتَلَ : (سن. ڀِتْراولِيِ)، وڻ جي ڀنن مان ٺهيل ٿالهي.

ڀاٿاري : (سن. ڀِرَسْتَرَ)، ڪکن ڪانن جو وڇاڻو.

پاٿودَرَ : (سن. پاٿودَرَ)، بادل، ميگهه، ڪڪر.

پاٿِر : (سن. پاٿْرَ. پا=نڪر جو پيئڻ)، ٿانءُ، وڏو پاٿوڙو.

پاٺشالا : (سن. پاٺَ=سبق+شالا = جاءِ)، مڪتب، مدرسو.

ڀاڏو : (سن. ڀَڏڪا)، اهو ٿلهو سخت ڀنو، جو جلد بندي
جي ڪم اچي، سَڪَلَ خشڪ.

پاپ : (سن. پاپَ)، گناهه، ڏوهه، برائي.

پاڙَ : (سن. پِرَهَتَ)، مالهه، مگ وغيره مان ٺهيل سنهڙي
گول مالي.

پاڙي : (سن. پالِ)، ڪَنَ جي چوٽي.

پاڄي- ڀاڄي : (ف. پاڄي. سن. پاڄهِ)، لُچ، ڪميڻو، نوڪر.
ڀَهَ رِپ ڀاڄي ڀرجو، لِس رپ راس نه روءِ. (جلال)

پاڇو: (سن. ڇايا)، پاڇولو، عڪس، ڇانو.

پاڇي: (سن. پَشْچات)، باقي، پڇيل حصو، بچت.

پاخانو: (ف. پايہ = پير + خانہ. اها جاءِ، جتي پيرن تي اوڪڙو ويهجي)، جاءِ ضرور، ٽٽي، مورينز.

پادَرَ: (سن. پاد تَرْ. پاد ترڻ. پادَ= پير)، ڪلو، موچڙو.

پادِري: (پور. پيُدْرِي)، عيسائي مذهب جو مولوي.

پارَ: (سن. پار)، نديءَ جو ٻيو ڪنارو، حد، ڇيڙو، پاسو، طرف.

پاراٺو: (سن. پْرَشْتَ ڀاوَ. پْريشْ=موڪلڻ+ڀاوَ = حالت. موڪلڻ جي حالت)، نياپو، پيغام.

پارَسَ: (سن. سْپَرشمڻ. سْپَرْشَ = لڳڻ + مڻ = پٿر جو قسم)، پارس، پٿر.

پارِسي: (ف. پرا. سن. پارسي)، پارس ديس (ايران) جي ٻولي. ايراني.

پارو: (سن. پْراليَہ)، ٿڌ، سردي، رهي.

پارو: (گ. پارو. پرا. پارَدَ. سن. پارَدَ. پْرَ= پورو ڪرڻ: پارَ= پار ڪرڻ + دا = ڏيڻ)، هڪ قسم جو پٽڙو ڌاتو، سيماب.

پاريچو: (سن. پاروِيشِي. پارَ = پرين پر + وِيشِي = رهندڙ)، پار رهندڙ، درياء جي هُن پر رهندڙ.

پاڙَڻُ: (سن. پالَ = پالڻ)، پورو ڪرڻ.

پاڙيسِي: (سن. پرتوِيشِي: پرتِوامِي. پرتِ = سامهون + وِش = داخل ٿيڻ)، پاڙي ۾ رهندڙ، پاڙيچو.

پاسِري: (هير. پاسلَ. پرا. پنسلئا. سن. پرشڪا)، پاسلي ۽ پاسي جو هڏو.

پاسو: (ڏن. پاسا. سن. پارشُو)، پرسان، ويجهو، بدن جو پاسو، طرف.

پاڪيزو: (پاڪيزه. پاڪ = صفا + "يزه" تصغير ۽ نسبت جي نشاني. پاڪڙو. ٣- پاڪي = صفا + زه = زاده = چاول. پاڪ چاول)، پاڪ.

پاڪَرُ: (هير. پکَر. سن. پرڪشر: پرڪر)، زره.

پاڪَنڊُ: (سن. پاشنڊ)، ڍونگ، چل، دوکو ۽ ٺڳي.

پاڳي: (گ. پڳي. م. پاوڳي. هير پاڏڳا. سن. پدَ = پير)، پڳي، پيري، پيرا واڍو، پير ڪڍندڙ.

پالَ: (گ. پال. سن. پلَوَ: پلَ)، ڪپڙي يا ڪپڙن جو تنبو.

**پالا ر:** (سن. پلوَ)، ٽاري، ٽانگن جو هجوم. ڏسو ”پلر“.

**پالڪ:** (پرا. پالنڪ. سن. پالنڪا: پالنڪيه)، ساڳ جو قسم.

**پالڪي:** (سن. پلينڪ)، ڏولي.

**پالڻ:** (سن. پالن. پالْ=ٻورو ڪرڻ)، پرورش ڪرڻ.

**پاليھر:** (گ. پاريوو. سن. پاراوت)، ڪبوتر.

**پان:** (سن. پرڻ)، پان جو پتو يا ٻن.

**پاند:** (سن. پرانت. پر=چوڏاري +آنت=حد، ڪنارو)، ڇوڙ، ڪنارو، پاؤ، پلاند.

**پانڊپ:** (سن. پانڊو)، بهادر، سردار.

**پانڌي:** (سن. پنٿڪ. پنٿ = وڃڻ)، پانڌيڙو، راهي، مسافر، خابرو.

پانڌي ڇڄ پر ٻن ۽ ڪي، جور هٽيي جانا. (شاه)

**پانو:** ڏسو ”پاونگ“.

**پاڻ:** (پرا. آپا. سن. آتما)، خود، پنڊ.

**پاڙو:** (سن. پرياڻ. پر = اڳتي + يا = وڃڻ)، مڪان، هنڌ. ڏسو ”پرياڻ“.

**پاڻي:** (سن. پانيه. پا = پيئڻ)، آب جل، جر.

پاولڪ : (سن. پانڊو)، بهادر، بانڪو.

پاهه: (سن. پيهه . ها = پيئڻ)، پاڻي، ڪاڏو، چارو.

پاهڻ : (سن. پاشاڻ، پشڻ = پيهڻ)، پٿر.

پاهون : (سن. پشچ : پرشڪت)، پوئتي، پٺتي.
موٽ محب پاهون، تاڪن تڪي آهيان. (شاه)

پاءُ : (گ . پا. سن . پاد )، چوٿون حصو، سير جو چوٿون حصو.

پائلي : (سن. پاد+"لي" پچاڙي)، روپئي جو چوٿون حصو.

پائڻ : (سن. پراپڻ. پر=چوڌاري+آپ=حاصل ڪرڻ)، ملڻ، حاصل ڪرڻ، وٺڻ، پهرڻ.

پائي : (گ . پائي . هه . پائي . سن . پاد )، پيسي جو ٽيون حصو.

پپ : (سن. پد )، پير جو اڳيون حصو.

پپڻ : (سن. پدم )، ڪنول گل جي ڏوڏي.

پت : (سن. پد = اختيار)، عزت، لڄ.

پت : (سن. پرتيه . پرت=وري+اڻ=وڃڻ)، اعتبار، وشواس، ڀروسو.

پت : (سن. پٽ)، آرايون، ڪوساڻ، گرمي.

پِتا : (سن. پِتر. پا=بچائڻ)، پيءُ، ابو، بابو.

پِتاشو : (سن. واتاسه. واتَ = هوا)، هڪ قسم جي مٺائي.

پَتِت : (سن. پَتِت. پَتْ=ڪرڻ)، پاپي، نيچ، ڪميڻو.

پَترو : (سن. پَتْر)، پنو، ڪاغذ، ورق، خط.

پَتْرو : (سن. پرتَنَ)، پتلو، ٽڙو، سنهو، هلڪو، ڏٻرو.

پَتَل : (پرا. پِتَل. سن. پِتَل)، نامي ڌاتو جست جي ملاوت واري ڪٽ يا ڌاتو.

پُتلي : (پرا. پُتلِي. سن. پُترڪا)، گُڏي، رانديڪو.

پُتلي : (سن. پُتلي)، اک جي ماڻڪي.

پَتَنگ : (پرا. پَتنگ. سن. پَتنگ. پَتَنْ = ڪرڻ + گَمْ = هلڻ. جو ڪرندو وڃي)، پروانو، لغڙ.

پَتو : (گ. پتو، سن. پَدَ=نشان)، ڏس، خبر، سرنامو.

پَتو : (ڏن. پَتا. سن. پَترڪا. پَتْ=ڪرڻ)، خط، ڪاغذ، تاس جو پتو، وڻ جو پَنُ.

پَتي : (سن. پتِ. پا = پالڻ)، مڙس، ور، ڪانڌ، ڀتار.

پَتي : (هير. پتي. سن. پَتْر+"ئي" پڇاڙي)، حصو، ڀاڱو.

پَتَّر : (گ. پتر. پرا. پتر. سن. پرستر)، پاهڻ، پهڻ، فوتيءَ لاءِ غم ڪرڻ جي جاءِ.

**پڌرڻ :** (ڌ ن. ڀڌري. پرا. ڀڌرڻ. سن. پرسترڻ. ستر=ويڪرو ٿيڻ)، پکڙڻ، کنڊرڻ، خلاصو ٿيڻ.

**پڙون :** (سن. ڀرتو)، ذرا ذرا.

**پٽ :** (سن. پٽ. پٽ=بند ڪرڻ)، پردو، ڪپڙو، آڙ. آوديا پٽ لاهي، ساکي ڏسي ڪين ڪي. (سامي)

**پٽ :** (ڌ ن. پٽ. پرا. پٽ. سن. پٽ)، ريشم، تختو (جنهن تي کنڀي ڪپڙا سڻيندا آهن)، تخت، شهر.

**پٽ :** (سن. پاتر. پا = پيئڻ)، ڪشتو، پيالو.

**پٽ :** (پرا. پٽ. سن. پتر. پت=هڪ دوزخ جو نالو + ترئي=بچائڻ. جو دوزخ کان بچائي. آرين جي عقيدي موجب، جنهنکي پٽ ڪونهي، سو دوزخ داخل ٿيندو. جنهن کي آهي، تنهن کي پٽ دوزخ مان تاري پار ڪندو)، فرزند.

**پٽاندر:** (سن. پرتينتر)، موجب، موافق.

**پٽ راڻي:** (سن. پٽ = تخت + راجني = راڻي، اها راڻي، جا بادشاه سان گڏ تخت تي وهي)، مها راڻي.

**پٽڪو:** (ڪ. پٽڪو. سن. پٽ=ڪپڙو+"ڪ" اسم تصغير جي نشاني)، پڳ، دستار، ڦينٽو.

**پَٽَڻ:** (سن. پَٽَ)، ڇٽڻ.

**پَٽَڻ:** (گ. پَٽونَ. سن. پِشٽَ. پِٺُ = پيهڻ)، ڏک هڻڻ (غم کائڻ)، پاراتو ڏيڻ.

**پَٽو:** (سن. پَٽَّ)، ڪٽي جي ڪپڙي جي وَڍِي، زمين جو ٽڪو يا ڪاغذ.

**پَٽولو:** (سن. پَٽولَ)، ريشمي ڪپڙي جو قسم.

**پَٽي:** (پرا. پَٽِي. سن. پَٽي)، فتيل، ڇيوٽ، ليڙ.

**پَٽي:** (پرا. پَٽِيا. سن. پَٽِڪا)، ڦرهي.

**پَٽيلَ:** (گ. پَٽيلَ. ه. پَٽا + "والا" پڇاڙي. سن. پَٽَّ =شهر + "والا" پڇاڙي)، چوڌري، نمبردار.

**پَٽيوالو:** (سن. پَٽَّ = پَٽو + "والا" پڇاڙي. جنهن کي پانهن تي آفيس جي نشاني جي پَٽي لڳل هجي)، نوڪر.

**پَٺ:** (هير. پِٺ، پَٺ، پُٺ. پرا. پِٺ. سن. پِرشٽَ، ف. پشت)، پٺي، پونير، پُٺيان، پريان.

**پَٺڻ:** (سن. پرسٿاپن)، موڪلڻ، روانو ڪرڻ، پيچڻ.

**پَٺو:** (گ. پَٺو. ڏن. پَٺٺو. پرا. پُٺ. سن. پِشٽَ)، جوان، ڪشتيباز، ڪيرو.

**پَڀر:** (پرا. پَڀلَ. سن. پِپلَ)، پپل، وڻ جو قسم.

پَپَري : (سن. پپلي)، ول جو قسم.

پَپڻ : (هہ. پپني. سن. پڪشمن)، ڀنبٽيون.

پپڻ کون ڀري، وڃي آليهر اولي ٿيا. (ڪنيار)

پپيهو : (گ. پپئيو. هيم. پپئو. سن پڪ)، ڀاپيهو.

پي پپيهو خوب ڀائي، ڏو منجهان ڏاپيو گهمي. (بيوس)

پَتِي : (ڏن. پتچا. هيم. پتا. ڀرا. پتا. سن. پترشوما.

پترِ = پي + شوما = ڀڻ)، پيءُ جي ڀيڻ.

پَجرڻ : (سن. پرجولن. پر = گهڻو + جولن = جلڻ)، باهہ

۾ سڙڻ، پچڻ.

پَچَڻ : (سن. پرِيوت)، مقابلو ڪري سکوڻ، پهچڻ، رسڻ.

پَچ : (سن. پٽيہ. پو = پاڪ ٿيڻ)، ڌرم، دانُ، خيرات.

پَڃرو : (ف. پنجر. ڀرا. پنجر. سن. پنجر. پنج = آواز

ڪرڻ: رهڻ. جنهن ۾ پکي ٻولين يا رهن ٿا)، لوه

يا تيلين جو ٺهيل گهر، جنهن ۾ پکي يا جانور رهن، قفس.

پِچڻ : (سن. پنج)، ڪپهہ صاف ڪرڻ.

پَچار : (سن. پرچار. پر = چوڌاري + چر = وڃڻ. جو

چوڌاري وڃي)، ذڪر، ڳالهہ.

پَچائڻ : (سن. پچن. پچ = رنڌڻ)، باهہ تي ڪاڙهي تيار

ڪرڻ، سيڪڻ.

پچڪاري: (سن. پنچت)، اوزار جو قسم.

پَچُڻُ: (سن. پچ=داب هيٺ آڻڻ)، چپڻ، ڪُليل يا ايريل شي ڪي داب هيٺ آڻڻ.

پِچ: (سن. پچ)، پنجي، پت جي قسم، پچ ٻاٽي.

پَچ: (پرا. پنچ. سن. پچ)، جانور يا ماڻهن جي ٽنڀان لڙڪندڙ يا لٽڪندڙ ماس وارو يا ڪنهن وارو ٽڪرو يا حصو، دم.

پَچاڙڻ: (پرا. پڪالڻ. سن. پرڪشالن. پر=گهڻو، چئني طرفن کان + ڪشل = صاف ڪرڻ)، ڌوئڻ، زور سان هڻڻ.

پَچاڙي: (سن. پشچات)، گهوڙي جي ٻئين ٽنگن کي ٻڌڻ جي رسي، ضد "اڳياڙي"، پويون وقت.

پچاڻڻ: (سن. پرتيپچان)، سڃاڻڻ، ڄاڻڻ، معلوم ڪرڻ.

پَچاڻون: (هه. پرچانوان. سن. پرتچايه)، پاڇو، سايه.

پَچتائڻ: (سن. پشچاتاپن. پشچات = پوءِ + تپ=جلڻ)، ارمان ڪرڻ.

پَچتي: (سن. پرچتري)، پت سان، ڇت جي ڌورو هيٺان، توري ڇت ٿاهيل، جنهن تي سامان سڙو رکجي.

پَڇم: (پرا. پچم. سن. پشچم)، اولهه، هڪ (صوفيانه) منزل جو نالو. ضد "پورب".

پَڇَنڊِڻُ : (سن. پْرسِيندَنَ)، وسڪارو ڪرڻ، هلائڻ، وَهائڻ.

پَڇَڻُ : (پرا. پڇڻ. سن. پرڇڻ)، سوال ڪرڻ، خبر وٺڻ.

پَڇْوا : (سن. پَشْچِموات. پَشْچِمِ = اولهه + واتَ = هوا)، اولهه جي هوا.

پَکالَ : (سن. پيہ ڪَلَ. پيہ = پاڻي + ڪَلَ = ڪَلَ)، مَشڪ، اوٺي، ڪَوندِي، ڪَلِي.

پَدُ : (سن. پَدَ. پَدْ = چلڻ)، پير، شبد، آواز، بيت جو پاڱو، درجو، منزل، هنڌ، جاءِ.

پَدارَتُ : (سن. پَدارْثَ. پدَ = آواز، لفظ + آرْثَ = مطلب)، چيز، شيءِ.

پَدَمُ : (پرا. پَدمُ. سن. پَدْمَ)، ڪنول گل، سَونيلَ، نانگ جو قسم، پير جو ليڪو، جو آڱوٺي جي آڱر جي وچان شروع ٿي، هيٺ ڪڙي طرف وڃي، جو سڀاڳ جو نشان آهي.

پَدمِني : (پرا. پَدمِڻي. سن. پَدْمِني=ڪَمَلني، ڪنول گل جهڙي)، عورتن جي چئن قسمن مان پهريون قسم. عورتن جا چار قسم: ۱- پَدمِني ۲- چِترِني ۳- هَستِني ۴- سَنکِني.

پَدارَڻُ : (هه. پَگَ=پير+ڏارنا = رکڻ. پرا. پاڏار. سن. پَدَ=پير+ڌَرَڻُ=رکڻ)، وڃڻ، اچڻ، پهچڻ، چڙهڻ.

پِڌرو: (سن. پْرَسِڌَ)، ظاهر، کليل؛ ميدان.

پَر: (سن. پَر)، ليڪن.

پَر: (سن. پال)، ڪَنڌ ڪنارو؛ قطار، نشان؛ ريت، طرح.

پُر: (سن. پَرَ. پَرَ=پرڻ)، ڌاريو، ٻيو؛ اڪيلو، پري، گذريل دشمن.

پُر. (ف. پُر. سن. پُورڻَ)، ڀريل، پورو.

پُر: (پرا. پَرَ. سن. پُرَ. پُرَ=چوڌاري ڏيڻ)، پور، پوري شهر.

پِراٿنا: (سن. پْرارٿنا. پْرَ=گهڻو+آرٿ=پڇڻ)، وينتي، عرض، ڏٿي ڪان معافي گهرڻ.

پِراپِت: (سن. پْراپْت. پْر=گهڻو+آپْ=حاصل ڪرڻ)، حاصلات، فائدو.

پِراچت: (سن. پْراياشچِتَ. پْراياش=پاپ+چِتْ=حاصل ڪرڻ)، توبهه، پڇتاءُ.

پِراچين: (سن. پْراچِينَ. پْرَ=گهڻو، اڳ ۾+آچّ: آنْچ=وڃڻ)، پراڻو، پهريون وقت؛ پوربي، مشرقي.

پِراڌِينُ: (سن. پْراڌِينَ. پرَ=ڌاريو+آڌِينَ=وَسَ ۾)، پروس، لاچار، غريب.

ڏوڏي: (پرا. دوڌ. سن. ڌُرتِ)، ڏَڀڻ، ڌمڪي.

ڏوڙي: (سن. ڌرِيه)، ثاني، مٽ، ڀيچي.

ڏون ڏون: (پرا. ڏمڏما. سن. ڏمڏما)، ڏمڪ کي ڦوڪڻ جو آواز.

ڏولس: (سن. ڌَنش)، ڌمڪي، رعب تاب.

ڏوڻ: (پرا. ڏُڻ. سن. ڏونَ. ڏو = چورڻ)، لوڏڻ.

ڌوئڻ: (پرا. ڌوَڻ. سن. ڌاوَنَ)، پاڻيءَ سان صاف ڪرڻ.

ڌيان: (سن. ڌيانَ)، خيال، سمجهه، چيتو.

ڌيرج: (پرا. ڌِجَ. سن. ڌيرِيَه)، تحمل، بردباري، صبر.

ڌيمي: (سن. مَڌيَم)، آهستي آهستي، ڌيري، وڻندڙ.

ڌيءُ: (پرا. ڌيئا، سن. دُهتر. دُهه + ڏُهڻ. اڳي ڌيئن تي ڪير ڏهڻ جو ڪم رکيل هوندو هو)، نياڻي، دختر.

## ڏ

ڏاتِ: (سن. داتِ. دا = ڏيڻ)، بخشش، نعمت.

ڏاتار: (سن. داتر. دا = ڏيڻ)، داتا، سخي، ڏاتر.

ڏاٿو: (پرا. دتّ. سن. دانر)، ڪڙمين جو هڪ اوزار، جنهن سان لابارو ڪندا آهن.

ڏاٽ: (سن. دَنشٽرا. دَنش=چڪ وجهڻ)، هوڙ.

ڏاجَ: (سن. دايہ. دا=ڏيڻ)، ڏاجو.

ڏاڏو: (سن. تاتَ)، پيءُ جو پيءُ.

ڏاڍو: (پرا. دَڍَ. سن. ڏرڍَ=پختو)، مضبوط، سخت.

ڏارو: (سن. دَرّ)، ڏريل آنّ، چاور، چانورن جو ڪيرو.

ڏاري: (گ. ڊاري. هيم. ڏن. ڊالِي)، ٽاري، شاخ.

ڏاڙهون: (سن. داڙمِ. دَلِ=چيرڻ، ڦاڙڻ)، آنار، ميوي جو قسم.

ڏاڙهي: (سن. داڍِڪا)، سونهاري، ريش.

ڏاڪَ: (م. گ. داڪ. سن. ڍَڪّا=ڍولڪيءَ يا ڍيبڪيءَ جو قسم)، رَڙ، هُل، سُڏڪن سان پريل آواز.

اوچنگارن سان آڏَ ڪيائين، ڏونگر ڏيئي ڏاڪ.
(حمل)

ڪُميون ڪَچون، لُڏڙا، ڏاڪَ ڏين ڏيڏر.
(حفيظ)

ڏاگَهہ: (پرا. داگَهہ. سن. داهَ. دَهُ=سڙڻ)، باھ، چڪيا.

ڏاگهو: (سن. ٽَنڪا=ٽنگ)، آٽ.

ڏاليِ : (سن. ڊلڪ)، ميوات سان ڀريل سوغاتي ٽوڪرو.

ڏاندي : (سن. ڏنڊ)، ٻوندي.

ڏاڻ : (سن. دانَ. دا=ڏيڻ)، ڪاڌو، خوراڪ، بخشش.

ڏاوڻ : (پرا. دامڻ. سن. دامن)، پينڊ، آٺ جي پيرن جي ٻڌڻ جي نوڙي.

ڏاوڻي : (پرا. دامڻي. سن. دامني)، کهٽي جو قسم.

ڏاهَ : (ف. داه. سن. داسي)، ٻانهي، گولي، پورهيت.

ڏاهہ : (پرا. داهَ. سن. داهُ) ساڙو، تپش.

ڏٻرو : (هيم. ڏٻل. پرا. ڏٻل. سن. ڏرٻل. ڏر= گهٽ + بَلَ = طاقت)، ڪمزور، هيڻو.

ڏيڻ : (پرا. ڏهڻ. سن. ڏهن. ڏهہ = سڙڻ)، سڙڻ، جلڻ.

ڏتڙ : (پرا. ڏتڊي. سن. ڏستٽي. ڏس: ڏش=خراب. تٽي: تٽ=ڪنارو)، اوکو تڙ، خراب حالت وارو.

ڏنو : (سن. دانت)، حقي يا چلم يا نڙ يا گوء جي ڪنڊ.

ڏجهڻ : (پرا. ڊجهڻ: ڊهڻ. سن. ڏهن. ڏهہ=سڙڻ)، سڙڻ، ٻرڻ، جلڻ.

ڏَچر: (سن. ڏرچر. ڏُرَ = کوٽ + چر = کائڻ، چرڻ)، ڏور کائڪ. ضد "سُچَر".

ڏڏ: (پرا. ڏڏ. سن. ڏگڌ)، ڏُڌ = ڏھڻ)، لسي، جھڻ.

ڏڏوڙ: (پرا. ڏڏ. سن. ڏگڌ)، ڏڏل، جليل، سڙيل.

ڏِڍ: (سن. ڏرڍ = ڏاڍو)، آسرو، آٿت، همت.

ڏَڍ: (سن. ڏڏر)، چمڙيءَ جي بيماريءَ جو قسم.

ڏِر: (سن. ڏر) ڏرڙ، ٻر، ڏرو، تنگ.

گدڙ کي گني ٻوي، ته ڏر ۾ وڃي لڪي.

(پهاڪو)

ڏَر: (پرا. ڏر. سن. ڏر)، خوف.

ڏرت: (سن. ڏرت)، مصيبت، آفت.

ڏرڻ: (پرا. ڏلن. سن. ڏلن. ڏل = ڏرڻ)، ڏارو ڪرڻ، ٻيهڻ.

ڏِس: (سن. ڏِشا)، طرف، پاسو.

ڏساسول: ڏسو "ڏشاشول".

ڏِسڻ: (سن. ڏِش)، پڌائڻ، ٻاسڻ، سکڻ، ڏيکارڻ.

ڏسڻ: (پرا. ڏيک. سن. ڏرش)، پسڻ، نظر ڪرڻ.

ڏڪارَ: (سن. آڏڪارَ. + آڏ = مٿي + ڪَرَ = منهن ڪان نڪرڻ)، پيٽ مان نڪتل هوا، جا وات مان آواز ڪري نڪري، آنئي ڪرڻ وقت آواز.

ڏڪار، (سن. دُشڪالَ. دُشٽَ = خراب + ڪالَ = وقت)، ڏُڪر، قحط.

ڏِک: (پرا. دِڪا. سن. دِيڪشا)، مَڱڻ سانت، سينگار.

ڏَک: (پرا. دَک. سن. دَهڪَ)، دک، درد.

ڏکڻ: (پرا. دَکڻ. سن. دَڪشڻ)، ڏکڻ طرف.

ڏگرو: (سن. دَلڍَکَ + "ور" پچاڙي)، مَکدر يا مترڪي جو قسم.

ڏلڻ: (سن. دَلْ = لَڏڻ)، ڏاڍي وچڻ، ڪمزور ٿي وڃڻ.

ڏلهو: (سن. دِلڪَ)، ڪاٺي ڪٺڻ يا پنجهو وجهڻ جو ٺوڪرو، ڪارو.

ڏَنَ: (سن. دَنڊ)، ڏِل، محصول، ڏنڊ چٽي.

ڏَندُ: (ف. دندان. پرا. دَنتَ. سن. دَنتَ)، دَچن، دند.

ڏَنڊ: (سن. دَنڊَ)، جرمانو، سزا، عوضو، ورزش جو قسم.

ڏَندو: (پرا. دَنڊَ. سن. دَنڊَ)، سوٽو، داسو.

ڏنڊوت: (سن. دَنڊوَتَ. دَنڊَ = ڏنڊو + وَتَ = جهڙو)، نمسڪار، جهڪي سلام ڪرڻ.

ڏنگ: (پرا. ڊَنسَ. سن. دَنشَ)، وڇون، نانگ وغيره جو چڪ.

ڏنگڻ: (پرا. ڊَنسَڻ. سن. دَنشَنَ)، ڏنگ هڻڻ.

ڏڻ: (پرا. دِڻَ. سن. دِنَ)، هندن جو پوتر ڏينهن، ڏينهن.

ڏوڏي: (سن. تَنڊَ)، پست جو ڦل، جنهن مان آفيم نڪري ٿو.

ڏور: (هيم. دَورو، دورو. پرا. دورَ. سن. دور)، ڏوري، رسي، مهار، پيت جو قسم.

ڏور: (ف. دور. سن. دور) پري، وِڇيرڪو.

ڏوڪو: (سن. ڍَڪا)، لَڪڙي، جا دهل تي هڻجي، ڪَتل يا ڪارڪ، جا اچا سخت هجي.

ڏولَ: (سن. ڏَلَ = مٿي ڪرڻ. ع. دَلو)، پاڻي پرڻ جو ٿانءُ.

ڏولائو: (سن. دولا. ڏَلَ=لڏڻ)، تڪليف، پريشاني.

ڏولي: (پرا. دولِي. سن. دولڪا)، پالڪي، ڪجاوو.

ڏونگر: (گ. ڊُنگَر. هير. ڊُنگرو. سن. تنگ = مٿي)، ٽبل، روهه، ٽيِر، پهاڙ.

ڏوهه: (سن. دوش. دش = خطا ڪرڻ)، خطا، گناهه، جرم.

ڏوهٽو: (پرا. دوهٽ. سن. دوهتر)، ڌيءَ جو پٽ.

ڏوهڙو: ڏسو "دوهڙو".

ڏوئي: (ڌن. دوي. هير. ڊوئو. سن. دَرْوِ)، ڪاٺ جو چمچو.

ڏيو: (پرا. ديو. سن. ديپ)، مٽيءَ مان ٺهيل چراغ.

ڏهه: (پرا. دَس. سن. دَشَن)، نَوَ ۽ هڪ.

ڏهاڙو: (گ. ڊهاڙو. سن. دَوِسْ. دَوْ = چمڪڻ + "ڙو" اسم تصغير جي علامت)، ڏينهن، روزانو.

ڏهاڪو: (سن. دَشڪ)، ڏهن جو عدد.

ڏهاڳ: (سن. دَرْڀاڳيه. دَرْ = خراب + ڀاڳيه = ڀاڳ)، بدقسمتي. ضد "سهاڳ".

ڏهڪاءُ: (سن. دَهشم)، خوف، ڀيانڪ حالت.

ڏکيو: (پرا. دکٿا سن. دکت + "و" پڇاڙي)، ڏکيو، مشڪل.

ڏهڻ: (پرا. ڏهڻ: دوهڻ. سن. دوهن. ڏهہ = ڏهڻ)، مڙندڙ يا ڪير ڏيندڙ جانور مان آهستي آهستي ڪير ڪڍڻ.

ڏهي: (پرا. دَهه. سن. دڌ)، ڄهي، ڏڌ، ڌونرو.

ڏهي: (سن. دِشا)، ڪپڙي جي باريڪ تند، ذرڙي.

ڏياري: ڏسو ”ديوالي“.

ڏيا: (سن. دَيوَيا)، حشمت، رعب، ڪلا، جوت، روشني.

ڏيڏر: (هيم. ڊڊرو. سن. دَرڏر)، ٽان ٽان ڪندڙ ننڍڙو جانور.

ڏيڍ: (سن. اَڌيرڌ)، هڪ ۽ اڌ.

ڏيڍي: (ف. دِهليز. سن. ديهلي)، ٻاهرين دروازي ۽ گهر جي وچ ۾ ڇت.

ڏير: (ڌن. ديرو، ديرو، پرا. دِئر. سن. ديور)، مڙس جو ڀاءُ.

ڏيرو: ڏسو ”ديرو“.

ڏيساندر: (پرا. ديسنتر. سن. ديشانترء. ديش = ملڪ آنتر = ٻيو)، پرڏيهه، ٻيو ملڪ.

ڏيساوَرَ: (سن. ديشاهَر. ديشَ = ملڪ + آپَر = پيو)، ٻيو ملڪ، جتان مال موڪلجي يا خريد ڪجي.

ڏيورو: (پرا. ديوَل. سن ديوالَيه. ديو = ديوتا + آلَيه = جاء. ديوتائن جي جاء)، مڙهي.

## ڍ

ڍاپ: اصل لفظ آهي "درم". ڏسو "درم". ٢. ه. ڍَرَبَ. سن. ڍَرَوْپ.

جي خزانا مؤ لٽي ڪو، اهل دنيا جو هزار،
ناهي تهڙو جهڙو ڏئي، مسڪين تو هڪڙو ڍاپ،
(گل)

ڍاڪو: (سن. دَسْيَه)، لٽيرو، آڙاهه، چور، ڌاڙيل، بدمعاش.

ڍالڻ: (سن. تَلَن)، وجهڻ، پلٽڻ.

ڍاک: (سن. ڏْراڪشا)، انگور.

ڍانواندولَ: (سن. ڌاوَنَ+دولَنَ)، بگاڙيل، منجهايل، الٽ پلٽ.

ڍاهڻ: (سن. ڌْوَنسَ)، ناس ڪرڻ، بگاڙڻ.

ڍَبَ: (پرا. ڍَبَ. سن. دَرْبَ. دَرْبْهَ = ڪِنبي ڏبڻ)، ڪريدار گاهه جو قسم.

ڍَبُ: (سن. ڌْرَوْيَه)، دوا، اکين جو دارو.

ڏِٺائِي: (پرا. ڌِٺم. سن. ڌرشٽا. ڌرش = رکڻ)، مڇلائي، نڙپڻو، ڌوڙ، هوڙ، بي هوشي.

ڏِٺو: (پرا. ڌِٺ. سن. ڌرشٽ)، بي شرم، اکين جو پکو، بي ديدو، هوڙي.

ڏِڄڻ: (سن. ڏر. ڏر = ڏڄڻ)، ڏرڻ، ڀو ڪرڻ.

ڏَکڻ: (سن. ڌکشڻ)، واڍو.

ڏِگهو: (پرا. ڏيهه. سن. ڏِيرگهه)، لنبو، وڏو.

ڏَمُ: اصل لفظ "درم". ڏسو "درم".

پنجين ڏمين ڏم، ڪڍجي ڪي سڄڻين.

(شاهه ڪريم)

ڏَنپ: (سن. ڏنپ)، وڏائي، مغروري.

ڏِنگ: (سن. ڏين. ڏي = آڪاس ۾ وڃڻ)، شوخي، وڏائي، وڏو، جنگ، پکين جو ولر.

ڏوڙڻ: (پرا. ڌاوڻ. سن ڌاوڻ)، ڏکڻ، دوڙڻ.

ڏول: (سن. دول؟)، ڍنگ، ريت، نمونو.

ڏونڊي: (پرا. دونڊي. سن. ڏورنڊي)، ٻيڙيءَ جو قسم.

ڏوهه: (پرا. دوهه. سن. ڌروهه)، ٺڳي، دغا.

ڍهون: (سن. ڍنب. ڍلب=چلائڻ)، سٽون، هلان، ٽيلها.

ڍبڪي: (سن. ڍنڊم)، ڌهلڙي.

ڍيگهه: (سن. ديرگهه)، لنبائي، ڊگهائي.

# ڊ

ڊار: (سن. ڌارا)، نمونو، وات، وٽ، ڀاسي ۽ پرسان.
هن منڊ مارو سنرا، ڊڳهر ڊار رهن. (شاهه)

ڊارڻ: (سن. ڌارڻ. ڌر=جهلڻ)، جهلڻ، رکڻ، هٿ ڪرڻ.

ڊال: (سن. ڊال)، اوزار، جنهن سان تلوار جو ڌڪ روڪجي، آڙ.

ڊائي: (سن. آرڌڌوي. آرڌ=اڌ+ڌو=ٻ)، اڍائي، ٻه ۽ اڌ.

ڊرڻ: (پرا. ڊل. سن. ڪشر)، ڊرڪڻ، لڙڻ، هيٺ ڪرڻ، ڪمزور ٿيڻ.

ڊرو: (سن. شٿل. شٿل = ڍرو ڪرڻ)، آهستي ۽ ڦسڪڻو، گهرگهلو.

ڊڪڻ: (سن. ڊڪڻ)، ڊڪ، ٻڙ.

ڏَڪَڻ: (سن. ڏَوڪَ)، جونجھ، رسڻ، ٺھڇڻ، وڃڻ.

ڏَنڍورو: (سن. ڏَنڍَن. ڏَنڍِ = تلاش ڪرڻ)، منادي، پڙھو، ھوڪو.

ڏَنگ: (سن. دَنڀ. دنڀ = ڏيکاءُ ڏيڻ)، ريت، نمونو، عادت.

ڏور: (گ. ڏورَ. سن. ڏَرُوھَ)، جانور، مال، بيوقوف.

ڏول: (سن. ڏو + "ل" پڇاڙي)، مڙس، مالڪ، محبوب.

ڏوري: (سن. ڏار)، ھيٺاھين زمين، جتي پاڻي بيھي.

ڏولَڪ: (ف. ڏھلڪ. سن. ڏولَ)، ڏولڪي، دھلڙي.

ڏوما: (پرا. ڏُمَ. سن. ڏِرمُ)، ٽِڪا، آواره گھمڻ، ٿاپا.

ڏونڍڻ: (سن. ڏونڍَنُ)، گولڻ، تلاش ڪرڻ.

ڏونگ: (گ. ڏونگ. سن. دَنڀ. دَنڀِ = ڏيکاءُ ڪرڻ)، مڪر، ٺڳي.

ڏونگري: (سن. ڌومڪ. "رِي" پڇاڙي)، ماڪ، ماٽ، ڌڙ، غبار، ڌنڌ.

ڏونڻ: (سن. وودِ)، ڪشتي وجھڻ، بار ڪشتي وجھڻ، کپائڻ.

ڏير: (سن. ڌرَڻ)، انبار، ڍڳ.

ڍِلَڻَ: (هہ. ڍِلنا. سن. ڍِلَنَ = هڻڻ)، ڍيلهڻ، ڍَڪڻ، ترڻ.

ڍِنگَ: (سن. ڌرا ڍِنگ. ڌرڍ = مضبوط ٿيڻ + آنگ = عضوو)، مضبوط، پڪي جو قسم، ڦورو.

جتي ڍِينگَ ڍِرَن، تتي تاري تنهنجي. (شاه)

# ر

راتِ: (پرا. رَتِ. سن. راتري)، رين، رجني، شب، اوندهہ.

راٺوڙَ: (سن. راشٽرڪوٽ)، ذڪر هندوستان ۾ راجپوتن جي مشهور ذات، جانٺو، بهادر.

راجا: (سن. راجن. راجَ = چمڪڻ)، بادشاه، اڌيراج.

راجپوتَ: (سن. راجپتر. راجا + پتر = پٽ)، راجپوتانا ۾ رهندڙ راجائن جي هڪ ذات.

راجڪمارَ: (سن. راجڪمار)، راجا جو پٽ، شهزادو.

راڄَ: (پرا. راڄ. سن. راجيہ)، حڪومت، شهنشاهت.

راڄاڻَ: (سن. راڄ + "آڻ" پڇاڙي)، راڄيو، حاڪم، دانا.

راڙو: (گ. راڙو. سن راتِ)، جهيڙو، رڙ، هل، گوڙ.

عليءَ ٻَٽ آمِيرَ، ڪَندا راڙو رَڪ سين.

(سر ڪيڏارو)

راسِ: (پرا. راس. سن. راش)، موڙي، ڍير، ڍڳ.

راسِينگ: (سن. راش+آنگ)، فلڪياتي ستارن جي روشنائيءَ جي لاٽ.

راڪاسَ: (پرا. رَڪَسَ. سن. راڪشَسَ)، ديون جي هڪ ذات، خبيث روح.

راڳَ: (سن. راگ. رَنجُ = پيار ڪرڻ)، ڳائڻ، موسيقي، ڳائڻ وڄائڻ. علم موسيقي موجب راڳ، ”ڇهه“ آهن: ۱- ڀيرو ۲- هِنڊول ۳- ميگهه ۴- سِري راڳ ۵- ديپڪ ۶- مالڪوس. هر هڪ راڳ کي ڇهه راڳڻيون آهن.

راڱو: (سن. رَنگَ)، چيٽي جو قسم.

ٻر ٻلائون ٻچڙيون، راڱا ڪن رهاڙ. (حمل)

راڙو: (سن. رَوَڻَ. رَ = آواز ڪرڻ)، راڙو، هنگامو، هَلان، هڪل، جنگ.

رانجهنَ: (سن. رَنجَنَ)، ساجن، پريتم. هِير جو پيار.

رائڻ: (سن رنجن)، خوشيون ڪرڻ، ريجهائڻ.

راڻو: (پرا. راڻ. سن. راجن. راج = چمڪڻ)، راجپوتن جي بادشاهن لاءِ لقب، راجا.

راڻي: (پرا. راڻي. سن. راجني)، راجا جي زال.

راوت: (پرا. راٺت. راجپتر)، ننڍو راجا، سورهيه، بهادر، هڪ ذات.

راول: (پرا. راٺل. سن. راجڪل)، راجائي نسل جو، شهزادو.

راهو: (پرا. راهه. سن. راهُ)، آسماني گرهه.

راءِ: (پرا. رايه. سن. راجن)، راجا، سردار.

رائر: (سن. راجڪر. راج = راجا + ڪر = ڏل)، خراج، محصول، ڏل.

رائي: (سن. راجڪا)، تيلي ٻج جو قسم، ننڍڙا ڏرا.

رايگان: (ف. راهه = رستو + "گان"، نشاني لياقت جي. جو رستي جي لائق هجي)، اجايو، مفت.

رباب: (ع. رباب. < ف. رواوه. رواو = غمگين آواز + "ه" نشاني لاڳاپي جي)، وڄائڻ جو ساز.

ربين: (سن. رو + "اين" پچاڙي)، سج.

سِهه ڳچي، ڪٽ ڪيسري، اهڙي روءِ ربين.

(عارف شاه)

رَبَ: (سن. دُروَ)، پيچرِي، پَٽ جي ٿَرَ، ڪمند جي رس.

رَتُ: (پرا. رَتَّ. سن. رَڪتَ)، خونَ.

رُتِ: (سن. رُتَ)، مند، موسم. "هندو" سال کي "ڇهن" رتن ۾ ورهائين ٿا: ١- بسنت (بهار. مهنا: چيٽ ويساکُ)، ٢- گرِيشَمَ (اونهارو. گرمي جو وقت. مهنا: ڄيٺ، آکاڙ)، ٣- وَرشا (برسات، برمات جو وقت. مهنا: سانوڻ، بَڊو)، ٣- شَرَدُ (سرءُ. مهنا: آسو، ڪتي)، ٥- هِمُ (ٿڌ، ٿڌ جو وقت. مهنا: ناهِري، پوهَ)، ٦- شِشِرَ (سيارو. ڏنڌَ، ڪوهيڙو، مهنا: مانگهه، ڦڳڻ).

رَتنُ: (پرا. رَيَڻ. سن. رَتنَ. رَمُ=کيڏڻ، جنهن کي ڏسي، خوش ٿجي)، جواهر. رتن "نَوَ" آهن: ١- موتي ٢- مالڪ ٣- لاجورد ٤- گوميد ٥- هيرو ٦- مرجان ٧- نيلم ٨- پُکراج ٩- زمرد.

"چندن هار" يا "نَوَ لکو هار" ۾ اهي سڀ رتن، هوندا آهن، چاڪاڻ تہ هر هڪ کي پنهنجو رنگ، روپ ۽ چلڪو آهي. اڪبر

بادشاه (۱۵۵۶—۱۶۰۵ع) جا "نَو رَتن" (نَوَ آسلهه ماڻڪ، نَو عالِم: ۱- بهرام خان ۲- ملا فيضي ۳- ابوالفضل ۴- راجا توڏرمل ۵- بيربل ۶- ابوالحسن ۷- راجا مانسنگهه ۸- مرزا عبدالرحيم خان خانان ۹- تانسين) به الهن "نَوَن رتن" تان ورتل آهن. دراصل وِڪرماجيت (اُجين جو راجا) جي دربار جا "نَوَ پنڊِتَ" هئا، جن کي "نَوَ رتن" سڏيندو هو. نَوَ پنڊت: ۱- دَنونتر ۲- ڪشپڻڪ ۳- آمرسنهه ۴- شنڪ ۵- ويتاليت ۶- گهٽڪرپر ۷- ڪاليداش ۸- وراهمهر ۹- وررچي. ۽ اهو خيال آساني نون (۹) تارن يا گرهن تان ورتل آهي، ڏسو "گره".

رَڻَ: (سن. رَوِ + "اَن" پڇاڙي)، سچ.

رَنگ رَڻ جو رُوپ سان، ڪيو مانو منڌ ملي. (ڪنيار)

رَتناوليي: (سن. رَتن + آوَلِيي = قطار)، موتين جي مالها، هيرن جو هار.

رَتن جوت: (سن. رَتنَ جيوت)، گل جو قسم.

رَتولَ: (پرا. رَتّ. سن. رَڪتَ)، رتل، ڳاڙهو ٿيل، ڳاڙهو بنڪلو.

رَتِي: (گ. رتِي. سن. رَڪتِڪا)، آنن چانورن جي تور، ماسي جي آئين پتي، تمام ٿورڙو، ٻوڪ جي بيماريءَ جو قسم.

رَتِيءَ جي رِهاڻ، جيءَ آڙايم جت سين (شاه)

رَتَ: (سن. رَتَ. رَم = ڪيڏڻ: خوش ٿيڻ)، گاڏي.

رِپَ: (پرا. رِپّ. سن. رِپّ. رَمْ = خراب ڳالهه چوڻ)، ويري، دشمن.

آڱم رِپ نہ آگمي، ڪَنڪَن اڇي نہ ڪوه.

(جلال)

رُپو: (پرا. رُپّ. سن. رُوپيہ)، چاندي.

رَجَ: (پرا. رَہ. سن. رَجَس)، مٽي يا ڌوڙ.

رَجني: (پرا. رَيڻي. سن. رَجَنِي)، رات.

زلفين نانگ ذبح ڪِتوئِي، ڪِيا هَي رَجَنِي ڪالِي.

(مانجهي)

رَجهڻ: (پرا. رَجهّ. سن. رُڌ = اٽڪڻ)، رَنيڻ، مشغول ٿيڻ.

رَجَ: (سن. آرَٺيہ)، سَچ، واري ٿي واري.

رَچنا: (سن. رَچنا)، جوڙجڪ، قدرت.

رَچَڻ: (سن. رَچنَ. رَچ = ٺاهڻ)، ٺاهڻ بنائڻ، سينگارڻ، سنوارڻ.

رَچَڻ: (پرا. رَچّ. سن. روچنَ. رُچ = چمڪڻ: پيار ڪرڻ)، وڻڻ، فرحت ڏيڻ.

رَچ: (سن. رَشمِ)، نوڙي؛ ٽانڪو. "رچ" سڀ چيز سان لڳي سگهي ٿو. جئن: ڪنڊ جا "رچ".

رِڇ: (پرا. رِڇّ. سن. رِڪش)، هڪ جهنگلي جانور.

رَڙ: (سن. راٽِ. رَٽ = گوڙ ڪرڻ)، شور، آواز، واڪو، هل.

رَس: (پرا. رَس. سن. رَس. رَس = سواد وٺڻ: پيار ڪرڻ)، سَتَ، سارُ، عرق؛ فرحت، لطف، مزو. "رس" جا "ٻه" قسم آهن: ١- جسماني يا طبعي ذائقہ جا رس، جنهن جا ڇهہ قسم آهن: ١- مٺي رس ٢- ڪَٽي رس ٣- کاري رس ٤- ڪَڙي: ڪوڙي رس ٥- تکي رس ٦- ڪساري رس. ٢- حس يا ڪلپنا وارا رس، جنهن جا نَوَ قسم آهن: ١- شرنگار (سينگار: عشق، پريم)، ٢- هاسيہ (کلائيندڙ)، ٣- ڪَرُنا (رحم، قياس،

رقت آميز) ٤- رَودر (ڏمر، ڪروڌ، ڪوپ)، ٥- وِڀر (مُورِڇائي)، ٦- ڀيانڪ (دَهشت، هيبت، هِراس)، ٧- وِڀتس (ڪريه، ڪراهت، نفرت، بچان)، ٨- آدڀت (حيرت، تعجب، اچرج)، ٩- شانت (سانت، آرام، فرحت)، ڪڏهن ڪڏهن ڏهون رس "واتسليه" (ڪوملتا) به گڏين ٿا. اهي "رس" شعر جو مکيه جز آهن، پر وشونات جي خيال موجب (اهي رس، شعر جي) جان آهن. (وي- آيت).

رَستو: (ف. راسته)، دَڳ، واٽ، پيچرو.

رَسڪپور: (سن. رسڪرپور. رَس = پارو + ڪرپور = ڪافور)، دوا جو قسم، وکر جو قسم.

رَسڻ: (پرا. رُوسڻ. سن. روشڻ. رُش = ناراض ٿيڻ)، ڪاوڙ ڪرڻ، رسي وڃڻ.

رَسوتي: (سن. رَسوتي)، ڀاڄي، ڪاڌو، ڀوڄ.

رَسي: (هيم. رسي. پرا. رَسِ. سن رشمِ؟)، نوڙي، ڏوري.

رَسيلو: (سن. رَسڪ)، رس ڀريو، سوادي، مزيدار.

رَشْٽَ پُشْٽَ: (سن. رِشْٽَ پُشْٽُ)، مضبوط، سٺيءَ هاٺيءَ وارو.

رِشِي: (سن. رُشِ)، مُني، تپسيا ڪندڙ، بزرگ.

رَڪَڙ: (گ. رانڪ. هيم. رانڪءِ. پرا. رَنڪ. سن. رَنڪ. رَنڪ = سواد وٺڻ)، غريب، ڪنگال.

رَکَ: (پرا. رَکَا. سن. رَکْشا)، خاڪ، پسم، چار، قليهار، پرهيز، رکيا، سنڀال.

رَکَڻَ: (پرا. رَکڻَ. سن. رَکْشَڻَ. رکش = ڏَرڻ)، ڏرڻ، ٺهرائڻ، بچائڻ.

رُکو: (سن. رُکش)، اٺيو، خشڪ، ڪٺور، ميل جوڙ وارو نه.

رَکْيا: (سن. رَکْشا)، سنڀال، بچاءُ، پرگهور.

رَگَ: (ف. رَگ)، نَسَ.

رَگهَڙَڻَ: (سن. گهَرْشَڻَ)، گهوڙڻ.

رِلَڻَ: (سن. لَلَنَ)، ملڻ، گڏجڻ.

رُلَڻَ: (سن. لُلَنَ)، اجايو گهمڻ.

رِلِي: (سن. پرا. رِلَّڪ)، گودڙي، فراسيءَ جو قسم.

رَمَڻَ: (پرا. رَنپَ. سن. گَمْ)، هلڻ، چرڻ، وڃڻ.

رمڻ: (سن. رمڻ. رم = ڪيڏڻ)، راند ڪرڻ، خوشي ڪرڻ.

رنبڻ: (سن. روپڻ)، رونبو ڪرڻ، سارين جو ٻج (سلا) پوکڻ.

راپڻ: (سن. راپڻ)، ڍڪڻ، ٽاڏڻ.

رنپڻ: (پرا. رنپڻ. سن روڌن. رڌ = اٽڪڻ)، رڄهڻ، مشغول ٿيڻ.

رنڍ: (سن. رنڌر. رڌ=ناس ٿيڻ: پورو ٿيڻ)، رستو، پيچرو.

رندو: (ف. رنده. رنديدن = مڏو ڪرڻ. سن. ردن)، ڊکاڻڪو اوزار.

رنڌڻ: (پرا. رنڌڻ. سن. رنڌن. رڌ = ناس ڪرڻ)، پچائڻ، پاچي ٽائڻ.

رنڊي: (سن. رنڊا)، ڪسٻياڻي، رنگيلي، فاحش عورت.

رنڙ: (پرا. رنڊا. سن. رنڊا)، بيوه عورت، وڌوا.

رنگ: (ف. رنگ. پرا. رنگ. سن. رنگ)، رنگ، نمرنو، راڳ، تماشو.

رڻ: (پرا. رڻ. سن. رڻ. ر = آواز ڪرڻ)، لڙائي، ويڙ، ظلم.

رِڻُ : (سن. آرڻيہ)، جهنگل، ميدان، بيابان.

رَوِ: (پرا. رَوِ. سن. رَوِ)، سج.

رَوِ، ڪينچِن، ماهه، ڪَنگو ڪَر، ناهي جوڙ جمال.

(سليمان)

روٽ : (هيم. روٽُّ. سن. رَٽْ = ٺوڪڻ، وَڍڻ)، ڪڻڪ جو لولو، ٿلهي روٽي، ماني.

رُوپ : (پرا. رُوپ، سن. رُوپ. رُوپْ = ڏولائتو ٿيڻ، ڏسڻ)، صورت. شڪل.

رُوپيو: (پرا. رُپّ. سن. رُوپيہ)، سڪو، جنهن جو ملهه سورنهن آنا آهي.

روجهہ : (گ. روجهہ. هيم. روجهو. پرا. روجهہ. سن. رِشيہ)، هڪ جانور جو نالو.

روڏن: (سن. روڌن. رَڌْ = ڪُوڙها ڪاڙڻ)، رڻ. روج.

روڙو: (پرا. لَٽ. سن. لوشْٽَ)، ڪِنڊو، ٺَڪر.

رُوشو: (ف. روءِ سياه. رو = منهن + سياه = ڪارو)، ڪارو منهن، مَنهن ڪارو.

روڪ : (سن. روڪ. رَچ = چاهڻ)، روڪڙ، نقد.

روڪڻ : (سن، روڌن. رَڌْ = بند ڪرڻ)، جهلڻ، رنڊڪ وجهڻ، بندڻ.

رو ڳ: (پرا. روگ. سن. روگ. رُجْ = بيمار ٿيڻ، سور ٿيڻ)، بيماري، گند.

روڳي: (پرا. روگِ. سن. روگِنْ)، بيمار.

رولو: (هيم. رولو. سن. راوَ. رُ = آواز ڪرڻ)، بکيڙو، مونجهارو.

روهہ: (سن. روهہ=متاهين)، جبل، ڏونگر، ڇپر، ڪوهہ.

روهڻ: (سن. روڌن. رُتَ=روڪڻ)، سوڙهو گهٽڻ، آنڪڻ.

رِهاڻ: (سن. رَڌْ=ريجهائڻ)، مجلس، وندر.

روهي: (سن. روشڻ)، پٿر جي ڪونڊيءَ جو قسم، موچڪو اوزار.

رِهائڻ: (سن. آرْهہ)، جڳائڻ، لائق ٿيڻ، روا هجڻ.

رِهت: (سن. رِهت. رَهہْ=ڇڏڻ)، ڇڏيل، خالي، بنا.

رهڻ: (هيم. رِيهہ. سن. راجَ)، ترسڻ.

رُئڻ: (پرا. رُئَڻ. سن. رودَن. رُدْ=رئڻ)، ڳوڙها ڳاڙڻ، لڙڪ وهائڻ، هنجون هارڻ.

رِڏو: (ع. رِداۃ)، پوتيي، مٿي تي پهرڻ جو ڪپڙو.

رُڃ: (پرا. رَيَ. سن. رَجَسْ)، مٽي، ڌوڙ، دز، غبار.

رِي: (سن. رْتي)، سواءِ، بنا، بغير.

رِيگِڙا : (ف. ريگ=واري + "ڙا" پڇاڙي)، واريءَ سان پُريل، ميرا، چونڪا، مٽيءَ سان پُريل پاڻيءَ جا ڦڙا.

رِيتِ : (پرا. رِيءِ. سن. رِيت. رِي = وڃڻ)، ڍنگ، نمونو، طرز.

رِيتِي : (گ. ريتي. هيم. ريوالِڪا. سن. ريتجا. ف. ريگ)، واري، رائو، پٿري.

ريٽو : (سن. رَڪتَ)، ڳاڙهو. ڳاڙهو ڪپڙو.

رِيجهڻ : (سن. رَنجَن. رَنج=خوش ٿيڻ)، ورچڻ، راضي ٿيڻ، مائل ٿيڻ.

رِيڙهه : (سن. رِيڊَڪ) پٺيءَ جي ڪنڌي (ڪرنگهي) جي هڏي.

رِيس : (سن. اِيرشا. رُش=غصو ڪرڻ)، حسد، ساڙ.

رِيکَ : (پرا. ريها. سن. ريکا. لِک=لکڻ)، ريکا، نشان.

رَينَ : (ڏن. رَيَڻي سن. رَجَنِ)، رات.

ريٽي : (گ. رَٽِي. ڏن. رَيَٽِي. هيم. رَتَڻ. سن. رَتنِي)، سون جي ڪِيٽِي.

رِيوَڻ : (سن. رَوڻ. رَ= آواز ڪرڻ)، ڪوڪ.

رَيَوڻ رَهي نہ روهہ رِي، توڙي تِهي پَرلوءِ.
(سينگار)

رِيهہ : (سن. ريش)، ڏاڙهي، ڪوڪ.

# ز

زَمينَ : (ف. زَمين. زَم = ڌرتي، ڌڌ + "ين" اسبت جي نشاني)، ڌرتي.

زَمِيندار: (ف. زَميندار. زَمين + دار=رکندڙ. داشتن=رکڻ)، زمين جو مالڪ.

زيوَرَ: (ف. زيب + وَر = وارو)، ڳهڻو.

# س

ساٿَ : (گ. ساٿ. هير. سٿرو. پرا. سٿ. سن. سارٿ. سَرّ = وڃڻ)، ٽولو، ساٿاري، سنگت.

ساٿارِي : (سن. سارٿ + "آري" پڇاڙي)، مددگار، پاٿاريدار.

ساٿِي : (هير. سهٿڻا. سن. سهت. سَهہ = ساڻ + اِڻ=وڃڻ : سَهُہ = سهڻ)، مددگار.

ساجَنَ : (سن. سجن. ست = سچو + جن = ماڻهو)، سجڻ، سَت ورش، ڀلو ماڻهو، هرين.

ساڃاڻ: (سن. سَنْڃان)، سمجهه، ساڃهه.

ساڌ: (سن. ساڌو. ساڌ = پورو ڪرڻ)، سَنْتَ، مهاپرش، ويراڳي.

ساڍو: (سن. سارڌ. سَ = ساڻ+اَرڌ = اڌ)، اڌ سان، پن ڪان وڌيڪ عددن کي اڳ ڳنڍڻ.

سارُ: (پرا. سارَ. سن. سار. سُر = وڃڻ)، سچ، رس، مول، ٻل، اصل مطلب، خلاصو، فائدو، ڌن.

ساراهڻ: (پرا. سلاهڻ. سن. شلاگهڻ)، تعريف ڪرڻ.

ساربان: (ف. سار = اٺ+بان = رکندڙ)، ساروان، اٺني، سردار.

سارنگ: (پرا. سارنگ. سن. سارنگ. سُر = وڃڻ)، هڪ راڳڻيءَ جو نالو، آسماني مانڊاڻ.

سارنگي: (سن. سارنگي)، ستار جو قسم.

سارڻ: (پرا. سارڻ. سن. سمرڻ. سمر = ياد ڪرڻ)، سنڀالڻ، ياد ڪرڻ.

سارو: (سن. سَرْوَ)، سڄو، پورو.

ساري: (سن. ساري. شر = ناس ڪرڻ)، شطرنج جسي ڳوٽ.

ساري: (سن. شال)، اَن جو قسم.

ساڙهي: (پرا. ساڙي. سن. شاٽڪا)، عورتن جي پهرڻ جو ڪناريدار ڪپڙو.

ساڏيهه: (سن. سوديش. سو = پنهنجو + ديش = ملڪ)، ساڏيهه، وطن.

ساس: (سن. شواس)، دم، ساهه.

ٻڪريءَ کي ماس جي، ڪاسائيءَ کي ماس جي.
(پهاڪو)

ساک: (پرا. سک. سن. ساڪشيه. سا = سان، سامهون + اڪش = اک)، شاهدي، قسم.

ساکي: (سن. ساڪشن)، شاهد، گواهه.

ساگر: (پرا. ساگر. سن. ساگر-سگر. س = سان + گر = زهر. جو زهر سان پيدا ٿيو هجي. ايوڌيا جي هڪ راجا جو نالو، جنهن تان "ساگر" ٿيو)، سمنڊ. هندن جي عقيدي موجب "ساگر" "ست" آهن: ١- لوڻ جو ٢- کير جو ٣- گيهه جو ٤- ڏهيءَ جو ٥- شراب جو ٦- ڪمند جي رس جو ٧- ماکيءَ جو.

ساڳ: (پرا. ساڳ. سن. شاڪ. شڪ = ڪم ڪرڻ جي طاقت رکڻ)، سائي ڀاڄيءَ جو قسم، ڪاٺ جو قسم.

ساڳاھڻ: (سن. سنڄيان)، خيال ڪرڻ.

سالو: (پرا. شئال. سن. شيال)، زال جو ياءُ.

سالور: (ف. شال)، دوشالو، ڪپڙي جو قسم.

سام: (پرا. سام. سن. سامن. سو=پاپن جو ناس ڪرڻ)، هندن جو ٽيون ويد.

سام: (سن. شرام)، پناھ، اجھو.

سامھون: (پرا. سنمھ. سن. سنمک. سم=اڳيان + مک= منھن)، اڳيان.

سامي: (سن. سوامن. سو=ڌن، ھاڻ)، سوامي، گرو.

سان: (سن. شنڊ)، جوان ڍڳو، مينھن جو مذڪر.

سانيارو: (سن. سنمک. +"آرو" پچاڙي)، سامھون، اڳيان.

سانير: (سن. سمر)، يادگيري.

سانير: (سن. سنبر. سن. شمبر)، ھرڻ جو قسم.

سانيڻ: (سن. سمڌا. سم=ساڻ+ڌا=رکڻ)، سانڍڻ.

سانت: (پرا. سنت. سن. شانت. شم = ٿڌو ڪرڻ)، چپ، شانتي.

سانجھي: (سن. سنڌيا. سم=چڱي طرح مان + ڌئي = ڌيان ڪرڻ)، شام.

سانچڻ: (سن. سنچين. سم=چڱيءَ طرح سان+چ = جمع ڪرڻ)، آتت ڏيڻ.

سانچو: (سن. سٽاتا)، فرمو، ھور، ٺپو.

سانڍاڻ: (سن. سنڌت)، ڪٺاڻ، آچار.

سانڊو: (سن. سرنڊڪ)، ڪرڙي يا ڇڇيءَ جي ذات جو جانور.

سانڍڻ: (سن. سمڌا. سم=ساڻ + ڌا = رکڻ)، سانيڻ.

سانگ: (ھير. سيکھي. سن. شنڪ)، ڀالو، برڇي.

سانگ: (سن. سوانگ)، حيلو، ڪوشش، ڊول.

سانگي: (سن. سانگتڪ)، سانگي سان ايندڙ مسافر، مھمان.

سانگھارو: (سن. سنھار. سم= چڱيءَ طرح سان + ھر = ڪٺڻ)، چيڙارو، ڇڇڙ.

سانورو: (ورا. سامل. سن. شيامل)، سانولو، ڪارانجھڙو.

سانوڻ: (ورا. ساوڻ. سن. شروان)، ھندن جي ھڪ مھني جو نالو.

سانئون: (سن. شيامڪ)، ڏت جو قسم.

ساٺو: (سن. شرانت)، ٿڪل، خالي، سڪٺو.

ساٺيھ: (سن. سوديش)، وطن. ڏسو "ساڙيھ".

ساوڙي: (سن. شياما)، گاھ جو قسم.

ساهہ : (پرا. ساس. سن. شواس)، ساس، دم.

ساهتيہ : (سن. ساهتيہ، سهت=ميل)، ميلاپ؛ علم ادب.

ساهڙ: (سن: سهارد)، هوت، پيارو، سهڻيءَ جو پتار.

ساهيڙي: (گ. ساهيلي. هي. ساهلي. سن. س=ساڻ+آلي= سکي، سنگتياڻي)، سهيلي، سجني.

ساءُ: (پرا. ساءُ. سن. سواد. ف. سواد)، لذت، مزو.

سائر : (سن. ساگر)، سمنڊ.

سائر ڏيئي لت، آوچي نيچي پوڙي. (شاه ڪريم)

سائو: (سن. ساڌو)، ڪمائيءَ وارو، ڳڻوان، شاهوڪار.

سائين : (سن. سوامن)، مالڪ، گرو، استاد.

سبن : (پرا. سيوڻ. سن. سيون. سو=سبڻ)، ٽوپو ڏيڻ.

سٻر: (سن. سبل. س=ساڻ+بل=ٻل)، طاقتور، سگهارو، مضبوط.

سپوجهہ : (سن. سبوڌ. س=ساڻ+بوڌ=سمجهہ)، سمجهو، سياڻو. ضد "اپوجهہ".

سڀ : (سن. سرو)، ڪل، سيئي. هرڪو.

سڀا : (سن. سڀا. س=ساڻ+ڀا=چمڪڻ)، سماج، دربار، مجلس.

سَڀاڳو: (سن. سَو ڀاڳيه. سَ=چڱو+ ڀاڳ=ٻزرگي، روشني)، سڌوررو. ضد "نڀاڳو".

سَڀاڻي: (ع. صبح+"آڻي" ٻجاڙي)، صبحاڻي، ايندڙ ڏينهن.

سڀاءُ: (سن. سَوڀاوُ. سَو= پنهنجو + ڀاو = نمونو)، مزاج، عادت.

سڀِت: (سن. سَروتر. سَرو=سڀ+تر=جڳهه)، هر جڳهه.

سَپَر: (سن. سبل. سَ=ساڻ+ٻل=ٻل)، سگهارو، مددگار.

سَت: (سن. سپت)، ڇهه ۽ هڪ.

سَتُ: (پرا. سَت. سن. ستَيه)، سَنگهه، جوهر، تَت.

سَت: (سن. سَتيه، سَت. آس=ٿيڻ)، سَچ، ميل.

سَتاسي: (سن. سپتاشيت)، اسي ۽ ست.

سَتانوي: (سن. سپتنوت)، نوي ۽ ست.

سَتائُون: (سن. سنتاپن. سَم=چڱيءَ طرح سان+تپ=تپڻ)، ڏک ڏيڻ.

سَتاويهه: (سن. سپتوِنشت)، ويهه ۽ ست.

سَتيهه: (سن. سپترنشت)، ٽيهه ۽ ست.

سَترهن: (سن. سپتادش)، سورنهن ۽ هڪ.

سَتر: (سن. سپتت)، سٺ ۽ ڏهه.

سَتَڙ : (سن. سَ=چڱو+ تَتَ=تڙ)، سٺائو تڙ، پورو.

سَتسنگ: (سن. سَتسنگ. سَتْ = چڱي + سَنگ= سنگت)، ڀلي سنگت، ساڌن سان اٿڻ وهڻ.

سَتُون : (پرا. سَتمُ. سن. سَڪْتَ)، ڀُڳَل ڏاٽيون، مٺي يا مٺائيءَ جو قسم.

سَتْونجاهہ : (سن. سپتپنچاشت)، پنجاهہ ۽ ست.

سَتَهتَر : (سن. سپتسپتت)، ستر ۽ ست.

سَتِي : (پرا. سَتِي. سن. سَتِي. سَتْ = چڱي)، استري، جا مڙس جي لاش سان گڏ جلي، سَتَ يا سيلَ واري.

سَتِي : (سن. شڪْست)، دوا، ڦَڪِي، ڀُڪِي.

سَتيا ناسَ : (سن. سَتْياناش. سَتيہ=سچائي+ ناشَ= ناس)، بربادي.

سَتيتاليهہ : (سن. سپتچتوارنشت)، چاليهہ ۽ ست.

سَت: (پرا. سَتّ. سن. سارْتَ)، ساٿ، ٽولو.

سَٺائي : (سن. سَ=چڱو + سٺاني = پوري وقت تي)، پوري مهل تي، سويل.

سَڃرو: (سن. شُوَچِ. سَ = ڪِهڙو + آچِ = صاف)، نرمل، اجلو، سولو.

سَٿَ : (پرا. سَتّ. سن. سُوتَر، سو= سڀڻ)، ڌورو، ڌاڳو.

سَٽاٿو: (سن. سَتّا=هستي+"آٿو" پچاڙي)، خوفائتو.

سِٽُڻ: (سن. سَرج=خلقڻ)، رِڻُ، من ۾ وهارڻ.

سَٺ: (پرا. سَٺ. سن. شَشٽ)، پنجاهه ۽ ڏهه.

سَٺِڙي: (پرا. سَٺِي: سَٺِڪ. سن. شَشٺِڪ. شَشٽِ=سَٺ)، سارين جو قسم، جو سٺ ڏينهن ۾ تيار ٿئي ٿو.

سَٺو: (پرا. سن. سَٺ. سن. سَشٽ)، چڱو، وڻندڙ، پسند.

سَپ: (پرا. سَپّ. سن. سَرپ، سپّ. سَرپ=وڃڻ)، نانگ.

سِپ: (پرا. سَتّ. سن. شَڪستِ)، سپي، ڪوڏ يا ڪرڪٽي جو قسم.

سَپ: (پرا. سپ. سن. سورپ)، ڇڄ.

سپڄڻ: (سن. س+آت=مٿي+پد=پيدا ٿيڻ)، ڄمڻ، نپجڻ.

سَپڪ: (پرا. سپڪ. سن. سپڪو)، چڱيءَ طرح پڪل، سٺو، سوٺ.

سپنو: (پرا. سمڻ. سن. سوپن. سوپ=سمهڻ)، خواب.

سپوت: (سن. سٽپتر. سٽي=سچو+پتر=پٽ ۲- سپتر. س= چڱو+پتر=پٽ)، سلڇڻو پٽ. ضد "ڪپوت".

سَقرو: (سن. سَقَل. سَ=ساڻ+قَل=ميوو)، سقلو، سجايو.

سِج: (پرا. سَج. سن. سوريه. سَر=هلڻ)، سورج.

سُجاڳ: (سن. سَ = سان + جاگَرَ = جاڳڻ)، بيدار، جاڳيل.

سِجاوتي: (سن. سورِيہ = سج + "آوتي" پچاڙي)، مٽي جو سور، جو سج اڀرڻ سان پوي.

سَجاوَت (سن. سَجا = سينگارڻ + "آوَت" پچاڙي)، سينگار، ٺاهہ ٺوهہ.

سَجاڻ: (سن. سَجا = سونهن ڏيڻ)، سينگارڻ.

ڇڏي مانگ مُحبن، چوٽو سر کنڌ ۾ سَجليو. (ڪنيار)

سَجڪڻ: (سن. سَجن. سَجَ = چنبڙڻ)، چنبڙڻ، پرچڻ، سجهائڻ.

سَجاڻ: (پرا. سَجاڻَ. سن. سَجِان. سَ = سان + جِان = ڄاڻ)، خبردار، سياڻو.

سَڄڻ: (سن. سَجَن)، دوست. ڏسو "ساجن". ضد "ڏڄڻ".

سَڄڻ: (سن. سوت: شوَيَت). آماسجڻ، ٿوٽرجڻ.

سَجڻ: (سن. شَرت. شر = پڌڻ)، پڄهڻ. سڄهڻ.

سَجهندو: (سن. سوچِس. شَچ = چمڪڻ)، سوجهرو، روشني.

سِجهڻ: (پرا. سِجّهہ. سن. سِڌ. سِڌ = پورو ڪرڻ)، ڪرڻ.

سَڃ: (پرا. سڃ. سن. شونيہ)، ويراني، پينگَ.

سَڃاڻڻ: (سن. سم = سان + جِنا = ڄاڻڻ)، سُڃاڻڻ.

سَڄڻ: (سن. سنڌان. سم = چڱيءَ طرح سان + ڌا = وڪڻ)، ڇهڻ، لڳڻ.

سڃو: (سن. شُونيہ)، سکڻو، خالي مسڪين.

سچ: (هيم. ڏن. سچ. پرا. سچ. سن. ستيہ)، ست، سيل، ٺيڪ، درست.

سچر: (سن. سَ=چڱي طرح سان+چر=چرڻ)، ڪَهڻ ڪانڪ. ضد "ڏچر".

سچيت: (سن. سچيتس. سَ = چڱو + چت = من)، خبردار، هوشيار.

سدا: (پرا. سدا. سن. سدا)، سدائين، هميشه، نت.

سڌ: (پرا. سڌ. سن. سڌي)، پتو، خبر، سمجهه.

سڌارڻ: (سن. سيڌن. سڌ = وڃڻ)، لڏڻ، وڃڻ، مرڻ.

سڌر: (سن. سَ=چڱي طرح سان+ڌر= رکڻ ۲. شڌڪر. شڌ=صاف ٿيڻ)، ٺيڪ ٿيڻ، درست ٿيڻ.

سڌڻ: (سن. سڌ. سڌ=پورو ٿيڻ)، پورو ٿيڻ، اچي وڃڻ.

سڌو: (سن. ساڌ)، سامهون، ٺيڪ، سچو، سادو ساڌو، نيڪ، سڌو سنئون.

سڌو: (سن. سڌ)، سنئون سڌو، جنهن ۾ وَر يا ڏنگ نہ هجي.

سڏ: (سن. شبد. شپ=پڪارڻ)، آواز، واڪو، پڪار.

سر: (سن. سرس. سر= وڃڻ، وهڻ)، تلاءُ.

سَرَ: (پرا. سَرَ. سن. شَرُ. شر= مارڻ)، تير، پوڙو.

سِر: (پرا. سلا. سن. شِلَ= ڪٺو ڪَٺو ڪَري گڏ ڪرڻ، چونڊڻ)، مٽيءَ جو ڪچو يا پڪو سڊول ٽڪر.

سِر: (پرا. سِر. سن. شِرش. شِرُ= ناس ٿيڻ. ف. سَر)، مٿو.

سُر: (سن. سُور. سُوَرُ=آواز ڪرڻ)، آواز، لهجو.

سِراپ: (سن. شاپ. شَپُ=پاراتو ڏيڻ)، بد دعا، پِٽ، پاراتو.

سِراڌ: (سن. شراڌ. شرَڌا=وشواس، اعتبار)، وَڏن جي نيت غريبن کي کاڌو کارائڻ.

سِراڻ: (سن. شاڻ)، روهي.

سَرائي: (سن. شلاڪا. شَلُ=وڃڻ)، سيخ، جنهن سان سرمو پائجي، گاڏيءَ جي ڦيٿن ۽ پهل ڪاٺ يا لوهه جي بندي يا پٽي.

سَرب: (سن. سَروَ. سَرُ= وڃڻ)، سڀ، خدا تعاليٰ.
سي آڏيت چُجن، جن سَرب آتيت سهي ڪيو. (سامي)

سُرت: (سن. سمرت)، هوش، خبر.

سِرجڻ: (سن. سرجن. سرج=پيدا ڪرڻ)، آپائڻ.

سَرڌا: (سن. شرڌا. شرتُ=پروسو + ڌا =رکڻ)، ايمان، پکو وشواس.

سُرخاب: (ف. سرخاب. سُرخ + آب)، پاڻيءَ جو پکي، چيهو، جنهن جا پر ڳاڙها ۽ نرم ٿيندا آهن.

سُرخرو: (ف. سرخ =ڳاڙهو + رُو = منهن)، مان وارو.

سَرسامُ: (ف. سَرسام. سَر = مٿو + سام = سوج)، بيماريءَ جو قسم، جنهن ۾ مغز سڄي پوندو آهي.

سُرڪو: (ڏ ن. سُرڻو. سن. سُرڪ. ف. سِرڪ)، انگوري رس.

سِرشٽي: (سن. سرشٽ. سرج=پيدا ٿيڻ)، ڪائنات، سنسار.

سِرکنڊ: (سن. شرِيکنڊ. شرِي = سونهن + کنڊ=ٽڪرو)، چندن، صندل.

سُرڳ: (سن. سُورگ. ۱- سُور = آواز + گو = وڃڻ. جتي سٺا آواز ٿين ٿا. ۲- سُ = چڱيءَ طرح سان+ رج= وڃڻ. جتي چڱيءَ طرح سان وڃن ٿا يا رهن ٿا)، اندر لوڪ، بهشت. ضد ”نرڪ“.

سُرلو: (سن. سَرَل)، چٽو، صاف، خوش.

سَرَڻ: (پرا. سرڻ. سن. شرڻ. شر = مارڻ، جو پناهه ۾ اچي، تنهن جي دشمن کي مارڻ)، سام، اجهو، پناهه.

سُرنائي: (ف. سورنائِي. سُور = شادي + نائِي = سرود جو آواز)، شرناهه.

سِرنگهه: (سن. سُرنگ)، زمين جي اندران رستو.

سَرنهن: (ف. سَرشَف. سن. سرشپ)، تيلي ٻج جو قسم.

سِرنهن: (سن. شِرِيش)، وڻ جو قسم.

سَرَڻ: (سن. سَرَڻ)، حاصل ٿيڻ، ڏهڻ، گذرڻ.

سَرَڻ: (پرا. سَرَڻ. سن. سرڻ. سر = هلڻ)، هلڻ، کسڪڻ.

سَرو (پرا. سَرا. سن. سرا. سَرُ=چمڪڻ، گهڻي لياقت رکڻ)، دارو، شراب.

سَرْوانُ: (ف. سار بان: سار وان)، اوٺي، اڳواڻ. ڏسو "ساربان".

سَرَوَپ: (سن. سروپ. سَ = برابر + رُوپَ = شڪل)، برابر، سمان.

سَرَوَپ: (سن. سُورُوپَ. سُو= پنهنجو + رُوپَ)، سونهن، سندرتا، سوڀيا، شڪل.

سَرَوَپ: (سن. سَرُوپَ. سَ=چڱو + رُوپَ=شڪل)، سندر، سڊول، منوهر، خدا تعاليٰ.

سَرَهو: (سن. سَهَرشَ. سَ=چڱو، سان + هَرشَ=خوشي)، خوش.

سَرهو: (پرا. سَرهِ. سن. سُرَڀِ. سُ=چڱيءَ طرح سان + رَڀِ=چاهڻ، آواز ڪرڻ)، خوشبودار.

سَرَدَ: (سن. شَرَدَ. شَرُ=ناس ڪرڻ. ڪڪرن ۽ گرميءَ کي ناس ڪندڙ)، هڪ موسم جو نالو.

سَريت: (پرا. سَريءَ. سن. سَرتَ. سُ=چڱيءَ طرح سان+رتُ: رمُ=محبت ڪرڻ، ڪيڊڻ)، يار، رکيل عورت.

سَرير: (پرا. سَريرَ. سن. شَرير. شَرُ=ناس ٿيڻ)، بدن، ديهه.

سرِيشٽَ: (سن. شريشٽَ. پْرَ=گهڻو + شَسْ=ساراهڻ)، اتم، اعليٰ، بهترين.

سَڙَڻ: (سن. سَرَڻَ)، ڳرڻ، پچڻ، خراب ٿيڻ.

سڙهه : (سن. شڌ=ناس ٿيڻ)، ڪمزور، ڏڌو، ڪمطاقت، ستل.

سِڙهه : (گ. سِيَ. هير. سِيو. سن. سِتمِپ. ع. شِراع)، ٻيڙيءَ جو باد وان.

سَس : (پرا. سَس. سن. سَشِن)، چنڊ.

سَس : (ڌن. سامو. پرا. سَسو. سن. شوشرو)، زال يا مڙس جي ماءُ.

سَستو : (سن، سُوسَتَ)، سهانگو.

سُشيل : (پرا. سُسيل. سن، سُشيل)، اتم سڀا واري.

سَسڻ : (پرا. سوس. سن. شُش)، سوڙهو ٿيڻ، ڪومائجڻ.

سَسو : (سن. شِش)، گهٽو، گهيٽو.

سِسِي : (سن. شِيرشَ. شرَ = ناس ٿيڻ. جو آخر ناس ٿئي)، سر، مٿو.

سَڪاجَ : (سن. سَڪارِيهَ. سَ = چڱو + ڪارِيهَ = ڪم)، وڏائتو، لائق.

سَڪارڻ : (سن. سُويڪرڻ)، هٿ ڀرڻ، مڃڻ، هنديءَ ڪي قبول ڪرڻ. ضد "اڪارڻ".

سُڪَر : (سن. سَڪال. سَ=چڱو + ڪال=وقت)، سَڪارو. ضد "ڏڪر".

سَکَڻُ: (پرا. سَکَ. سن. شُشُ = گھٽ ٿيڻ)، ڏوٿ ٿيڻ، بي رس ٿيڻ.

سَکُو: ڏسو ”سڳو“.

سِکُ: (سن. شِشيَہ. شاش = سکڻ)، چيلو، گرونانڪ جي ڌرم کي مڃڻ وارو.

سُکُ: (پرا. سُهَ. سن. سُکَ. سُکَ=سڪي ڏيڻ: سُ= چڱيءَ طرح سان + کَنُ =کوٽڻ)، آرام.

سَکَرُ: (سن. ساڪشَرَ) شريف، لائق.

سِکَڻُ: (پرا. سِکَڻَ. سن. شِڪشَڻَ. شڪشُ. = سکڻ، سيکارڻ)، پرائڻ.

سَکِي: (پرا. سُهِي. سن. سَکِي. سَ = ساڻ + کِيا = چوڻ وارو)، سهيلي، سرتي.

سَکوتَرَ: (پرا. سَگتَ. سن. سَگوتَرَ. سَ=ساڻ + گوتَرَ=برادري)، کُل، ڪنب.

سَڳداسِي: (سن. سَگَندَ. سَ = چڱي + گَندَ = باسَ + واس)، جانورن جو قسم.

سَڳَرُ: (ع. ثغر)، سوڙهو لنگهہ، اوکو ٻيچرو.

سَڳَندَ: (پرا. سَگَندَ. سن. سَگَندَ. سَ = چڱي + گَندَ = بو)، خوشبو.

سَڳَنِي: (سن. سگڻ. سَ = چڱي + گڻ = ڀلائي)، ساڃاهي.

سَگَهَڻ : (پرا. سَگُهڻَ. سن. شَڪنَ. شَڪْ=طاقت رکڻ. ف. شَگون)، سگهڻ، سنوڻ ساٺ.

سَگهو: (ھ, سَکا. سن. سُوَڪيوَ. سُوَ= پنهنجو)، سَکو. سگهو ڀاءُ = هڪ ماءُ پيءُ جو ڄايل. ضد "ويگهو".

لَڄان چوران پَت نہ ڪائي، توڙي هوُون سَگهي ڀائي.
(ڀهاڪو)

سَگَهہ : (پرا. سَڪْ. سن. شَڪْتَ. شْڪَ = طاقت رکڻ)، ٻَل، طاقت.

سُگهڙ : (سن. سُگَهٽَ. سَ = چڱي + گَهٽْ = گهڙڻ، ٺاهڻ. چڱي گهڙت ڪندڙ)، سالڪ، سوُرنج، وکر وهائيءَ وارو، ٻيتن جو ڪاريگر.

سِگهو: (سن. شِيگْهر). جلدي، ترت.

سَگَ : (سن. سُنگَ. سَمْ= ساڻ + گمْ= وڃڻ : سَنْجَ =ملڻ)، ٻانهن، مائٽي.

سِگَ : (هيم. شِگَ، پرا. سِنگَ. سن. شرْنْگَ. شرْ=ٽاس ڪرڻ)، جانورن جي مٿي تي نڪتل ٻہ سخت شاخون، سنگهو.

سَلائِڻُ: (پرا. سَلاهڻَ. سن. شْلاگهنَ. شْلاگهہ = ساراهڻ)، تعريف ڪرڻ، واکاڻڻ.

سَلجهائڻ: (سن. شوڌن)، سنوارڻ، سڌو ڪرڻ، ترتيب ڏيڻ.

سَلڻ: (سن. شَلِيه. شَلِ = ڀار وجھڻ)، ٽنگ ڪڍڻ، سوراخ ڪرڻ.

سَلڻ: (سن. سملڀن. لڀ = چوڻ)، سچي ڪرڻ. ضد "آلڻ".

سَلچڻو: (سن. سَلڪشڻ. سَ=چڱو+لَڪشَڻ=اچڻ)، ڪٺوان، سٺين عادتن وارو. ضد "ڪَلچڻو".

سَلوار: ڏسو "شَلوار".

سِلوڪ: (پرا. سلوگ. سن. شلوڪ. شلوڪ = گُڏ ڪرڻ، وڌڻ)، چئن بدن جو سنسڪرت شبد، آواز.

سَلوڻو: (پرا. سَلوڻ. سن. سَلوڻ. سَ=سان+لَوَڻ=لوڻ)، نمڪين، سوادي، مزيدار. ضد "آلوڻو".

سِلهه: (ع. سِلّ)، مرض جو قسم.

سَم: (پرا. سَم. سن. سَم)، سمان، برابر، سڀ، پورو.

سَماپت: (پرا. سَمت. سن. سَماپت. سَم = سان + آپ = حاصل ڪرڻ)، پورو، ختم.

سَماج: (پرا. سَماج. سن. سَماج. سَم = سان + آج = وڃڻ. جنهن سان آنجي وهجي)، جماعت.

سَماچار: (سن. سَماچار. سَم = سان + آ = چئني طرفن کان + چَر = چلڻ)، خبر، احوال.

سَماڌِ: (سن. سَماڌِ. سَمْ = آ + ڌا = رکڻ. چئني طرفن کان خيال رکڻ)، گهرو ڌيان، ڌڻي تعاليٰ سان محويت وارو ڌيان، اها ڄاءِ، جتي جوڳي سنياسن کي پورين.

سَمانَ: (سن. سَمانَ. سَ = برابر + ما = ماپڻ)، برابر، مَٽ.

سَمانو: (سن. سَمانَ. سَ = ساڻ + مانَ = عزت)، مانائتو، عزت وارو.

سَمائڻ: (سن. سَماويش)، داخل ٿيڻ، پنجي وڃڻ.

سَمْپادَڪ: (سن. سَمْپادَڪ. سَمْ = چڱيءَ طرح سان + پَدْ = چلڻ. ڪنهن ڪم کي چلائڻ وارو يا ڪرڻ وارو)، مهتمم، اخبار نويس.

سمجهڻ: (پرا. سَنبُجهہ. سن. سَنْ: سَمْ = چڱيءَ طرح سان + بُڌْ = سمجهڻ)، ڄاڻڻ.

سَمَرٿ: (پرا. سمٿ. سن. سَمَرٿ. سَمْ=ساڻ + اَرْٿ = ڌن)، ٻلوان، سگهارو.

سَمرڻي: (پرا. سمرڻ. سن. سْمَرَڻِي. سْمَرَ= ياد، نالو وٺڻ)، مالها، تسبيح.

سَمْڪڻ: (سن. سَمڪَت)، نوازڻ، راضي ڪرڻ.

سپڙ رات سمڪيا، داتا ڏيئي دانَ. (شاه ڪريم)

سَمون : (پرا. سميه . سن. سميه . سَمَ = ساڻ، سڀ طرح سان + اڻ = وچ)، وقت .

سَمونڊ : (پرا. سمدر : سمد . سن. سمدر . سَمَ = سڀ طرح سان + آنَدَ = پيچاڻ. ٢- سَمَ = سڀ طرح سان + آڌ = متي، گهٽو + دا = ڏين)، ساگر، سمنڊ.

سمهڻ : (پرا . سيڻ. سن. شين. شي = سمهڻ)، لنڊ ڪرڻ، آرام ڪرڻ .

سَميت : (سن. سَميت. سَمَ = ساڻ + آ = چئني طرفن کان + اڻ = وچ)، سان، گڏ .

سَميٽڻ : (گ. سميٽون . سن. سمت + تا)، گڏ ڪرڻ .

سُمير : (پرا . سُمير. سن. سُمير)، ميرو جبل، جنهن کي هندو لوڪ سون ۽ رتنن جو ٺهيل چوندا آهن ۽ جتي ديوتائون رهن ٿا. جوڌهن (عام اجوم) ۽ "آتر قطب".

آڏا ڏونگر ڏاڪڙا، سخت سڄن سمير. (حمل)

سَن : (سن . شنيه)، چپ، ماٺ، خاموشي.

سَنياسي : (پرا . سنٽاس. سن . سنياسي. سَمَ=چڱيءَ طرح سان+

نِ = ويڇهو + آسَ = اچلڻ. جو ڪجهه ويڇهو (مال ملڪيت وغيره) هجي، سو اچلي ڇڏڻ)، تيا ڳي. چوٿين آشرم ۾ رهڻ وارو. ڏسو "آشرم".

سَنانُ : ڏسو " اشنان ".

سنباهڻ : (سن. سنڀرو)، تيار ڪرڻ.

سَنبَتِ : (سن. سنڀرت)، سنيت، تياري، سانباهو.

سنبت : (سن. سنوت. سم=ساڻ+وت=وڃڻ)، وڪرماجيت جو چلايل سال، سن.

سَنبنڌ : (پرا. سنبنڌ. سن سمبنڌ. سم = ساڻ + بنڌ = ٻڌڻ)، ميل، ميلاپ، ناتو، رشتو.

سنڀالڻ : (سن. سمڀارڻ)، پرگهور لهڻ، پرورش ڪرڻ، احتياط ڪرڻ.

سَنتَ : (سن. سَنتَ)، سادو، مهاتما، جوڳي.

سَنتوش : (پرا. سنتوس. سن. سنتوش. سم=چڱيءَ طرح سان+ تش = خوش ٿيڻ)، صبر، سک، قناعت.

سَنٿا : (سن. سنٿا. سم = چڱيءَ طرح سان+ سٿا = قائم ڪرڻ، سبق)، پڙهڻ.

سنپورڻ : (سن. سنپورڻ. سم = ساڻ + پر = پرڻ)، پريل، پورو، هڪ.

سَنَجَمُ : (پرا. سَنَجَمُ. سن. سَنيمُ. سَمُ = چڱي طرح سان + يَمُ = روڪڻ)، نيم، پرهيزگار، ڪفايت، صرفو.

سِنَجڻ : (گ. سنچوون. هيم. سِنڇڻ. سن. سيچن. سِڃ + پاڻي ڪيڻ)، ڪوهه مان پاڻي ڪيڻ.

سَنجهو : (هيم. سَجها. پرا. سَنجها. سن. سنڌيا. سَمُ = چڱي طرح سان + ڌئي = غور سان نهارڻ، جاچڻ)، سانجهي، شام.

سَنداڻ : (ف. سندان)، سَندَڻ، لوهه جو اوزار، جنهن تي لوهه ڪٽجي.

سِندُرُ : (پرا. سندورَ. سن. سندورَ. سْنيدَ = وَهڻ)، سينڌ پرڻ جو لال رنگ.

سَندَرُ : (پرا. سَندَرَ. سن. سندرَ، سَ = چڱي طرح سان + دُرُ = عزت ڏيڻ)، خوبصورت.

سَندُ : (سن. سَنتْ)، جو، وارو.

سَنڌ : (سن. سَنڌ. سَمْ = ساڻ + ڌا = رکڻ)، جوڙ، هڏن جو ڳنڍ.

سَنڌڻ : (سن. سَنڌانَ)، ريهڻ، ڳنڍڻ، سلو ڪرڻ.

سِنڌُ : (پرا. سنڌُ. سن. سِنڌ. سْيَنْدَ = وَهڻ. جا سدائين پيئي وهي)، سنڌو ندي.

سَنڌِ ي: (سن. سَنڌِ. سَمْ=ساڻ + ڌا=رکڻ)، ميلُ، ميلاپ، جوڙ، اکرن جو ميلاپ (گرامر ۾).

سَنڍِ: (پرا. سَنڍِي. سن. شَنڍِي)، کڏڙي عورت، جا ٻار نہ ڄڻي.

سَنڍِ: (پرا. سَنڊِي. سن. شَنتِ. شَنتَ=سُکڻ)، سکل آدرک.

سَنڍُو: (ھ ساڍُو. سن. شياليوڍَ. شيالِي= سالي + وڍا = مڙس)، سالي جو مڙس.

سَنرو: (سن. سَرَلَ. سَرْ = وڃڻ)، خوش تازو، توانو.

سَنْسارَ: (پرا. سنسارَ. سن. سَنسارَ. سَمْ=ساڻ+سْرْ=وڃڻ)، دنيا، جهان.

سَنْسِڪارَ: (سن. سَنْسڪارَ. سَمْ = پاڪ، صاف، چڱيءَ طرح سان+ڪَرْ=ڪرڻ)، ڪِرم يا ڪريا، جنهن سان شرير ۽ آتما، شڌ ٿي، ڌرم، آرت، ڪام ۽ موکھ پراپت ڪجي، صاف ڪرڻ جي ريت.

سَنسو: (سن. سَنشَيہ. سَمْ = ساڻ + شي = سمهڻ، گمان)، ڀرم، وسوسو.

سَنْسڪْرَتَ: (سن. سنسڪرت. سَمْ=صاف + ڪْرُ = ڪرڻ. صاف ڪيل)، هندن جي پاڪ ٻولي.

سَنَڪَٽُ: (پرا. سَنَڪَڊُ. سن. سَنَڪَٽَ. سَمْ = ساڻ + ڪَٽُ = گهيرو ڪرڻ)، سنگت، ڏک.

ڪاٺيءَ جي ڪم ۾، سَنَڪَٽَ ۾ گهڻا. (پهاڪو)

سَنَڪَلَپُ: (پرا. سَنَڪَاپُ. سن. سنڪلپ. سَمْ = ساڻ + ڪْرُپْ = طاقت رکڻ)، دل جي خواهش، ڪامنا.

سَنَڪَڻُ: (پرا. سَنَڪَ. سن. شَنڪُ)، ڏچڻ، ڪنبڻ.

سَنڪَ: (پرا. سَنڪَ. سن. شَنڪَ. شَمْ = ٽڏو ڪرڻ)، ناڏ، ڪوڏ.

سَنِکنِي: (سن. شنکنِي)، عورتن جي چئن قسمن مان هڪ قسم. ڏسو "پدمني".

سَنکيو: (ف. شَرنک. سن. شْرَنڪَ)، هڪ زهريلي شيءِ.

سَنگَ: (پرا. سَنگَ. سن. سَنگَ. سَنجْ = وڄڻ)، ميلاپ، دوستي، سنبنڌ.

سَنگَ: (پرا. سَنڪَ. سن. شَلڪَ)، ڀاڙو، محصول، چنگي، ڀنگو.

سَنگاسَن: (سن. سنهاسَن. سِنهہ=شينهن+آسَن=تخت. شينهن جي شڪل وارو تخت)، راجا جو آسن، تخت.

سَنگَت: (پرا. سَنگَيہ. سن. سَنگَت. سَمْ=ساڻ+گَمْ=وڃڻ)، دوستي، ميلاپ.

سَنگرامُ: (سن. سَنگرامْ)، جنگ، لڙائي، جُنگ.

سيني ۾ سَنگرام، سَچا سناسن ڪيو. (سچل)

سَنگيتَ: (سن. سَنگيتَ. سَمْ=ساڻ+گَي=راڳ ڳائڻ)، اهو ڪم، جنهن ۾ ڳائڻ، بجائڻ ۽ ناچ ٿئي.

سِنگهہ: (سن. سِنهہ. هَنْسْ=مارڻ)، شينهن، شير.

سَنگهارَ: (سن. سَنگهہ="آر" پچاڙي)، ڌڻ وارو، مالدار.

سَنگهَر: (پرا. سَنڪَل. سن. شْرِنڪَلَ)، ڪَڙَي، زنجير، پيڙي.

سَنگهڻ: (هيم. سَنگهيہ. سن. سَنگهرانْ. سَ+گهرا=سنگهڻ)، واس وٺڻ.

سَنوارَڻ: (سن. سَنوارْتَنَ)، سينگارڻ، ٺاهڻ، درست ڪرڻ.

سَنمک: (پرا. سَنمهہ. سن. سَنمک. سَمْ=اڳيان، سامهون+مُک=منهن)، سامهون، سامهون.

سِنهہ: ڏسو "شَينهن".

سَنهن: (سن. شَپَت. شَپْ=قسم کڻڻ، بد دعا ڪرڻ)، قَسم، سوگند.

سِنڌرا : (سن. شِيتلا. شِيت=ٿڌو+لا=وٺڻ)، ماتا جا داغ.

سَنڌون : (سن. سَم)، مڏو، برابر.

سَنيون : (سن. سمتا)، ڪڪ جي اني مان ٺهيل سَنهيون تارون، ڪاڄ جو قسم.

سَنيهه : (پرا. سنيهه. سن. سنيهه، سنهه=پيار ڪرڻ)، پريم، عشق، نينهن.

سَنيهو : (پرا. سَنديس. سن. سَنديش. سَم=ساڻ+ دش= وڏڻ)، پيغام، پارانيو.

سَنڀ : (سن. سنيهه=سنهه=سنيو ڪرڻ)، چربي.

سَڙڪ : (ع. شَرڪ. سن. سَرڪ. سَر = وڃڻ)، سڙڪ، شاهي رستو.

سَڪڻ : (پرا. چپت. سن. ڪشپت)، نڪ صاف ڪرڻ.

سَڏس : (پرا. سڏسنت. سن. سنشانت)، ڪُڙڪ، خبر.

سَڏڻ : (پرا. سڏڻ. سن شروڻ. شر=ٻڌڻ)، ٻڌڻ، ڪن ڏيڻ.

سَڏي : (سن. شڏ، شڏ=ڏبڻ)، ٻوڪ، جنهن مان سوٽلي ٿهي.

سَوا : (سن. سپاد. سَ=ساڻ+پاد=چوٿون حصو)، هڪ ۽ چوٿون حصو.

سَواد : (سن. سواد. ف. سواد)، مزو، لذت.

سَواڌائِي : (سن. سَ=چڱي+وَرڌ ڪا=مبارڪ)، خوشخبري.

سَوار: (ف. سَوار<آسْوار=آسِو= آسپ=گھوڙو + "وار" نسبت لاءِ. سن. آشْوارَ)، گھوڙي تي چڙھيل، هَسوار.

سَوامِي : ڏسو "سامي"

سَواءِ : (سن. سَوايو. س=چڱي + وارْتا= وائي)، چڱي وائي، وڏنڌڙ ٻولي.

سوڀِي : (سن. شوڀا. شُڀْ=چمڪڻ)، سونهن واري سهڻي.

سوڀِيا : (پرا. سوڀا. سن. شوڀا. شُڀْ=چمڪڻ)، سونهن، سندرتا.

سَوتِلِي : (سن. سَوتْرَ)، سِٽِيءَ مان ٺهيل ڏورو.

سَوتِي : (سن. شَلْڪَ)، سودي پڌڻ لاءِ اکوات ڏنل رقم، بيعانہ.

سوتَ : (سن. سَ=چڱو + وَتَ=وَٽيل)، مضبوط، قابو، سخت.

سوٽو: (گ. سوٽو. ھ. سوٽا. سن. شَنڊَ. شَنڊَ= ٽوڙڻ)، داسو، ڏنڊو.

سوٽِي : (سن. سَوْترِيہ. سَوتْرَ = سٽ)، سٽ جو.

سوپارِي : (ف. سِپارِي. سن. سپَرِيہ)، ناريل جي ذات جو هڪ وڻ.

سوجِي : (سن. شِچ)، ڪڻڪ مان ٺهيل اٽي جو قسم.

سوجِھرو: (سن. شوچِسْ+"رو" پڇاڙي)، سَجھندو، روشني.

سوڄهڻ : (پرا. سڄوڻ. سن. شوڌن. شُڌ = پاڪ يا صاف ڪرڻ)، جاچڻ، صاف ڪرڻ، پرکڻ.

سوچڻ : (سن. شوچن. شچ = جلڻ، غم ڪرڻ)، خيال ڪرڻ، جاچڻ، غور ڪرڻ.

سودر: (پرا. سدر. سن. شودر. شچ = صاف ڪرڻ)، آرين جي چئن ذاتين مان پوئين ذات، پنگي. ڏسو "ورڻ".

سودو: (ف. سودا)، واپار، بدل سدل، مٽا سٽا، وکر.

سوڌا : (سن. شڌ. شڌ = صاف ڪرڻ)، سڌا، صاف پاڪ.
سروقد سوڌا پرين، حورن ڪان به حسين. (سينگار)

سوڌڻ : (پرا. سوهڻ. سن. شوڌن. شڌ = صاف ڪرڻ)، ڌاتن کي صاف ڪرڻ، سڌارڻ.

سور: (سن. شول. شول = بيمار ٿيڻ)، درد، دک، پيڙا.

سوراڄ : (سن. سوراجيه. سو = پنهنجو + راجيه = حڪومت)، پنهنجي حڪومت.

سورٺ : (پرا. سورٺ. سن. سوراشٽر)، گجرات ۾ ڏکڻ ڪاٺياواڙ جو اڳيون نالو، راڳڻي جو نالو.

سورج : (سن. سوريه)، سج.

سورجمکي : (سن. سوريه مکي)، گل جو قسم.

سُورِداسَ: (سن. سُورَداسَ=هڪ هندي شاعر ۽ ڪَوِيُ، جو انڌو هو. انهيءَ ڪري هندو، انڌي کي سُورداسَ چون)، انڌو، اکين کان جڏو.

سُوَرْڳَ: ڏسو "سرڳ".

سُورِمو: (سن. شُورَمانِي. شُورَ = بهادر. شُورْ = بهادري ڪرڻ)، پهلوان، وِيرُ.

سورَنهَن: (پرا. سولَهه. سن. شوڊَشَ)، پندرهن ۽ هڪ.

سُورِهَ: (پرا. سُورَ. سن. شُورَ. شُورْ = بهادري ڪرڻ)، راوت، بانڪو، جوڌو.

سُورِي: (پرا. سُولا. سن. شُولا. شُولْ=بيمار ٿيڻ)، سولِي، ڦاسِي.

سُوِرْيَهَ: (پرا. سُورَ. سن. سُورَيَہْ)، سج.

سُوسُمارَ: (ف. سُوسْمار. پرا. سُنسُمارَ. سن. شِشُمارَ، شِشُومارَ)، ڳوهَه.

سُوڪَمَ: (پرا. سُهَم. سن. سُوڪْشَمَ، سُوچْ = چٽائڻ)، باريڪ، سَهين، ٿورو.

سَوگ: (ف. سَوگ. سن. شوڪ. شَچْ = چنتا ڪرڻ)، ڏک، درد، ماتم.

سَوگَندَ: (ف. سَوگَند. سن. سَوگَندَ)، قسم.

سائينءَ جو سَوگَندُ، ساجَنَ سِپَنَنِ سهڻو. (سينگار)

سوم: (پرا. سوم. سن. سوم سَو = پيدا ٿيڻ، ڪرڻ جو چڙڻ)، چنڊ.

سَومَر: (سن. سَومَوارَ. سومَ=چنڊ+وارَ=ڏينهن)، چندروار، آچر بعد ايندڙ ڏينهن.

سومَنات: (سن. سومَنات. سومَ = چنڊ + ناتَ = ڌڻي. مندر ۾ جو بُت رکيل آهي، سو چنڊ جي ڊول آهي)، بتخانو، جو گجرات ۾ آهي.

سونُ. (پرا. سَونَّ. سن. سَوَرْنَ: سُوَرْنَ. سَ = چڱو + وَرْنَ = رنگ. سهڻي رنگ وارو)، ڪنچن، طلا، زر.

سونارو: (سن. سُوَرْنَڪارَ)، سونَ جو ڪم ڪندڙ.

سَولهڻ: (سن. سَمَرْپَڻ. سَمْ = ساڻ + آرَ پَڻ = پيڻا)، نذر، حوالي ڪرڻ.

سَولچو: (سن. شوچَن = ارمان)، سعيو، سانبوهو، گهٽي، انتظار.

سَولڊ: (سن. شَنڊ. شَنْ + وڃڻ)، هاٿيءَ جو نڪ.

سَونف: (سن. شَتَپُشْپا. شَتَ = سؤ + پُشْپا = گل)، وَڏَف.

سَونڪِي: (پرا. سَنڪَ. سن. شُلْڪَ = محصول، پٽڻ)، سَنڪ وٺڻ وارو، محصول اڳاڙيندڙ.

سَونهاري: (سن. شوڀَنَ + ڪارَ = وارو. سَونهن واري)، ڏاهي.

سَونهَن: (پرا. سوهَمَ. سن. شوڀَنَ. شُڀْ = چمڪڻ)، خوبصورتي، جهَلَڪَ.

سَوَڻ: (پرا. سَئُڻَ. سن. شَڪَنَ)، سڱڻ ساٺ، فال.

سَوءُ: (سن. شوڪَ. شُچْ = چنتا ڪرڻ)، سوڳ، مڙس جي مرڻ بعد زال جو غم.

سَوَٿَر: (پرا. سٿَرَ. سن. شُوڪَرَ. شُو = آواز)، مرون، خنذير.

سَوِيڪار: (سن. سُوِيڪارَ. سُوَ = پاڻ + ڪارَ ڪْرِ = ڪرڻ)، قبول ڪرڻ، مڃڻ.

سوَٺَو: (پرا. سوهڻ. سن. شوڌَنَ. شُڌْ = صاف ڪرڻ)، صاف ڪرڻ.

سَويَر: (سن. سَويلَ. سُ = چڱو + ويلَ = وقت)، سويل، ساڃهر. ضد "آوير".

سَوِيمبر: (سن. سويمور. سويم = پنهنجو پاڻ + ور = پسند ڪرڻ ورَ ڪي)، استري جو پنهنجي مرضيءَ تي ورَ چونڊڻ.

سَهارو: (پرا. ساهار. سن. سهڪار)، مدد، سهايتا.

سَهاڳ: (پرا. سوهڳ. سن. سوڀاڳيہ. سُ = چڱو + ڀاڳيہ = ڀاڳ، ڀاڳو)، مڙس جو پيار. ضد "ڏهاگ".

سَهاڳڻِ: (سن. سوڀاڳني)، ورَ سهاڳڻ، ورَ واري عورت.

سَهانجڙو: (پرا. سوهنجڻ. سن. شوڀانجن)، وڻ جو قسم، جنهن جي ڦرين ۽ ٻورَ جي ڀاڄي ٿيندي آهي.

سَهانگو: (سن. سُورگهہ. سُو = پنهنجو + آرگهہ = اگهہ)، سستو. ضد "مهانگو".

سَهائتا: (سن. سهايتا. سَهہ = ساڻ + اِڻ = وڃڻ)، مدد.

سَهائڻ: (سن. شوڀن. شڀ = چمڪڻ)، سهڻو لڳڻ، وڻڻ، جڳائڻ.

سَهائي: (سن. سڀاس. سُ = چڱي + ڀاسَ = روشني)، شعاع، سوجهرو.

سَهڪ: (پرا. سهہ. سن. سپرهہ = چاهڻ)، سڪ، اڪير، چاهنا.

سَهَج: (سن. سهَج. سَهہ = ساڻ + جن = پيدا ٿيڻ)، سهنج، آسان، سولو.

سِهج: (پرا. سهه. سن. سُکت)، سِهج، سهنج، خوشي.

سهرا: (پرا. سيهر. سن. شيکر. شک = وجهڻ)، ٺڪ، موڙ.

سهرو: (سن. شوشر. ش=جلدي+آش=حاصل ڪرڻ. جو جلد عزت حاصل ڪري)، زال يا مڙس جو پيءُ.

سهس: (پرا. سهس. سن. سهسر)، هزار.

سهم: (پرا. سهم. سن. سوڪشم=ننڍو)، چڙپ، دڙڪو، طعنو.

سهنج: (سن. سهج. سه=سان+جن=پيدا ٿيڻ)، سهج، سک.

سهڻ: (سن. سهن. سه=برداشت ڪرڻ)، برداشت ڪرڻ.

سهڻو: (پرا. سوهڻ. سن. شوڀن)، سندر، وڻندڙ.

سهو: (ڏن. سيڙو. سن. شش. شش=اڇل ڪري هلڻ)، سيهڙ.

سهو: (پرا. سهه. سن. سوڀرهه)، لاڳاپو، واسطو.

سهي: (سن. سڌ)، سڌو، پورو.

سهيو: (پرا. سهئه. سن. سکت)، سکيو.

سهيلي: ڏسو "ساهيڙي".

سئي: (گ. سوئ. هيم. سوي. سن. سوچي. سچ=چٽڻ ڪرڻ: سو=سبڻ)، رڪ جو سنهي منهن سان ننڍو اوزار، جنهن سان ڪپڙا سبجن.

سيارو: (سن. شيت ڪالَ. شيتَ = سَردي + ڪالُ = ولت)، هڪ موسم جو نالو.

سياڻو: (سن. سَڄاڻ)، عقلمند، داناءُ. ضد "اياڻو".

سياءُ: (پرا. سَمَا. سن. سَجات)، سڳو، شريڪ، مائٽ، برابر، مَٽ.

سيائڻ: (سن. شوڀن. شُڀ = چمڪڻ)، سهائڻ، وڻڻ، جڳائڻ.

سيتَل: (سن. شيتَل. شيتَ = ٿڌو)، ٿڌو.

سيتلا: (سن. شيتلا. شيتَ = ٿڌو + لا = وٺڻ)، ماتا، بيماريءَ جو قسم.

سيٽ: (پرا. سيٽ. سن. سيتر)، رَسي، نوڙ.

سيٽي: (سن. شيتر. شيتَ = اوزار، جو خوشي پيدا ڪري)، ننڍڙو باجو، مينڊ.

سيٺ: (هير. سيٺي. پرا. سيٺ. شريشٺن = پراشسيه + اشٺن. پر = گهڻو + شنس = ساراهڻ)، وڏو شاهوڪار.

سيج: (پرا. سيجا. سن. شيا. شي = سمهڻ)، پلنگ، ڪوچ.

سيجاهه: (ف. سزا)، مار، سيڪت.

سيچاڻو: (گ. سنچالو. سنچاڻ: شينَ)، باز پکيءَ جو قسم.

سِيڌو: (سن. آسِڌ)، ڪچو ڪاڌو، ڪاڌي لاءِ اڻ پڪل سامان.

سيرُ: (سن. سيڏَڪَ)، من جو چاليهون حصو.

سِير: (سن. شِيلْ. شِلْ=چڱيءَ طرح سوچڻ، اڀياس ڪرڻ)، سِيل. سَتُ، سڌو ڳڻ.

سِيرو: (ف. شِير)، حلوو، حلوي جو قسم.

سيڙه: (سن. شَلْيَہ. شَلْ = وڃڻ)، هڪ قسم جو جانور، جنهن جي ٻُـيءَ تي تَڪلا ٿيندا آهن.

سِيڙهي: (سن. شْرِيڻِي. شْرِ= شيوا ڪرڻ)، ڏاڪڻ.

سِيَس: (پرا. سِيس. سن. شِيرُش. شْرُ= ناس ٿيڻ)، سر، مٿو.

سِيڪارا: (سن. شِيتڪارَ. شِيتْ = آواز، جو درد پيدا ڪري+ ڪْرُ = ڪرڻ)، شوڪارا، ٿڌا ساه، سڏڪا.

سيڪڙو: (سن. شَتَڪَ. شَتَ = سؤ)، سؤ.

سيڪڻ: (سن. شْرِيشَڻ)، تئو ڏيڻ، گرم ڪرڻ، پچڻ.

سيڳو: (ملا. سَيڳو)، چانورن جو قسم.

سِيڱَ: (سن. شارْنگَ = سڱ جي ٺهيل. شْرْنگَ=سِڱ شْرُ= ناس ڪرڻ)، ڪمان.

سِيلَ: ڏسو "سِيرَ".

سياو: (سن. شليہ. شل = وڃڻ)، تير، ڀالو، برڇي.
ٿر جو سڄڻ سڄڻين، ميگ منجهان ميلو. (شاهه)

سيلو: (هه. سيلا. سن. شلڪ. ف. شال)، نوڙ، سينهو، ريشمي چادر، ڏپٽو.

سيلهه: (پرا. سيل. سن. شليہ. شل=وڃڻ)، ٻاہرو ڪنڊو، تير.

سيم: (سن. شنبي)، ول جو قسم.
اهڙن عجبين، ساهه سوگهو ڪيو سيم جان. (وسو)

سين: (سن. سنجڃا. سم=چڱيءَ طرح سان + جڃا = ڄاڻو. اشارو)، صدا، سوال.

سينا: (سن. سينا. س = گڏ ٿيڻ)، لشڪر، فوج، ڪٽڪ.

سيناپتي: (سن. سنياپت. سينا + پت = مالڪ)، لشڪر جو عملدار.

سيند: (پرا. سيمنت. سن. سيمنت. س=ٻڌ ڻ)، مانگ، مٿي جي سنواريل ليڪ.

سيندو: (پرا. سِندو. سن. سيندو)، لوڻ جو قسم.

سينگار: (پرا. سنگار. سن. شرنگار. شرنگ=پيار جو وڌڻ + ر=وڃڻ. جنهن جي ڪرڻ سان من ۾ پيار وڌي ٿو)، شوڀا، سونهن، سجاوٽ. سينگار "سورنهن" آهن: ١- ڏندڻ. ٢- چورڻ (Tooth Powder). ٣- آئينو.

بدن صاف ڪرڻ جو مصالح. ۴- سندر. سينڌ پرڻ لاءِ.
۵- ڪيسر. نرڙ تي تلڪ ڪڍڻ لاءِ. ۶- سرمو،
ڪجل. ۷- بندي. آلي يا ٽڪڙو. ۸- تيل. وارن لاءِ.
۹- آرگجا. سڳنڌ شيءِ بدن کي لائڻ لاءِ. ۱۰- پانُ.
۱۱- ڦلي. ۱۲- مِسي. ۱۳- نيرو رنگ. ڪاڏيءَ تي
تل بنائڻ لاءِ. ۱۴- گلن جي ڪنڍي. مٿي ۾ پائڻ لاءِ.
۱۵- آلتا. ڳاڙها رنگ، پيرن جي ترين کي لائڻ لاءِ.
۱۶- ميندي.

ڪن وري هي "سورنهن سينگار" لکيا آهن:
۱- بدن صاف ڪرڻ. ۲- وهنجڻ. ۳- صاف پوشاڪ
پهرڻ. ۴- ڪجل لڳائڻ. ۵- آلتا (ڳاڙهي رنگ)
سان هٿ پير رڱڻ. ۶- وار سنوارڻ. ۷- سينڌ ۾
سندر پرڻ. ۸- نرڙ تي تلڪ ڪڍڻ. ۹- ڪاڏيءَ
تي تل (تر) ڪڍڻ. ۱۰- ميندي لڳائڻ. ۱۱- بدن
کي سڳنڌ شيءِ لڳائڻ. ۱۲- زيور پائڻ. ۱۳- گلن جي
ڪنڍي وارن ۾ پائڻ. ۱۴- پانُ کائڻ. ۱۵- ڏندن کي
مسي هڻڻ. ۱۶- لبن کي لال بنائڻ.

سِڄَ: (سن. سَجَنَ)، سجڻ. ڏسو "سجڻ".

سِيهو: ڏسو "شيهو".

سِيهي جو سيد چئي، وُکر وهايوم. (شاه)

سِيءَ: (پرا. سِيءَ. سن. شِيتَ)، پارو، ٿڌ.

# ش

شاباس : (ف. شاد = خوش + باش = هج)، آفرين، جس.

شاسترَ: (سن. شاسْترَ. شاسْ = سيکارڻ)، ڪنهن ديوتا يا منّي (رشِي) جو بنايل ڪتاب، پستڪ، پوٿي. شاستر "ڇهه" آهن: ويدانْتَ ٢- نِيايہ ٣- سانکْيہ ٤- ميمانسا ٥- پاتَنجلَ ٦- وَئيشڪ. هنن ڇهن شاسترن کي "شَڊْ دَرْشَنَ" (ڇهہ درشن، ديدار) پڻ چون ٿا. ڪاوْيہ (ڪوتا، شعر)، قانون ۽ علمي ڪتابن کي بہ "شاستر" چون ٿا. جهڙوڪ تہ:- ڪاوْيہ شاستر، دَرْمَ شاستر، شلْپَ (هنر، ڪاريگري، ڪلا) شاستر، آلَنڪارَ (رنگين ڪلامي، تجنيس، صنعت Figure of Speech: Ornate composition) شاستر وغيره.

شاگرد : (ف. شاه + گرد = چوڌاري. ماڻهو، جو بادشاه جي چوڌاري حڪم لاءِ بيهي. شاگرد بہ استاد لاءِ ائين آهي)، ختابي، وديارٿي.

شاميانو: (ف. شاميانه)، پال، جو لڪڙن تي بيهي، تنبوءَ جو قسم.

شانتي : (سن. سانتِ. شَمْ = آڌ و ڪرڻ)، آرام.

شاهوڪار: (پرا. ساهار. سن. ساڌڪار. ساڌ=واپاري. ساڌ=پورو ڪرڻ+ڪار=ڪندڙ)، ڪوٺيءَ وارو، دولتمند.

شاهي: (ف. سياهي)، مَس، ڪاراڻ.

افلاطون عقل جا، تا شاهي لاهن شاه. (جلال)

شَبد: (سن. شَبدَ. شبد=آواز ڪرڻ: شَپ=پڪارڻ)، آواز، لفظ، حرف، پَدَ، ٻولَ، انجام، گيت، پڇَن.

شبنم: (ف. شَب=رات+نَم=آلاڻ. رات جي آلاڻ)، نيرَ، ماڪ، مات، ڪپڙي جو قسم.

شَپ: (سن .شَپ. شَپ=چمڪڻ)، سدورو، سياڪو، ليڪ، پلو.

شڌ: (پرا. سڌ. سن. شڌ. شڌ=صاف ڪرڻ)، پاڪ، صاف، اوجل، نرمل.

شَڊَنگ: (سن. شَٽ آنگ. شَٽ=ڇهه+آنگ=عضوا)، بدن جا ڇهه عضوا: ۱- ٻانهون يا هٿ (۲)، ۲- ڄنگهون (۲)، ۳- منڍو ۴- چيلهه.

لوڌ ڪنجل، ڪٽ ڪيسري، پرون پونر پونگ، سروقد سوڌا پرين، آهن نيڪ شڊنگ. (سينگار)

۲- "شَڊنگ" ويدن جي ڇهن ضميمي طور ڪڌ ياڳن (Six supplementaery Parts of the vedas) کي اڻ چوندا آهن: ۱- شڪشا (لفظ-آچار- Pronunciation)

٢- ڪَلپَ (هندو مذهب جي ڪريا ڪرم يا ريت رسم- The ritual of the Hindu religion)، ٣- وُيا ڪَرَڻَ (علم صرف و نحو- Grammar) ٤- ڇَند (علم عروض- Prosody)، ٥- جيوتش (علم نجوم، علم هئيت، آڪاسي نروار- Astronomy)، ٦- نَرُڪتَ (جنهن ۾ ويدن جي ڪٺن ۽ ڳوڙهن لفظن جي معنيٰ آهي. The meaning of the unusual terms).

**شَرْمَسارَ:** (ف. شرمسار.شرم=لڄ+سار=صاحب.لڄ جو صاحب)، لڄي، ڦڪو.

**شَرْمِندو:** (ف. شرمنده. "شرميدن" جو اسم فاعل. ٢- شرم = لڄ + "مند" فاعليت جو لفظ+"ه" جهڙائيءَ جي نشاني. ٣-شرم + مانده)، لڄي.

**شَشْدَرَ:** (ف. شَشدَر.شش=ڇهه+دَر=دروازا)، عاجز، موڙهل. هي لفظ دراصل "نَرد" راند تان ورتل آهي. هن راند ۾ ٻہ تختا، هرهڪ تي ٻارنهن خانا آهن، ليڪن وچ ۾ وڇوٽي ڇڏيل آهي. هرهڪ تختي تي سڄي ۽ کٻي ڇهہ ڇهہ دروازا آهن. جڏهن ڳوٽ، تختي جي ڇيڙي تي پهچندي آهي، تڏهن (ڳوٽ جو) وڏيڪ

هلڻ محال ٿي پوندو آهي، جنهنڪري ڪيڏندڙ نهايت حيران ٿي پوندو آهي. ٢- عالم شش جهات: ١- اتر ٢- ڏکڻ ٣- اوڀر ٤- اولهه ٥- زمين ٦- آسمان.

شَطرَنج: (ع <ف. سترنگ يعني ماڻهوءَ جي شڪل جهڙو، چاڪاڻ ته شطرنج جي مهرن ۽ سارين کي ۽ ماڻهن جا نالا ڏنل آهن، تنهنڪري هن راند کي "سترنگ" يا "مَردم گيا" پڻ چون ٿا. ٢- سن. چتُرنگ. چتُر=چار+انگ=عضوا. هن راند ۾ بادشاه ۽ وزير ڌاران چار عضوا يا رُڪن آهن: ١- هاٿي ٢- اٺ ٣- گهوڙا ٤- پيادا. ٣- ف. شد رنج يعني ويئي هلاڪي ٤- ف. صد رُنگ، صد=سؤ+رنگ=ننگي. ٥- ف. صد رنج. سؤ سورن ۽ هلاڪين جا)، راند جو قسم.

شَکر: (ف. شَڪر. ع. سَڪّر. انگ. شُگر Sugar. سن شرڪرا. شر=ناس ڪرڻ، ڳني کي پيڙڻ)، کنڊ.

شَکَر: (سن. شڪَر. سچ=پوتر ٿيڻ، سوچڻ)، ڇهون کرهه، زهرو، جمع.

شَکَروار: (سن. شڪَر. سچ = پاڪ ٿيڻ، سوچڻ + وار = ڏينهن)، جمعي جو ڏينهن.

شَڪتِي: (سن. شَڪتِ. شَڪ = طاقت رکڻ)، طاقت، سگهه.

شَلوارَ: (ف. شَل=ران، سٿر+ "وار" نسبت جي نشاني)، سٿڻ.

شلوڪ: ڏسو "سلوڪ".

شَمشيرَ: (ف. شَم = ننهن، پڇ + شير = شينهن. ترار ۽ شينهن جي ننهن يا پڇ جهڙي آهي)، تلوار.

شنگهه: (سن. سنهه. هن = مارڻ)، شينهن، آتامرو.

شِوالو: (سن. شِواليَ. شِوَ=مهاديو+ آليَ = جاءِ)، شِو جو مندر.

شَودَرَ: (سن. شَودَرَ. سچ=صاف ڪرڻ)، ڏسو "سودر".

شُوڪارَ: (سن. شِيتڪارَ. شِيتَ=آواز، جو درد پيدا ڪري + ڪَرَ = ڪرڻ)، سيڪارا، ٿڌا ساهه، سڏڪا.

شَهنشاهَ: (ف. شاهانِ شاه <شاهِ شاهان)، بادشاهن جو بادشاه.

شِيشَمَ: (سن. شَنشپا)، وڻ يا ان جي ڪاٺ جو قسم.

شَيلَ: (ع. سَير)، چڪر، گهمڻ.

شينهن: (پرا. سِنهه. سن. سِنهه. هِنسَ = مارڻ)، شير.

شيوا: (سن. سيوا. سيوَ = خدمت ڪرڻ)، خدمت، ٽهل، چاڪري.

شيهو: (سن. سِيسڪَ)، ڌاتوءَ جو قسم.

# ص

صابڻ : (ع. صابون)، مشهور سڀيي مصالحن واري شيءِ، جنهن سان ڪپڙا ڌوپن ٿا.

صوفِي : (ع. صُوف = اُن + "ي" نسبت جي. ۲- "صوف" قوم جو نالو، جنهن جا ماڻهو ڪعبي جي خدمت ۾ رهندا هئا ۽ ماڻهن سان چڱائي ڪندا هئا)، ڪٽيوالَ، اهو، جو دماغ کي غير جي مشغوليءَ کان پاڪ رکي.

صاحِبُ : (ع. صاحِبُ. "صُحبت" جو اسم فاعل)، خداوند، مالڪ.

# ڪ

ڪابِنو : (ف. ڪابِينَ)، مَهر، استري ڏَنُ.

ڪاپارو : (سن. ڪپالَ = مٿان ڍڪيندڙ)، ڪاپرُ، ڪجيءَ يا ناريل جي تاندورن مان ٺهيل نوڙي، مَڃَ جو قسم، رَسو، نوڙِي.

ڪاپارو : (ع. قَبالَه)، قَباڙو، بيعنامو، دستاويز.

ڪاتِي : (سن. ڪَرتري. ڪُرتُ = وڍڻ)، ننڍو ڪات، وڏو چاقو.

ڪاٽڻ: (سن. ڪرتن. ڪرت=وڍڻ)، ڪٽڻ، ڇيڏڻ.

ڪاٺ: (پرا. ڪاٺ. سن. ڪاشٺ)، عمارتي ڪاٺي، اڪڙ.

ڪاٺڪٽو: (سن. ڪاشٺ ڪوٽ. ڪاشٺ = ڪاٺ + ڪرت = ڪٽڻ)، پکيءَ جو قسم.

ڪاٺير: (سن. ڪاشٺ ڪار)، ڪاٺيون ڪندڙ، ڪاٺيون وڪڻندڙ، هڪ ذات.

ڪاپار: (سن. ڪپال. ڪپ+ڪال=هڏن جو جوڙ)، ڪپار، کوپري.

ڪاپڙي: (هيم. ڪپڙي. پرا. ڪپڊ. سن. ڪاپٽڪ)، فقير جو قسم، زاهد، جوڳي، تپشي.

ڪاج: (پرا. ڪج. سن. ڪاريہ)، ڪم، جڃ، مجلس، دعوت.

ڪاڇ: ڏسو "ڪانچ".

ڪاڇو: (سن. ڪڇ)، جبل جي پير واري زمين.

ڪاڏو: (سن. ڪرش)، ڇڪ، ڪشش.

ڪار: (ف. ڪار. سن. ڪاريہ. ڪر=ڪرڻ)، ڪم، ڌنڌو، مشغولي.

ڪارب: (ع. قالب)، سانچو.

ڪارتوس: (پور. ڪارتوش)، بندوق جي ٽوٽي، گولي.

ڪارِج : (سن. ڪاريہ. ڪَرُ=ڪرڻ)، ڪم. ڪاج.

ڪارَنهن : (سن. ڪالِمَنْ. ڪال = ڪارو)، ڪاراڻ، داغ، چٽو، عيب.

ڪارَڻ : (پرا. ڪارَڻ. سن. ڪارَڻَ. ڪُرُ=ڪرڻ)، سبب، وَجھ.

ڪارَڻِي : (سن. ڪارَڪَ. ڪُرُ+ ڪرڻ)، ڪارڻ يا سبب بڻجڻ وارو.

مَيَ محمّد ڪارڻي، نِرتون منجهان لينهن. (شاه)

ڪارو : (سن. ڪال)، سياه. ضد "اڇو".

ڪارون : (سن. ڪالَ=ڪَرڪَن)، دانهون، ڪارون.

ڪارِيھر : (سن. ڪالَ هَرَ. ڪالَ=موت+ هَرَ=ڪٽيندڙ.

٢- ڪالَ=ڪارو+ هَرَ=ڪٽيندڙ)، ڪارو نانگ، نانگ جو قسم.

ڪارونيارَ : (سن. ڪالُ يارَ. ڪالَ = ڪارو + يارَ = ڏيک. ڪارنهن جو ڏيک)، ڪارنهن، اونداهي، ڳُوڙهو.

ڪاڙهڻ : (سن. ڪُرُتَ)، ٺهڪائڻ.

ڪاسائِي : (ع. قَصّاب)، قاصائي، گوشت پائيندڙ، هڪ ذات.

ڪافورَ : (ع. ڪافور. پرا. ڪَپورَ. <سن. ڪَرْپُورَ)، ڪپور، سَر هي وَڪر جو قسم.

ڪاڪَت (ع. طاقَت)، زور، ٻَل، سُگهه.

ڪَرُهي ڪاڪَت ڇڏِيءِ، وَريس نہ وائي. (شاه)

ڪاڪُل: (ف. ڪاڪُل. سن. ڪَرڪرالَ)، وار، زلف.

ڪاڳَر: (ف. ڪاغذ)، پنو، خط، حساب ڪتاب.

ڪالَ: (پرا. ڪالَ. سن. ڪالَ)، موت، وقت.

ڪالهه: (ڌن. ڪَلّ. پرا. ڪَلّ. سن. ڪَلْيَم)، گذريل ڏينهن.

ڪامَ: (پرا. ڪامَ. سن. ڪام. ڪَمْ = خواهش ڪرڻ)، شهوت، دنيوي خيال.

ڪامڻ: (هم. ڪَمڻَ. سن. ڪارمڻ. ڪَرْ = ڪر + مَنْ = خيال ڪرڻ)، جادو، اندر جال.

ڪامڻي: (سن. ڪامني. ڪَمْ = خواهش ڪرڻ)، سهڻي عورت، ڪامول.

ڪامودَ: (سن. ڪامودَ. ڪَمْ = خواهش ڪرڻ)، هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

ڪامولَ: ڏسو "ڪامني".

ڪانَ: (سن. ڪانڊَ. ڪَڻْ + آواز ڪرڻ)، تير.

ڪانتَ: (پرا. ڪَنتَ. سن. ڪانتَ. ڪَمْ = پيار ڪرڻ)، مڙس، عاشق.

ڪانڻو: (سن. ڪَنڻڪ)، تارازي، ساهمي، گهڙيال جي ڪَي.

ڪانجهي: (سن. ڪانجڪ)، چانورن جي رَبَ.

ڪانچَ: (پرا. ڪنچُہ. سن. ڪنچُڪ. ڪَنچْ = ٻَڌڻ)، سٿڻ ملوار.

ڪانچَ: (سن. ڪاچَ. ڪَچْ=چمڪڻ)، ڪاچ شيشو، ڪچ.

ڪانچَنَ: (پرا. ڪانچَڻ. سن. ڪانچَنَ)، سونَ.

ڪانڊَ: (پرا. ڪَنتَ. سن. ڪانتَ. ڪَمْ= پيار ڪرڻ)، مڙس، هَيڙو، پيار.

ڪانڊَ: (سن. ڪانڊَ)، باب، فصل، حصو، ٽڪر، تير.

ڪانڊارَجڻَ: (سن. ڪنڊڪ . ڪَنتَ = وڃڻ)، لنوءَ لنوءَ ڪَڙي ٿيڻ.

ڪانڪي: (سن. ڪانڪشا. ڪانڪْشْ = پيار ڪرڻ )، خواهش مند، اِڇاوان.

ڪانگَ: (پرا. ڪاگ. سن. ڪاڪ. ڪَئو= آواز ڪرڻ)، ڪانءُ

ڪانو: (سن. ڪانڊَ. ڪَڻْ = آواز ڪرڻ). مَرَ جي ٻُري، جوئر جو ڳنو، ڪلڪ.

ڪانهُ: (سن. ڪاسَ)، ٻوڙي يا سَرَ جو قسم.

ڪانهلو: (ع. ڪاهِل. سن. ڪاهَل=ڏيرو)، سست، ڪمزور.

ڪانءُ ڏسو "ڪانگ".

ڪاڻر: (هيم. ڪاهلو. پرا. ڪاير. سن. ڪاتر)، ڊڄڻو، گيدي، بزدل.

ڪاڻي: (سن. ڪانڊ = تير)، ڪاڻو، تيلي (سَريا ٻوڙي جي)، ڪڙڪ يا سارين جي ٻوڪ جي ڪاني، هٿ پاراتو، جنهن کان مصيبت نازل ٿئي.

جنهن جي ساني، تنهن جي ڪاني. (پهاڪو)

ڪاڻو: (سن. ڪاڻ. ڪڻ=بند ڪرڻ)، يڪ چشم، هڪ اک وارو.

ڪانو: (پرا. ڪاڇ. سن. ڪاچ. ڪچ = چمڪڻ)، شيشو.

ڪايا: (پرا. ڪاي. سن. ڪاي. ڪ = ديوتا جو نالو)، جسم، سرير، ديهه.

ڪبت: (سن. ڪوتا)، هندي شعر جو قسم، جو چئن سٽن جو ٿئي، دوهي جو قسم.

ڪبوتر: (ف. ڪبوتر. سن. ڪپوت)، پاليهر. جهنگلي "ڪبوتر" کي "پاليهر" چوندا آهن.

ڪباڙي: (سن. ڪروٽ + "ڙي" پڇاڙي)، پراڻو سامان وڪڻندڙ.

ڪبن: (سن. ڪنپن. ڪنپ = ڪنبڻ)، ڪنبڻ، ڏڪڻ.

ڪُپلي: (سن. ڪُ = خراب + گ. ڙ ن. پلي = سنگتي)، نالائق سنگياٿي، پلي يا سنگتي ڪانسواءِ، اڪيلي. ضد "سُپلي".

ڪُپو: (سن. ڪُبج)، گُڪو، پٺيءَ نوبل.

ڪَترڻ: (پرا. ڪتّن. سن. ڪَرتن)، قينچيءَ سان ڪپڻ.

ڪَترڻ: (سن. ڪَرتن، ڪَرت = وڍڻ)، ڏندن سان ڪاٽڻ يا ٽُڪڻ.

ڪَترڻي: (سن. ڪَرتني)، اها قينچي، جنهن سان جانور جا وار لاهجن.

ڪَتڻ: (سن. ڪَرتن. ڪَرت = ڪپڻ)، وَٽڻ، ڪَ ڏيڻ.

ڪُتو: (پرا. ڪُڪر. سن. ڪُڪر)، سگ، جانور جو قسم.

ڪَتي: (پرا. ڪتيا، سن. ڪرتڪا)، ثريا، پروين، ستن تارن جو سيڙ.

ڪُٿا: (سن. ڪُٿا. ڪَٿ = چوڻ)، ڌرمي ڳالهه، بات.

ڪَٿڻ: (سن. ڪَٿن. ڪَٿ = چوڻ)، ماپڻ، اندازو لڳائڻ.

ڪَٽ: (پرا. ڪَٽ. سن. ڪَٽ: ڪَٽي)، ڪمر، لڪ، چيلهه، ٽِڪي.

گھونگھٽ اوٽ دَرراھ چَلي، شَب شام گھَڻي تَرنَاتَرنِيي،
ڪَت پيل جمع، ڪَٽ ڪيسر ڪيي، دونينان هرنا هرني.
(صابر)

ڪَٽ : (سن. ڪِٽَّ. ڪَٽْ=وڃڻ)، زَنگ، مورياڻ، سَڙچو.

ڪَٽَ : (پرا. ڪَٽَّ. سن. ڪَٽَ. ڪَٽْ = ڪَپڻ ٽڙڻ)، دلو، گھَڙو.

ڪَٽارِي : (هيم. ڪَٽارِي. پرا. ڪَٽارَ. سن. ڪَٽارَ)، ڪَٽار، خنجر.

ڪَٽَڪ : (سن. ڪَٽَڪَ. ڪَٽْ=وڃڻ)، لشڪر، فوج، سينا.

ڪِٽلي : (انگ. ڪيٽل Kettle)، چانهه دان، ديگڙي.

ڪَٽنب : (سن. ڪَٽنبَ)، ڪُڙم، آکهه، ڪُل، گھراڻو، خاندان.

ڪَٽڻ : (سن. ڪَرْتَنَ. ڪَرْتْ = وڍڻ)، ڪپڻ، ٽڪر ٽڪر ڪرڻ.

ڪَٽڻ : (پرا. ڪَٽَنَ. ڪَٽْ = پچڻ)، سَٽڻ، مارڻ، ڌڙڻ، گَڏَڻ، چِلهڻ.

ڪَٽورو: (پرا. ڪَٽورَگَ. سن. ڪَٽورَ)، وَٽو.

ڪَٽَهَرو: (هه. ڪاٺَ+گَهرَ. سن. ڪاشٺَ+گرِهَ)، جهنگلو.

ڪَٽي : (سن. ڪَٽِ: ڪَٽِي)، ڪمر، چيلهه. ڏسو "ڪَٽ".

کَٿِيا : (پرا. کَٿِي. سن. کَٿِي)، کَٿِي، جهوپڙي، ڦٽيراڙو آستان.

کَنمالَ : (سن. ڪنٺ مالا. کَنٺَ + مالا = هارَ)، ڳچيءَ جو ڳهڻو، ڪَنٺلو، ڪَنٺي.

کَٺَن : (پرا. کَٺِڻَ. سن. کَٺِن. کَٺْ = پريشانيءَ ۾ رهڻ)، ڏکيو، سخت، ڪَٺاڙو.

کَٺورَ : (پرا. کَٺورَ. سن. کَٺورَ)، بي رحم، نِردئي، سنگدل.

کَپاٽَ : (پرا. کَوالَ. سن. کَپاٽَ)، دَرَ.

کُپُت : (سن. کُ = خراب + پُتْر تيءِ يَمَ)، نڳي، دولاب. ضد "سپوت".

کَپتانَ : (انگ. کيپٽن Captain)، مکيه عملدار، ناڪئو.

کَپَٽ : (پرا. کَوَڊ. سن. کَپَٽَ)، نڳي، دولاب، چِلَ تَرڪَٽ.

کُپَٿ : (سن. کُ = خراب + پَٿْيه. پَٿْ = وڃڻ. خراب رستي تي وڃڻ)، نالائقي، ناموزون هلت، بدپرهيزي.

کَپَرَ : (سن. کَمالَ)، ڪنارو، پِڪ.

کُپَرِ : (سن. کُ = خراب + پْرَڪارَ)، کُريت، اڻوڙي هلت.

ڪپڙو: (پرا. ڪپڊ. سن. ڪرپٽ. ڪر= ڪرڻ+ پٽ= ڪپڙو)، لٽو، چيرو.

ڪپل: (پرا. ڪول. سن. ڪپل)، ڳاڙهو رنگ، پورو رنگ.

ڪپو: (پرا. ڪتو. سن. ڪتپ: ڪوهڪ. ڪوپ= کوهه. ڪپي جي شڪل بہ کوهہ جهڙي آهي)، وڏي ڪپڙي، چمڙي جو ٿانو.

ڪپوت: (سن. ڪ= خراب+ پتر= پٽ)، ڪپٽ، اڻسڌر يل پٽ. ضد "سپٽ: سپٽ".

ڪپول: (پرا. ڪوول. سن. ڪپول)، ڳل، رخسار.

ڪپور: (ڏ ن. ڪپورو. پرا. ڪپور. سن. ڪرپور. ع ـ ڪافور)، ڪافور.

ڪپهہ: (سن. ڪرپاس)، ڪپاس، ڪپاهہ.

ڪجائو: (ف. ڪجاوه)، اٺ تي وجهڻ جي پالڪي، ڏولي، جنهن ۾ خاص طرح عورتون سفر ڪن.

ڪجل: (پرا. ڪجل. سن. ڪجل. ڪ= خراب+ جل= پاڻي)، ڏئي جو ڦلو، جو سرمي جو ڪم ڏئي.

ڪنيا: (سن. ڪنيا. ڪن= خوش ٿيڻ)، ڇوڪري، جا ١٤ سالن کان گهٽ هجي، دوشيزه، ڪنواري.

ڪِڃِري: (هه. ڪنچني. سن. ڪانچن=سون. سونن گهڻن واري)، ڪسبياڻي، رنڊي، چڪلي جي رن، فاحش عورت.

ڪَڇهه: (سن. ڪنچت. ڪِم=ڇا+"چِت" سنسڪرت پڇاڙي حرف تنڪير جي علامت)، ڪجهه ٿورو. Suffix

ڪَڇ: (سن. ڪَڇ. ڪَڇ=چمڪڻ)، وار، ڪيس، چٽا. سي ڪي ڪَڇ قريب جا، وڏ تَليهَر تجلن. (وسو)

ڪَچالو: (سن. ڪَشُن+"آلو" پڇاڙي)، ڀاڄي جو قسم.

ڪچرو: (ڏن. ڪچرو. سن. ڪَچَر)، گندُ، ڪَچرو.

ڪَڇڪولَ: (ف. ڪَڇڪول)، ڪشتو. فقيرن جي انن جو ٿانءُ.

ڪَچنار: (سن. ڪانچنار)، وڻ جو قسم، جنهن جا گل ڀاڄيءَ جي ڪم ايندا آهن.

ڪَچو: (سن. ڪَڇ)، دريا جي پر واري زمين.

ڪچو: (سن. ڪَشُن)، اڻ پڪل، اڻ رسيل. ضد "پڪو".

ڪَچو: (سن. ڪَنسا. ڪَتُس=گارڏين)، گار، عيب، مهڻو، طعنو.

ڪَچُورَ: (ڏن. ڪَچُري. پرا. ڪَچُور. سن. ڪَرچُورَ)، هڪ قسم جو ٻوٽو يا ان جو ڦل.

ڪچوري: (ڏن. ڪچرهءِ. سن ڪچپورڪا=چمڪندڙ پوڙي)، ٻيسڻ جي ٽِڪي، جنهن ۾ دال هجي.

ڪَچوئِڻ: (سن. ڪَنچَنَ)، سَسائڻ، گھٽائڻ.

ڪَچَهِري: (سن. ڪُتَسَتَهَرِي. ڪُتِسَت = خراب + هَرِي = ڪٽي وڃڻ. جتي انصاف جي ذريعي خرابي دور ٿي وڃي. عدالت خانو، نياءُ سڀا، دربار، دفتر، سکھڙن ۽ شاعرن جو ميڙ، جتي خيالن جي ڏي وٺ ٿئي.

ڪَڇَ: (پرا. ڪَڇَ سن. ڪَڪَشَ)، بغل.

ڪَڇَ: ڏسو "ڪڇھ".

ڪَڇو: (ڏن. ڪَڇا. پرا. ڪَڇا. سن. ڪَڪشا)، جانگھي، لانگوٽي.

ڪَڇون: (سن. ڪَڇَپَ)، سيسر جي ذات جو جانور.

ڪَڏاتورو: (سن. ڪَ = خراب + ڏاڏو = بنياد + "رو" پڇاڙي)، خراب بنياد وارو. ضد "سَڏاتورو".

ڪَڏَڻ: (سن. ڪُورِدَنَ. ڪُورِدُ = ٽپڻ)، ڪيڏڻ، خوشي ڪرڻ.

ڪَڏهن: (پرا. ڪَيا. سن. ڪَدا)، ڪهڙي وقت.

ڪَڍڻ: (گ. ڪاڍوَڻ. ڏن. ڪَڍِيبي. پرا. ڪَڍَڻَ. سن. ڪَرشَڻَ. ڪَرشُ = ڇڪڻ)، ٻاهر ڪرڻ.

ڪَر: (سن. ڪَلا. ڪَلُ = ڳڻڻ)، خبر، سنڀال.

ڪَر: (پرا. ڪَرُ. سن. ڪَرَ. ڪَرُ = ڪرڻ)، هٿ.

ڪَر: (سن. ڪَرتي)، لاءِ، ڪاڻ، واسطي.

ڪَرَ: (سن. ڪَلِ. ڪَلْ = ميل ڪرڻ)، ڪَنَبُ، گهراٿو، آڪهُ.

ڪِرِ: (پرا. ڪِيرُ. سن. ڪِيرَ)، چَتول، طوطو.

ڪِرانَ: (سن. ڪِرڻَ. ڪْرْ=چڊڻ)، روشنائي، ترورو.

تَڳِي تَهائِي تاس رِپَ، واڌو ڪَونتَ ڪِرانَ. (سينگار)

ڪَرائي: (سن. ڪَلاچِي)، هٿ ۽ ٻانهن جو جوڙ.

ڪَربَلا: (ع. ڪَرب=ڏک+بَلا=ڏاڍائي، ايذاءُ)، عراق ۾ هڪ شهر، جتي حضرت علي رض جو فرزند امام حسين رض شهيد ٿيو هو.

ڪِرت: (سن. ڪِرِت. ڪْرْ=ڪرڻ)، ڪم، ڌنڌو، مشغولي.

ڪَرْتارَ: (سن. ڪَرْتار. ڪرتّا=پيدا ڪندڙ. ڪْرْ=ڪرڻ)، پرميسر، ايشور، ڀڳوان، رَبُ، خدا.

ڪَرْتَبَ: (سن. ڪَرْتَوِيه. ڪْرْ=ڪرڻ)، ڪم، هنر، ڪرامات.

ڪَرْتَرِي: (سن. ڪَرْترِ. ڪْرْ=ڪرڻ)، ڪرڻ وارو، پريوڪ جو پهريون قسم. قسم: ڪرتري، ڪرمڻي، ڀاوي.

ڪَرْتُوتَ: (سن. ڪَرْتوِيتا. ڪْرْ= ڪرڻ)، ڪَمِ، اعمال.

ڪِرْپا: (سن. ڪِرْپا. ڪْرْپْ=رحم ڪرڻ)، دَيا، رحم، ٻاجهه.

ڪِرْپانَ: (سن. ڪْرْپاڻَ)، ننڍي تلوار.

ڪِرچ : (سن. ڪرتِ. ڪرتْ=وڍڻ)، تلوار جو قسم.

١- ڪِرچين ڪند ڪَلال، ڪنهن ٻر سمجهي ڪين ڪي.
(جلال)

٢- ڪرچين ڪَند ڪَلال، سفلو سخت سمير ڪان.
(جلال)

ڪِرڙ : (پرا. ڪرڙ. سن. ڪَريرَ)، وڻ جو قسم.

ڪَرڙو، (سن. ڪَرالَ=ڀيانڪ)، ڀوائتو، خوفناڪ، سخت.

ڪَرَڙوڍَ : (سن. ڪَرْٻرَ)، جنهن (ماڻهوءَ) کي ڪجهه ڪارا ۽ ڪجهه اڇا وار هجن، آڌيڙ، آڌوٽ.

ڪَرْفَ : (ع. قَفْل)، ڪلف تالو.

ڪَرْڪَ : (ف. ڪِلْڪ=ڪانو)، تير، ٻاڻ.

هنيم هوت ڪرڪ، لوڏيان لوهه نه نڪري. (شاه)

ڪَرْڪَلَ : (سن. ڪَلَڪَلَ. ڪَلْ=آواز ڪرڻ)، گوڙ، هَلَ.

ڪَرَلاهو : (سن. ڪَلا=خبر+لَڀْ=لڀڻ. لهڻ)، خبر لهندڙ.

ڪَرْمَ : (سن. ڪَرْمَ. ڪَرْ=ڪرڻ)، ڪريا ڪرم، ڪم، ڪار.

ڪَرْمِش : (ف. ڪُورْنِش)، آداب، نياز، سلام.

آهو عَينَن کي ڏسي، ٻيا ڪرمش ننجه ڪنگالَ.
(سليمان)

ڪَرمَنُ : (سن. ڪَرمَنُ)، ڪريا ڪرم، ڪم، قسمت، نصيب.

ڪَرمنڊل (سن. ڪَمنڊل)، فقيرن جي بيک (خيرات) ڀنڻ جو ڏول.

ڪَرنگ : (پرا. ڪَرنگ. سن. ڪَرنگ. ڪَ = ڌرتي + رَنگ=خوشي)، هرڻ.

ڪيفي لَڏنَ پسي نرگس جان، ڪوبا نينَ ڪرنگ.
(جلال)

ڪِرنگهه : (سن. ڪَنگ) اناج جو قسم.

ڪَرنگهر : (سن. ڪَنڪال)، هڏن جو پڃرو، پڌر، ڍونگرو، ڀٽيءَ جو ڪنڊو.

ڪَرلو : (سن. ڪَرڻ)، گل جو قسم.

ڪَرني : (سن. گرنث گرنث=پڏڻ)، ڪِنڊِ ڪوڙها.

ڪَرڻ : (پرا. ڪَرڻ. سن. ڪَرڻ. ڪرَ=ڪرڻ)، ڪرڻ، ڪرتوت، ڪم.

ڪِرڻ : (سن. گلَن. گلَ=چِڪڻ)، ڌِڪو کائڻ، ڍهڻ.

ڪِرڻو : (پرا. ڪرڻ. سن. ڪِرڻ)، تِرورو، روشنائيءَ جو ليڪو.

ڪَرو : (سن. ڪَنپ+"آوارا" ڀچاڙي)، ڪَونرو، بدنو.

ڪروڌ: (سن. ڪروڌ. ڪُرڌ = غصو ڪرڻ)، غصو، ناراضپو.

ڪِروڙ: (پرا. ڪوڊِ. سن. ڪوٽِ)، سو لک.

ڪَرَهَه: (پرا. ڪَلَهَه. سن. ڪَلَهَه ڪَلَ = آواز ڪرڻ)، جهيڙو. جيسين اُلو ڪٺي لِٽ، تيسين ڪَرَهَه وچي آجهامي. (پهاڪو)

ڪُرهو: (پرا. ڪَرِهَ. سن. ڪَرَڀَ)، جوان اُٺ، اُٺ.

ڪِري: (سن. ڪُريا، ڪُرُ = ڪرڻ)، رَڪ، پرهيز.

ڪِريا: (پرا. ڪِريا. سن. ڪريا. ڪُرُ = ڪرڻ)، ڪم، مذهبي رسم يا فرض، ريت رسم.

ڪُرِيتِ: (سن ڪُ = خراب + رِيتِ = چال، رسم)، ڪُپرِ، خراب ريت.

ڪَرِيڙ: (پرا. ڪَرِيرَ. سن. ڪَرِيرَ)، ڪرڙ جو وڻ.

ڪَريلو: (سن. ڪاروَيلَّ)، ڀاڄيءَ جو قسم.

ڪَڙاهَ: (پرا. ڪَڊاهَ. سن. ڪَٽاهَ)، ڪَٽاهَ، وڏي تئي، تئي.

ڪَڙَبَ: (سن. ڪانڊا)، جوئر جا سُڪا ڪانا.

ڪَڙڪَڙ: (پرا. ڪَڊَيڊَ. سن. ڪَڊَ ڪَڊَ)، ڪَڙ ڪَڙ جو آواز، ڪَڙڪاٽ، ڪَڙڪو.

ڪَڙَمُ : (سن. ڪُٽُنبَ)، ڪُٽنب، ڪُلُ، خاندان.
ڪنهن بہ پنهنجي ڪڙم سان سو نهين. (ڀهاڪو)

ڪَڙِمي : (سن. ڪُٽُنبِڪَ : ڪُٽُنبِنَ=ڪٽنب پاليندڙ)، هاري، کيتي ڪندڙ.

ڪَڙو : (پرا. ڪَڊَگ. سن. ڪَٽَڪَ)، دَرَ جي ڪنڍي ۽ وجهڻ واري زنجير، ڪُنڍُ، زنجير.
ڪَڙو : ڏسو "ڪوڙو."

ڪَڙِهه : (سن. ڪَٽِ)، طنبيلو، گهوڙن جي بيهڻ جي جاءِ.

ڪَڙَهڻ : (سن. ڪُوَٿَ)، ٽهڪڻ، جوش کائڻ.

ڪَڙهي : (سن. ڪَرَاپِ)، بصرن جو پوڙ، ڀاڄيءَ جو قسم.

ڪَڙي : (پرا. ڪَڊَگ. سن. ڪَٽَڪَ)، پيرن جو زيور، پيرن جو زنجير.

ڪَڙِي : (سن. ڪَڊَ. ڪَڊِ=ڪَلَ لاهڻ)، ڦَٽَ جو سَڪَلُ چِلڙ.

ڪَڙيو : (ع. قَرْيَهَ=ڳوٺ)، واهه.

ڪَسَ : (سن. ڪَشايِ)، ڌاتوءَ جي ڪَٽُ، زَنگ، ميل.

ڪِسانَ : (پرا. ڪسانَ. سن. ڪِرْشانَ. ڪَرْشِ=هَرَ ڪاهڻ)، ڪڙمي، هاري.

ڪَسْبِياڻِي: (ع. ڪَسب=ڌنڌو) ڪچري، وَيسڙ، رَنڊي، چڪلي جي رَن، پيشہ ور عورت.

ڪَسَنگَ: (سن. ڪَ=خراب + سَنگَ=سنگت)، خراب سنگت. سَنگَ، تاري، ڪَسنگ ٻوڙي. (ڀهاڪو)

ڪَسْوَٽِي: (پرا. ڪَسْوَٽِي. سن. ڪَشپَٽِي. ڪَشْ=آزمائڻ)، سون پرکڻ جو پٿر، آزمايش.

ڪَشْتو: (ف. ڪَشْتہ=ڪُٺيل، ماريل. ڪشتن = ڪُهڻ)، ماريل دوائون.

ڪَشْٽَ: (پرا. ڪَسَٽَ. سن. ڪَشْٽَ. ڪَشْ=مارڻ)، درد، تڪليف.

ڪَڪَرُ: (سن. ڪَ = پاڻي=ڪَرَ=ڪندڙ)، بادل، جَهڙ، اڪر.

ڪَڪَرْمَ: (سن. ڪَ=خراب + ڪَرْمَ=ڪم)، خراب ڪم، بدڪاري.

ڪَڪَرو: (پرا. ڪَڪَر. سن. ڪَرْڪَر)، پٿرن جي ٻورِ، ساڪرو.

ڪَڪَڙَ: (ڏن. ڪَڪوڙو. پرا. ڪَڪَڊ. سن. ڪَڪَٽ. ڪَ= آواز ڪرڻ)، گهرو پکيءَ جو قسم، مرغ.

ڪَڪڙو: (سن ڪَدَرَ)، ٻيو نڪرندڙ سخت داڻو، وَڻَن (ڪپهہ) جو ٻج.

ڪَڪُورَڻَ: (سن. ڪَنڪَرَ)، ڪاڙهو ڪرڻ، رڳڻ.

ڪَڪوهَ: (سن. ڪَڪَپَ)، شراب جو قسم.

ڪَڪيلو: } (سن. ڪنڪراٽ)، چٽون، طوطو، اڳوٽن شاعرن،
ڪَڪيهَل } محبوب جي ڪَنڌي ئڪ کي، ڪڪيلي جي چهنب
سان تشبيه. ڏني آهي.
چَرچيهَل، اٽ ڪَڪيهَل، هنڌوي هونٽ رتان. (ڪوري)

ڪَڪَ: (سن. ڪَڪشَ)، گاهہ جو تيلو.

ڪِڪِ: (پرا. ڪَڇّ. سن. ڪَڪشِ)، پيٽ جو پاسو.

ڪَلَ: (پرا. ڪَل. سن. ڪَلَ. ڪَلُ = آواز ڪرڻ)،
ڪوئل جي ڪوڪ.

ڪَلَ: (سن. ڪلا. ڪَلُ=ڳڻڻ)، خبر، ڪَر.

ڪُلَ: (پرا. ڪُل. سن. ڪُلَ)، ڪُر، ڪٽنب، خاندان.

ڪَلا: (سن. ڪَلا)، هنر، جوت، روشني، ڏيا.

ڪَلارو: (سن. ڪَلا +"رو" آ پڇاڙي)، رنگ روپ وارو،
سينگاريل، سهڻو.

ڪَلاَل: (سن. ڪَلْيہ=شراب + پالَ = رکندڙ)، گتي وارو.

ڪُلاَل: (سن. ڪُلالَ. ڪَلُ = ٻڌڻ. ف. ڪُلال)، ڪنڀر.

ڪَلْپَتَ: (سن. ڪَلپِتَ. ڪرپْ = ويچارڻ)، نقلي، ڪوڙو،
ڦرٽو، خيال.
ٽِڙو مَن آمنَ، اوديا ڪلپت نہ رهي. (سامي)

ڪَلِپنا : (سن. ڪَلپنا. ڪُرپْ=و يچار ڪرڻ)، من گهڙت بات.

ڪَلجُڳَ : (سن. ڪَلِ = جهيڙو + جُڳَ = زمانو)، چوٿون جُڳُ. ڏسو "جُڳُ".

ڪِلڪِل : (پرا. ڪَلَڪَلَ. سن. ڪَلَڪَلَ. ڪَلْ=آواز ڪرڻ)، ڪِرِ ڪِرِ، رِنج ڪِنجهه.

ڪَلَس : (پرا. ڪَلَس. سن. ڪَلَشَ. ڪَلْ = آواز ڪرڻ)، دلو، گهَڙو.

ڪَلَف : (سن. ڪَلْپَ)، آهار يا پِنو. جو ڪنٻي (ڌوٻي) ڪپڙن کي ڏيندا آهن.

ڪُلفِي: (ع. قُفْلُ = تالو، ڪرف)، ٽيـنَ جي ٿَهيل شيءِ، جنهن ۾ کير ڄمي.

ڪَلَنڪ : (پرا. ڪَلَنڪ. سن. ڪَلَنڪ)، داغ، ٽِڪو.

ڪَلولَ : (سن. ڪَلُولَ)، موج، خوشي.

ڪَلاوَتَ : (سن. ڪَلاوَتَ)، مُطربُ، گَويو.

ڪَلِي : (سن. ڪَلِڪا)، مکڙي.

ڪِلِي : (سن. ڪِيلَ)، سيخ.

ڪَلياڻ : (سن. ڪَلياڻَ. ڪَلْيَہ = تندرست + اڻْ = جيئڻ)، خير، سک، آنند، هڪ راڳڻي جو نالو.

ڪُم: (پرا. ڪَم. سن. ڪُرمن. ڪرَ=ڪرڻ)، ڌنڌو، ڪاج.

ڪَم: (سن. ڪَمَدَ)، گاهه جو قسم، جنهن جي ڦُل کي "ڪم" چئبو آهي.

ڪَمارِي: (پرا. ڪَمارِي. سن. ڪَمارِي)، ڪنواري، ٻارنهن سالن جي ٻالڪي.

ڪمال پَٽ: (سن. تمال پتر. تمَ=انڌارو ٿيڻ، چاهڻ+پتر=پن)، مصالحدار وڻ جا پن.

ڪَمانَ: (ف. ڪمان <ع. خمان. خم=ڏنگو، وريل+ "آن" نسبت جي نشاني)، سينگ، وَنگ.

ڪَمائڻ: (پرا. ڪَم. سن. ڪَرم=ڪم)، اپائڻ، ڪَٺڻ.

ڪَمبَل: (سن. ڪَمبَلَ)، لوئيءَ جو قسم.

ڪَمرڪ: (انگ. ڪيمرڪ، Cambric)، هرڪ، ائي جو قسم.

ڪَمرو: (پرا. ڪَبر. سن. ڪَربر)، چِٽڪمرو، رنگا رنگي.

ڪَمَل: (سن. ڪَمَل)، ڪنول جو گل. ڏسو "ڪنول".

لَين ڪمل هن ڪيف ڪَئي، وچ عشق غضب آغمام. (لَنڊ)

ڪَمي: (پرا. ڪَم. سن. ڪورم)، ڪَچونءَ جي ذات جو هڪ جانور.

ڪميڻو: (ف. ڪمينہ)، نيچ، گهٽ.

ڪَن: (پرا. ڪَنّ، سن. ڪَرڻَ. ڪرْ = سمجهڻ)، ٻڌڻ جو حواس.

ڪَن: (سن. ڪَندَ)، گرداب، چڪر هڻندڙ پاڻي.

ڪنبڻ: (پرا. ڪنبڻ. سن. ڪَنپَنَ. ڪنپْ = ڏڪڻ)، ارزڻ، ڏڇڻ.

ڪُنڀارُ: (پرا. ڪُنڀارَ. سن. ڪُنڀڪارَ. ڪُنڀَ = ٿانءُ + ڪارَ = ڪندڙ)، ڪنڀر، گلال.

ڪَنْٽَ: (سن. ڪَنٽَ. ڪَڻْ=آواز ڪرڻ)، ڳلو، ڳچي.

ڪَنٺيرو: (سن. ڪَنٺيرَوَ. ڪَشْيا+رَوَ=آواز. جنهن جي ڪلي ۾ حشمت جو آواز آهي)، شينهن، شير. هن جي ڪَمر لڪدار ۽ سهڻي ٿئي ٿي، جنهنڪري اڳوڻن شاعرن محبوب جي پَتلي ڪَمر کي، شينهن جي ڪمر سان تشبيه ڏني آهي.

ديهہ سَسو، ڪنٺيرو ڪَنڍي، لَبي لاکَ وارنِ. (سينگار)

ڪَنجرو: (سن. ڪَنچڪَ. ڪَنچْ=ٻَڌڻ)، چولي، ڳَجَ.

ڪَنجَرَ-ڪَنجَلَ: (پرا. ڪَنجرَ. سن. ڪَنجَرَ)، هاٿي.

لوڏَ ڪنجل جي ڪَر ٿي، چال ڀِسي چينچل. (ڪنيار)

ڪَنجُوسَ: (سن. ڪَڻَ = ڪڻو، باريڪ ذرو + هہ. چُوسَ < سن. چُوشَنَ=چوسڻ)، مکي چُوس، بخيل.

ڪَنجِي: (سن. ڪُنچِڪا)، چابي.

ڪَنجهڻَ: (سن. ڪَنْج + ہِڻ ہِڻ ڪرڻ)، درد ڪان منهي دانهن ڪرڻ، ڪرڪڻ.

ڪَنجهو: (سن. ڪانْسيَ)، ڪَٽ جو قسم.

ڪَنچَرَ: ڏسو "ڪنچر".

ڪَنڊَ: (سن. ڪُنت)، نيزا، ڀالا.

ڪَنڊَرو: (سن. ڪَنڊَرَ)، دوا جو قسم.

ڪَنڊَنَ: (سن. ڪُنڊَنَ)، صاف سونَ.

ڪندن رنگ قريب جو، پارس جنهن جو پارَ. (جلال)

ڪَنڌَ: (پرا. ڪَنڌَ. سن. شْڪَنڌَ. مْڪَنڌْ =مٿي ڪرڻ)، گردن، ڳاٽو.

ڪَنڊَ: (ڪوڻَ. سن. ڪوڻَ)، گوشو، پاسو، موڙ (رستي جو).

ڪَنڊو: (پرا. ڪَنٽَگ. سن. ڪَنٽَڪَ)، وڻ يا ٻوٽي جي تيز چهنبدار ڏانڊي، خار، ڪنڊيءَ جو وڻ، هڏي.

ڪَنڊَلَ: (پرا. ڪُنڊَلَ. سن. ڪُنڊَلَ)، والي، مُرڪڻي، فقيرن جي ڪَن جو والو.

ڪَنڊو: (سن. ڪَنڊَل)، جنهن ۾ ڏَرَ جو ڪَڙو هوي.

ڪَنڊي: (سن. ڪَنٺِي= ڳچي)، ڳلن جو هار، ڳچيءَ جو ڳهڻو.

ڪَنڊي: (سن. ڪَنڊَلَ=ڪَنڊو)، مينهن جو قسم، جنهن جا سڱ وريل هجن، مڇي ڦاسائڻ جو اوزار.

ڪَنَرَ: (سن. ڪَنڊَلَ)، والو، جو جوڳي ڪَنَ ۾ پائين.

ڪَنَڪَ: (پرا. ڪَنَڪَ. سن. ڪَنَڪَ. ڪَنْ=خوش ٿيڻ)، سونُ.

ڪَنڪَنُ: (سن. ڪانچَن)، سونُ.

آگم رپ نہ آگمي، ڪَنڪن اچي نہ ڪوءِ. (جلال)

ڪَنڪُ: (پرا. ڪَنڪَ. سن. ڪَنڪَ)، پاڻيءَ جو هڪ پکي.

ڪَنڱالَ: (پرا. ڪَنَڪالَ. سن. ڪَنڪال= هڏن جو پڃرو)، غريب، سڃو.

ڪَنگڻُ: (پرا. ڪَنڪَڻ. سن. ڪَنڪَڻ)، ٻانهن جو زيور.

ڪَنگڻي: (سن. ڪَنگُ)، سارين جو قسم.

ڪَنگو: (پرا. ڪَنڪَمَ. سن. ڪَنڪَمَ)، ڳاڙهو رنگ، لٽي وٽ جو ڳاڙهو پورَ.

ڪَنگو وَنَ ڪرايون، پِرون پُونرَ پُوَنگَ. (سليمان)

ڪَنگو: (سن. ڪَنڪَتَ)، ڦڻي.

ڪَنوَرَ: (گ. ڪَنوَرَ. سن. ڪُمارَ)، شهزادو.

کهڙي مَدح ڪنور جي، جو سيني سِينگارا. (گروهڙي)

ڪَنوَلَ: (پرا. ڪمل. سن. ڪمل. ڪم=خواهش ڪرڻ)، ڪنول جو گل يا ٻوٽو.

ڪنواري: (سن. ڪماري)، آڻ پرڻيل، دوشيزه،

ڪَنڇَلَ: (پرا. ڪنچڻ. سن. ڪانچن. ڪانچ=چمڪڻ)، سون.

ڪَنڙو: (پرا. ڪومڻ. سن. ڪومل)، نرم.

ڪَنيا: ڏسو "ڪَيا".

ڪَنياءُ: (سن. ڪَ = خراب + نيايه = نياءُ، انصاف، آنياءُ، بي انصافي.

ڪَنير: (سن. ڪاچ = شيشو + "ر" پچاڙي)، عينڪ.

ڪَنير: (سن. ڪنئيرو)، شينهن.

ڪٺا: (سن. ڪَڻ)، ٿورا داڻا، تمام ٿورو.

ڪَٺڇي: (سن. ڪَرَ = هٿ + رَڪشا=رکيا، سنڀال)، وَڏِڀي، وڏي چمچي جو قسم.

ڪِنڪڻ: (سن. ڪوڻ. ڪڻ=آواز ڪرڻ)، ڪنجهڻ.

ڪَٺي: (گ. ڪٺي. سن. ڪَڻ)، ذري، هيري جي ٽڪ، سينهن جي ڦڙي يا ٻوندَ، هڪ داڻو.

ڪَوار: (سن. ڪَوارَتا. ڪَ=خراب + وارْتا=وائي)، خراب وائي، ڪلا، هَجْوَ، نندا.

ڪَوِتا: (سن. ڪَوِتا)، شعر.

ڪوٽِ: (پرا. ڪوڊِ. سن. ڪوٽِ)، ڪروڙ.

سُپني ۾ سامي ڇٽي، ڪوٽ جنم پائي. (سامي)

ڪوٽ: (سن. ڪوٽ)، قلعو، گڙھ.

ڪوٽوالَ: (ف. ڪوتوال. سن. ڪوٽ=قلعو + پالَ=محافظ)، قلعيدار، ڪوٽ جو محافظ، ٺپيدار جو نوڪر.

ڪوٺارِي: (ھ. ڪَٺالِي. سن. ڪَ + سٿالِي)، سون ڳارڻ جو ٺانءُ.

ڪوٺو: (سن. ڪَوشٺَ)، سِرنَ ۾ پٿرن جي ٺهيل جاءِ، گهر جو مٿيون حصو.

ڪوپَ: (سن. ڪوپَ. ڪَپَ=ڪروڌ ڪرڻ)، قهر، غضب.

ڪوپِري: (پرا. ڪَوِرَ. سن. ڪَرْپَرَ. ڪْرِپَ=ويچار ڪرڻ)، ڪوپري.

ڪوپو: (سن. ڪوپِي. ڪوپَ=ڪاوڙ، غصو)، جوشيلو، پهلوان، بهادر.

ڪوجهو: (سن. ڪَبَجَ = ڪُپو)، بدشڪل.

ڪوچَ: (سن. ڪْروش. ڪْرُشْ=دانهن ڪرڻ)، آواز، هل.

ڪوڏَ: (پرا. ڪَوَڏِ. سن. ڪَپرِدَ)، وڏي ڪوڏي، ڪَرڪٽو.

ڪوڏِر: (سن. ڪَدّالَ)، ڪڙمين جي ڪانيءَ ڪٽڻ جو اوزار.

ڪوڏَر: (سن. ڪوڏَرَوَ)، جهنگلي ڏَتَ.

ڪورو: (سن. ڪيوَلَ. ڪيوْ=شيوا ڪرڻ)، نئون، تازو.

ڪوري: (سن. ڪولڪَ)، هڪ ذات.

ڪوڙِ: (سن. ڪوٽِ)، ڪروڙ.

ڪُوڙَ: (سن. ڪَوٽَ. ڪُوٽْ=افسوس ڪرڻ)، ڪُوٽ. ضد "سچ".

ڪُوَڙَ: (سن. ڪُوَرَ. ڪُ=خراب + وَرَ = بهتر)، بچڙو وڙ، نالائقي.

ڪوڙِڪي: (سن. ڪُوٽَ)، ڪوڙڪو، شڪار ڦاسائڻ جو اوزار، جو مينهن جي سگ جو ٺهيل ٿيندو آهي.

ڪُوڙو: (سن. ڪَٽَ)، ڪَڙو. ضد "مٺو".

ڪُوڙو: (سن. ڪُوٽَ)، دوکيباز. ضد "سچو".

ڪوڙهه: (سن. ڪَشْٺَ. ڪَشْ = چڪڻ)، مرض جو قسم.

ڪوڙي: (سن. ڪْروڏَ. ڪْروڊْ = جمع ٿيڻ)، ڇاتي، سينو، آرهه.

ڪوڙي: (م. ڪوڊِي. سن. ڪَٽَ = ميڙ. الگ. سْڪور (Score) وغيره.

ڪوش: (سن. ڪوش)، لغت، پردو، ڪوپو.

ڪوڪڻ: (پرا. ڪوڻڻ. سن. ڪوجن. ڪج = لات لنوڻ)، ڪوڪو ڪرڻ، لنوڻ، ٻولڻ، دانهون ڪرڻ.

ڪومائجڻ: (سن. ڪ + ملان)، مرجهائڻ، ڪومائجڻ.

ڪومل: (پرا. ڪومل. سن. ڪومل)، نرم.

ڪونج: (پرا. ڪونچ. سن. ڪرؤنچ)، سهه، رائل، پکيءَ جو قسم، جو اڪثر جبل ۾ رهي ٿو. هن جي ڪچي سنهي ۽ ڊگهي ٿيندي ٿي. اڪثر شاعرن محبوب جي ڪچيءَ سان تشبيه پئي ڏني آهي.

ڪونڌڻ: (سن. ڪنن=چمڪڻ+آنڌ)، بجليءَ جو چمڪڻ.

ڪونڊو: (پرا. ڪنڊ. سن. ڪنڊ)، رنگ يا مصالح گهوٽڻ جو ٿانءُ.

ڪونر: ڏسو "ڪنور".

ڪوهه: (سن. ڪروش)، ٻه ميل.

ڪوهه نور: (ف. ڪوهه = جبل. ع. نور = روشني)، وڏو چمڪندڙ هيرو.

ڪوهيارو: (ف. ڪوهه + "آر" پچاڙي)، جبل جو رهاڪو.

ڪوئل: (پرا. ڪوئل. سن. ڪوڪل)، هڪ پکي، جنهن جي لات دل سيبائيندڙ آهي.

ڪوئلو: (هير. ڪوئلا. سن. ڪوڪلا)، آڱر.

ڪوڻ: (سن. ڪنچن. ڪنچ=سوڙهو ٿيڻ)، سنڪوچڻ، سسڻ، ڪيفي لين اسي نرگس جان، ڪويا لين ڪرلگ. (جلال)

ڪويج: (سن. ڪ = خراب + ويدي = طبيب)، نيم طبيب.

ڪويسر: (سن. ڪوايشور. ڪو=ڪوي=شاعر+ايشور= مالڪ)، راج ڪوي، شاعر شاهي.

ڪهاڙو: (پرا. ڪهاڊ. سن. ڪٺار)، وڏي ڪهاڙي.

ڪهاڻي: (سن. ڪٿانڪا. ڪٿ = ٻڌائڻ)، آکاڻي، ڳالهه، حڪايت.

ڪهاوت: (سن. ڪهاوت)، ڳالهه، پهاڪو، چوڻي.

ڪهڻ: (پرا. ڪهڻ سن. ڪٿن، ڪٿ=چوڻ)، ٻڌائڻ، چوڻ.

ڪيتڪي: (پرا. ڪيڏگ. سن. ڪيتڪ. ڪت = گهر ڪرڻ)، گل جو قسم.

ڪيٽ: (پرا. ڪيڊ. سن. ڪيٽ)، ڪيڙو، جيت.

ڪيڏارو: (گ. ڪيدارو. سن. ڪيدار)، راڳڻيءَ جو نالو، جنڪ.

ڪيڙ: (سن. ڪيل. ڪيل = ٻڌڻ)، ڪلو، جنهن جي لوهي ميخ، ٻرڇي.

ڪِيرَتَ : (پرا. ڪِتِ. سن. ڪِيرتِ. ڪُرتَ=ساراهڻ)، ساراهه، ناموس، هاڪ.

ايندا د ر عجيب مون، ڪيرَت وارا ڪَل. (جلال)

ڪِيرتِ : (سن. ڪِيرتن. ڪُرتَ=ساراهڻ. ساز تي ڏڻي صاحب جو نالو وٺڻ)، آواز، آلاپ، راڳ.

ڪَنجهي ڪِيرتِ ڪِينرو، واڄو وِلاتِي. (شاه)

ڪِيڙو : (پرا. ڪِيڊَ. سن. ڪِيٽَ)، ماڪوڙي جيت.

ڪيس : (پرا. ڪيسَ. سن. ڪيشَ)، وار.

جئن آيَ ء آبر بهار، تئن ڪَنولَ ڪيس قريب جا. (جلال)

ڪيسَرِ : (پرا. ڪيسَرَ. سن. ڪيسَرَ. ڪيشَ = وار)، هڪ سڳنڌ وکر.

ڪيسَرَ : (پرا. ڪيسَر. سن. ڪيسَرنْ. ڪيشَ=وار. وارن وارو)، شينهن. ڏسو "ڪَنڌيرو".

لَڪ ڪَيسر، اوڏ ڪَنجل، ماري مورمَلنگَ. (جلال)

ڪَيڪانَ : (سن. ڪيڪاڻَ)، گهوڙو. "ڪِيڪان" شهر گهوڙن ڪان مشهور آهي.

ڪيڪڙو: (سن. ڪرڪٽ)، آئن ڏکن ۽ ٻن چنبن وارو پاڻيءَ جو جيت.

ڪيلاس: (پرا. ڪيلاس سن. ڪيلاس)، هماليہ جبل جي چوٽي.

ڪيلڪي: (سن. ڪيلڪا. ڪل = راند)، من موجي، خوش مزاجي.

ڪيٽ: (گ. ڪيٽ. سن. ڪٽ: ڪٽي)، ڪمر، چيلھ.

گينر چلت غلام الله چئي، ڪينٽ سنڌي ڪيھر. (غلام الله)

ڪينچن (سن. ڪانچن. ڪانچ = چمڪڻ)، سون.

رو، ڪينچن، ماھ، ڪنگور ڪر، ناھي جوڙ جمال.
(سليمان)

ڪينرو: (سن. ڪنر. ڪم = ڪھڙو + نر = ماڻھو. ڪھڙي قسم جو ماڻھو؟ هندن جي عقدي موجب ديوتائن جو گويو، جنھن کي منڍي گھوڙي جھڙي ۽ باقي بدن انسان جھڙو هو)، هڪ قسم جو ساز، رنج ڪنجھ، رودن.

ڪينو: (ف. ڪين)، بغض، حسد، ساڙ.

ڪيوڙو: (پرا. ڪيل. سن. ڪدل. ڪ = هوا + دل = ڦاڙڻ. جو هوا ۾ ڦاٽي پوي)، ڪيلو.

ڪيھَر: (پرا. ڪيسر. سن. ڪيسَرِنْ)، شينهن.

ڪِيئون: (پرا. ڪِرِ. سن. ڪَرْمِ)، جيت جو قسم.

## ڪ

ڪارَ: (پرا. ڪارَ. سن. ڪْشارَ. ڪْشْرْ=ناس ٿيڻ)، ڪوڙن ڌوئڻ لاءِ سفيد شيءِ، جا چوني وانگر ٿيندي آهي.

ڪارَڪ: (سن. ڪْشارَڪَ)، ڪَتل.

ڪارَڻْ: (سن. ڪَرَ. ڪَنْ=ڦاڙڻ)، خراب ڪرڻ، ٻگاڙڻ.

ڪارو: (سن. ڪَشارَڪ)، نوڪرو.

ڪارِي: (سن. ڪاتَ)، خليج، نار.

ڪامڙيو: (سن. ڪَنَڪَ. ڪَنْ=ڪوڙڻ)، ڪاني ڪٺندڙ، ڪوڏاريو.

ڪامَڻَ: (سن. ڪْشامَ. ڪْشَمْ=سهڻ)، سڙڻ، اچڻ.

ڪانياڻِي: (سن. ڪَشِپَتِي. ڪْشِپْ=اڇلڻ)، غليل جو قسم.

ڪاانڊ: (سن. ڪْشانت. ڪْشَمْ=سهڻ)، صبر، تحمل.

ڪانو: (سن. ڪاڏْ=ڪاٺڻ)، ماني، ڪاڏو.

ڪاڻِ: (ف. ڪان. سن. ڪانِ. ڪَنْ=ڪوڙڻ)، ڪاڻي.

ڪاهِي: (سن. ڪاتَ)، خندق، قلعي جي چوڌاري اچاءَ لاءِ کنيل کڏ.

کائڻ: (پرا. کاڻ. سن. کادن. کاد=کائڻ)، پوچڻ ڪرڻ، چپاڙڻ، خوراڪ.

ڪٿري: (پرا. ڪٽ. سن. ڪشترين. ڪشت=گھاءُ+تري=بچائڻ)، آرين جي چئن ذاتين مان ٻي ذات.

ڪٿو: (سن. ڪنان. ڪر=چاھڻ)، ڏوڙو، لوڻيءَ جو قسم.

ڪٿوري: (پرا. ڪٿوري. سن. ڪستوري. ڪس=تيز ڪرڻ)، مشڪ، ناف آھو.

ڪارا ڪيس ڪٿوريءَ جهڙا، آرمائين عنبر ڪي. (چاڪر)

ڪٽ: (پرا. ڪٽا. سن. ڪٿوا. ڪٽ = چاھڻ)، ڪٽولو، چار پائي.

ڪٿراڳ: (گ=ڪنراگ. سن. شنراگ. شٽ=ڇھ + راگ = راڳ)، ٻکيڙو، جهنجهٽ. ڏسو ”راڳ“.

ڪٿڻ: (گ. ڪٿون. ھيم. ڪنٽ، ڪٽ، ڪڍ. سن. ڪڍ)، ختم ٿيڻ، پورو ٿيڻ، کپي وڃڻ.

ڪٿو: (سن. ڪٽ)، ترش، ڪٿاڻ، آچار.

ڪپڻ: (سن. ڪشپڻ. ڪشپ = اڇلڻ)، خرچ ٿيڻ، هلاڪ ٿيڻ.

ڪَجڻ: (پرا. ڪيڄڻ. سن. ڪيدَن. ڪِدُ = دک ڏيڻ)، وجهڻ، بي حال ٿيڻ، چڙڻ، خفي ٿيڻ.

ڪَجلي: (سن. ڪَرجو. ڪَرجُ = تڪليف ڏيڻ)، خارش.

ڪَجي: (پرا. ڪَجوُر. سن. ڪَرجوَر)، ڪجور، ڪتل.

ڪِڇِي: (سن. ڪَرشرا)، دال سان رڌل چانور.

ڪَدَڙ: (سن. ڪشُدَر. ڪشُدُ = پيسڻ)، ڪَلون، پِڳَ پور، نڪمو يا گو.

ڪَڏ: (سن. ڪاتڪ. ڪَنَ = ڪوٽڻ)، ڪاهي، ڏوري.

ڪَڏ: (سن. ڪنٽڪ)، ڪوٺو.

ڪَرَ: (ف. خَر. پرا. ڪَر. سن. ڪَرُ)، گڏھ، ڪريل.

ڪِرڙ: (سن. ڪَرُ)، پڪل (رڌل) چانورن جو تَرو.

ڪَرَ: (پرا. ڪَر. سن. ڪَر. ڪَرُ = چيري ٻه ٽڪر ڪرڻ)، مينھن يا ڳئون جيئن ٻن حصن ۾ چيريل ھِر.

ڪَرَنڊ: (سن. ڪشر+آند)، ڦَٽ جا چلڙ، ڪڙيون.

ڪَرو: (سن. ڪَرَ = تکو)، سچو، بنا ملاوت. ضد "ڪوٽو".

ڪَرو: (سن. ڪَلَ. ڪَلُ = گڏ ڪرڻ)، ڪَري، ڀانڊو، گدام، ڏن.

ڪَڙ : (سن. ڪَنڪا)، تيلي ٻج جو ڦوڪ، ڪڻون، ميڻهن وغيره جو ويامن ڪان پوءِ ٻهرين ٻن ٻا ٽن ڏينهن جو ڪير، ڪير، جو رڌڻ يا گرم ڪرڻ ڪان پوءِ ڌونري مثل ٿي پوي.

ڪَڙدو: (ف. خورده)، ريزو، روپئي جو ڪلو، مٽا.

ڪِڙڻ : (سن. ڪر)، ڪڙڻ، ڪلڻ.

ڪَڙو: (سن. ڪنڊ)، پتر، وَنڙو، ڦوڙ، پينڊ.

ڪَشڪَس: (ف. خشخاش. سن. ڪشڪس)، پست جي داڻو.

ڪَڪمار: (پرا. ڪَڪ. سن. ڪَڏ ڪَ= ترار+مار= هٿنڊڙ)، جوڏو.

ڪَلَ : (سن. ڪَل)، چمڙي، چِل.

ڪِلَڻ : (سن. ڪَڪَ)، خوش ٿيڻ، مرڪڻ.

ڪَلَڻ : (سن. ڪَڏ : ڪَل)، ظاهر ٿيڻ.

ڪَلو: (سن. ڪَل)، جوتو، پادر، موچڙو.

ڪَلواڙو: (سن. ڪَلَ واٽ. ڪَلَ = ڳاهه جو پڙ + واٽ = جاءِ، هنڌ)، ڪليل ميدان.

ڪِلوِل : (سن. ڪولاهل. ڪَلْ = سٺو. پري وڃڻ وارو آواز)، وڏو آواز، ڪڙڪو.

بهادر گڏئا بهادرين، ڪَڙڪَ ڪلول ڪَن. (ڪيڏارو)

کميا : (پرا. کما. سن. ڪشما. ڪشم=سهڻ)، صبر، تحمل.

کمڻ : (سن. ڪشم = برداشت ڪرڻ)، صبر ڪرڻ.

ڪن: (سن. ڪڻ=پچڻ)، اٽڪل، اندازا.

ڪن: (پرا. کڻ. سن. ڪشڻ. ڪشڻ = ناس ڪرڻ)، سيڪنڊ جو ⅗، تمام جلدي. ڏسو ”چن“.

ڪنپ : (سن. ڪنپ)، ڪنيءَ جو ميرن ڪپڙن کي ڪونر يا ديگ ۽ وجهي باهه تي چاڙهڻ.

ڪنجري : (سن. ڪنجر پٽ=ناڙي)، باجي جو قسم.

ڪنڏو : (سن. کاڏ ڪ =کائيندڙ)، قرض.

ڪنڊ : (پرا. ڪنڊ. سن. ڪنڊ. ڪڻ=پچڻ)، پاڳو، ملڪ.

ڪنڊ : (هه. کانڊ. سن. ڪنڊ)، شڪر.

ڪنڊو : (سن. ڪنڊ)، ڏندن پڳل.

ڪنڊو : (سن. ڪنل)، ڪنڊو، دل جو خراب.

ڪنڊهر : (سن. ڪنڊ = ٽڪر + هه: گهر = مڪان)، ڪريل مڪان جو بچيل ٽڪرو، دڙو، ڍڳ.

ڪنگهه : (پرا. ڪاس، سن. ڪاش؛ ڪاس)، ڪنگهڻ جو مرض.

ڪنو : (سن. ڪنڊگ. ڪشڌ = ڪهڻ)، ترار.

وڍي عضوا وڍيءَ جا، پڻو ڪني سان خان. (جلال پڻو)

کِنوڻ: (سن. ڪشڻدا)، بجلي، برق، وِڄ.

کَڻ: (سن. ڪڻ)، ٽوپو، بخيو.

کَڻ: (سن. ڪشڻ)، مدو، مقرر وقت، انجام.

کوپو: (سن. ڪوپڪ)، ننيڙي ڪڏ، چڊو.

کوٽڻ: (سن. کن)، کاٽي کڻڻ، کوٽهڙو ڏيڻ.

کوٽو: (سن. ڪوٽڪ. ڪوٽ = ڪوڙ)، ڪوڙو. ضد "کرو".

کوپري: (پرا. کپر. سن. کرپر)، ڪوپري.

کوجنا: (سن. کج=چوراڻ)، تلاش، باريڪ جاچ.

کوڙڻ: (سن. ڪيل=پڏڻ، بند ڪرڻ)، کپائڻ.

کوڙ: (سن. ڪوٽ. ڪوٽ = ڏهن کان ٽاٽڻ)، ڍڳ، ڍير.

کوکڙو: (سن. شُشڪ: تچ)، ميوي جو ٻج، خالي، سکٺو، سُکل، خشڪ.

کونگهرو: (ف. خرخره)، گوگهرو، ننڊ ۾ خرخر جو آواز.

کوهه: (پرا. کوو. سن. کوپ)، وڏي کوهي.

کوهو: (سن. ڪوپڪ)، سکان.

کوهڻ: (سن. ڪش = گهٽجڻ)، ڪپڙن وغيره جو پراڻو ڪرڻ، پٽڻ، هلاڪ ڪرڻ.

کَهه : (سن. ڪشارَ)، ڏوڙ، مٽي، پٽي، دَزَ، رڙي.

کَهرو : (سن. کَرَ)، سخت، ٽڪو.

کَهنبو : (سن. کَسنپَ. ڪس=کلي لڳائڻ)، ريٽي ڪپڙي جو قسم.

جئن کهنبو رنگ کُلي پوي، تهڙي لالائي ۾ لبن.
(ملهار)

کِٿو : (سن. ڪشيوَ. ڪشيوَ=خمار ۾ اچڻ)، مست، مدهوش، خماريل.

کِيانٿو : (سن. ڪشيم. ڪِش = وڃڻ ، هڪ ڪرڻ)، رهبارو، قاصد.

کيٽ : (پرا. کيتَ. سن. ڪشيتر. ڪِش = آباد ڪرڻ، رهڻ)، زمين. ڳوٺ، جاءِ.

کيٽو : (سن. کيتَ=راند)، مچلائي، چنچلائي، ڪروڌ.

کيڏَڻ : (سن. کيلَ. کيلُ : کيلُ = کيڏڻ)، راند ڪرڻ.

کِيرَ : (ف. شير. پرا. کيرَ. سن. ڪشيرَ)، کير، ڏيج.

کيڙَڻ : (سن. ڪرش . ڪرش = هر ڪاهڻ)، اوڙڻ، هر ڪاهڻ.

کيڙو : (پرا. کيڊ. سن. کيٽ)، ڳوٺ، هڪ ذات.

ڪيلَ: (پرا. ڪيڍّ. سن. ڪيلِ)، تماشو.

ڪِينءَ: (سن. ڪْشيمَ=سُکَ. ڪْشِ=رهڻ)، خير سلامتي.

## گ

گاڏِي: (هِن. گَڏِي. پرا. گَنتِي. سن. گَنتِرِي. گَمْ=وڃڻ)، ٻيل گاڏي، ٻکي.

گاج: (سن. گَرْجَ. گَرْجْ=گجڻ)، گجگوڙ.

گاجِي: (ع. غازي)، ڪافرن کي قتل ڪرڻ وارو، پهلوان.

گارِ: (پرا. گارِ. سن. گالِ. گلْ=ڪائڻ)، ڪچو ڳالهائڻ.

گارو: (سن. ڪَرْدَمَ)، گپ، راڙو.

گاروڙِي: (سن. گاَروڊِڪ. گاَروڊَ=منتر، جو نانگ جي زهر لاهڻ لاءِ پڙهجي)، مانڊي، مانڊو، جوڳي، ڪاريگر.

گاشو: (ع. غاشيہ)، اٺ جو سرپوش.

گامَ: (پرا. گامَ. سن. گرامْ. گْرِهْ=گڏ ٿيڻ)، ڳوٺ.

گانجو: (سن. گَنجڪا)، ڀنگ جو قسم.

گانو: (پرا. گاڻَ. سن. گانَ. گَمْ=ڳائڻ)، گيت، راڳ.

گانءِ: (ف. گاوَ. پرا. گائِي. سن. گَو)، ڳئون.

گاھہ: (پرا. گھاس. سن. گھاس. گھش = کائڻ)، چارو، گاھہ پٺو.

گاءِ: (سن. گؤ. گرو = وڌائي ڪرڻ)، آيمان، وڏائي.

گبر: (سن. گرو: گب)، مغرور، متڪبر، شاھوڪار.

گت: (سن. گت. گم = وڃڻ)، ريت، نمونو، چال، ڪام، وڪ.

گت گوھر ڪي ڪنجل ڪيري، ماري مور ملنگ.
(بلال)

گتو: (گ. گتو. ھير. گتو. سن. گپت. گپ = بچائڻ)، اھا جاءِ، جتي اشيدار شيون وڪامن.

گپوڙو: (سن. ڪلپ. ڪلپ = ناس ٿيڻ)، گپ شپ، افواھہ.

گھ: (پرا. ڪھہ. سن. ڪف)، وات جي ڪچي، بلغم.

گڦا: (پرا. گھا. سن. گھا. گھہ = لڪائڻ)، چر، زمين يا جبل اندر جاءِ.

گج: (سن، ڪنچڪ، ڪنچ = ٻڌڻ)، چولي.

گج: (پرا. گي. سن. گج. گج = مستيءَ وچان رڙ ڪرڻ)، ھاٿي.

گجپتي: (سن. گج + ھاٿي = پت = مالڪ)، بادشاھہ.

گجر: (سن. گرجر. گر = ھاٿي ڏيڻ)، ھڪ قسم جي ھاڙ، جا ڪائڻ جي ڪم اچي.

گَجِر: (پرا. گَجَّر. سن. گُرجَرَ)، گجر قوم جي، حسين عورت.

گَجرات: (سن. گُرجَرَ + راشٽرَ = ملڪ)، هندستان جي ڏکڻ ۾ هڪ دس، جتي اُهريائين "گوجَر" قوم ويٺل هئي، جتان گجرات نالو پيو.

گَنجِير: (سن. گَنگَ+ مِلُ=ملڻ. جتي ڪڪر مِلي، وَسَ ڪن.
۲- گَنگَ+ميرَ = جبل؟) هندستان ۾ هڪ شهر، جو ڪنهن وقت ڪهاڙين کان مشهور هو.
گَجَر کي گجمير جون، تارن ۾ تبرون. (شاه)

گَجْمِير: (سن. گَجِمُرِ. گَجَ = هاٿي + آرِ = دشمن. هاٿيءَ جو دشمن)، شينهن.
گجي ايو گجمير جان، جوکيو جنگ جوان.

گَجَڻ: (گ. ڪاجَوَن. ڏن. ڪاجّ آن. سن. گَرجَن. گَرْجْ = وڏو آواز ڪرڻ)، شينهن جي رڙ ڪرڻ، ڪڪرن جو آواز ٿيڻ.

گُدامُ: (انگ. گوڊائونَ Godown) ڀالڊو، جاءِ، جتي وڪري جو مال رکجي.

گَدِڙ: (سن. گُرڌُرَ)، جانور جو قسم.

گَدِلو: (ف. گندہ+"لو" پچاڙي. سن. ڪَرْدَلَ)، ميرو، گندو، ڇڪِرو.

گ ي : (سن. گاڌ)، گديلو، سند، گهوڙي تي وجهڻ جو ڪپڙو.

گڏو : (سن. گڏڪ)، رانديڪو، پتلو.

گڏون : (سن. گڏ. گڏ=ٻاهر ڪرڻ)، لوڏو.

گڏهه : (پرا. گدهه. سن. گرديپ. گرد = آواز ڪرڻ)، هڪ جانور، خر.

گر : (پرا. گر. سن. گر)، مر، زهر.

گر : (سن. گرو. گر=اپديش يا وعظ ڪرڻ)، استاد، مرشد.

گرام : (سن. گرام)، ڪوٽ، راڪ جو وزن، سرڪم.

گراهڪ : (پرا. گاهڪ. سن. گراهڪ. گرهه=وٺڻ)، ٻڪي، آسامي، خريدار.

گرڀ : (سن. گرڀ. گر=چڙهڻ)، ڪُکِ، حمل، پيٽ.

گرٿ : (گ. گرٿ. سن. گرنٿ. گرنٿ=ڳنڍ ڏيڻ)، ڳنڍ، ناڻي جي ڳنڍ، دولت، پيسا، ناڻو.

ٻڌي گوڏ گرٿ، سانو هنجي سور جو. (شاه)

گرڙ : (پرا. گرل. سن. گروڊ. گروت=کنڀ+ڊِي = اڏامڻ)، پکين جو راجا، وڏو پکي.

گِرِڙي : (ع. غرغره. سن. گڊيرَ)، وات ڌوئڻ لاءِ پاڻي ڏيڪ.

گِرِنارَ: (سن. گِرِنارَ. گِرِ = جبل + نارَ = نَگَرَ = شهر)، جهونا ڳڙهه ۾ هڪ جبل تي قلعو.

گِرِوَلَ : (سن. گُرَوانْ = پٿر. گِرِوَرَ = وڏو جبل)، پٿر. گوهر ڪِري گرول تي، ڦاڪون ٿئي في الحال. (جلال)

گِرَهه : (سن. گُراسَ)، ڪائڻ وقت پيري سان ڪائڻ جو وزن، لقمو.

گِرَهه : (سن. گُرَهه. گُرَهْ = وٺڻ)، سيارُ (تارو). هندن جي خيال موجب گرهه ”نَو“ آهن: ١- سُوَرْيَه (سج Sun)، ٢- چَنڊْرَ (چنڊ Moon)، ٣- مَنگَلَ (مريخ Mars)، ٤- بُدَ (عطارد Mercury)، ٥- وُرْهسپت (مُشتري Jupiter)، ٦- شُڪْرَ (زهره Venus)، ٧- شَنِ (زُحل Saturn)، ٨- راهُو (Rahu)، ٩- ڪيتُ (Ketu).

گِرَهستَ : (سن. گَرْهَسْتَ. گُرْهَ = گهرُ)، گهر ٻار وارو. ڏسو ”آشرم“.

گِرَهڻَ: (سن. گُرَهَڻَ. گُرَهْ = وٺڻ)، چنڊ يا سج تي ڇانيا پوڻ.

گڙدو: (ف. گرده. سن. گورد)، ٻڪ.
گسڻ: ڏسو "گھڻ".
گڪر: (سن. گلل)، ڪونر جھڙي شيءِ.
گگن: (سن. گگن)، آسمان، جھڙ.
گلو: (سن. گل. گل=کائڻ)، نڙي، ڪڇي.
گليل: (ف. غليل)، گلياي اڇلائڻ واري، ڦشانڪي.
گماشتو: (ف. گماشته. گماشتن=رکڻ، مقرر ڪرڻ)، ڦلاوڻو.
گنڀير: (پرا. گنڀير. سن. گنڀير. گم=وڃڻ)، ڳورو ڀارو، متحمل، سنجيدو، مانائتو، اڻاھ، گھرو، اونھو.
گنجار: (پرا. گنج. سن. گنج="آر" ڇاڙي)، ڀونرن جو (گلن مٿان ڦرڻ وقت) آواز.
گنجو: (سن. ڪنج: ڪنج)، جنھن جي مٿي تي وار نہ ھجن.
گند: (سن. ڪند)، لوڙھ جو قسم، ٻڻ جون پاڙون.
گند جن جي گوڏ ۾ پاپوڙا پوشاڪ. (شاھ)
گندرف: (سن. گنڌرف)، گندڪ، جھٽ جلندڙ پيلي شيءِ.
گندو: (سن. گنڌڪ)، بد معاش، لچو.
گنوار: (سن. گراميہ=ڳوٺاڻو)، گنوار، مورک، بيوقوف.
گنوائڻ: (سن. گمن. گم=ورتل شيءِ کي ڇڏي ڏيڻ)، گم ڪرڻ، ناس ڪرڻ.

گُڻُ: (پرا. گُڻ. سن. گُڻ. گُڻ=صلاح ڪرڻ)، خاصيت، ڀلائي، هنر، سياڻپ.

گَنير: (ه. گير. سن. گجور)، هاٿي.

گَنير پر بن لاڙپ گيري، مل مجرا مور گجر کي. (جلال)

گوبَر: (هيم. گووَر. پرا. گووَر. سن. گومَيہ. گو=ڳانءِ، ڳئون + ميہ = ٿهيل)، ڇيڻو.

گوبِي: (گ. ڪبي. سن. گوجِهوا. انگ. ڪئبيج Cabbage)، ڀاڄيءَ جو قسم.

گوچَر: (سن. گوچَر. گو = حواس+چَر=هلڻ)، جو حواس سان محسوس ڪجي.

گودَ: (سن. ڪروڊ. ڪرڊ=جمع ٿيڻ)، جهولي، ڇاتي.

گودِڙي: (پرا. ڪنٿا. سن. ڪنٿا)، داق، رلي، فقيراڻي پوشاڪ.

گود و: (سن. گودَ)، ڪري، مک، مغز.

گوڏُ: (سن. ڪروڊ)، پوتڙو، منجهلو.

گوڏو: (سن. ڪوڙپر. ڪڙ=آواز ڪرڻ)، سٿر ۽ ٽنگ جو سنڌ، جانو، زانو.

گورَب: (سن. گرڀ= پيٽ جو ٻچو)، گورم، ڦرڙا، وڇڙا.

گورَب وِجهندي گوندَ، ڪريا ڪيس ڪلاه تان. (جلال)

گورکناٿ: (سن. گورڪشناٿ. گو=حواس، اندري +رڪشا= سنڀال + ناٿ = مالڪ، ڌڻي. جنهن حواسن کي پوريءَ طرح ضابطي ۾ رکيو هجي)، جوڳين جو قسم.

ڳورو: (سن. گور)، نئون چاول اٽ، مغز، ڳورو.

گوري: (پرا. گور. سن. گور. گر= ڪوشش ڪرڻ)، ڳوري سهڻي.

ڄب گوري گهنا ڪري، سو لهن هار حسين. (راڄنشاه)

گوسالو: (سن. گوشالا. گو = ڳئون + شالا = جاءِ)، ڳئن (ڳاين) جي ٻيهڻ جي جاءِ.

گوسائين: (سن. گوسوامي. گو+سوامي=مالڪ)، سنياسي، ساڌو.

گول: (پرا. گول. گڊ=ليٽڻ، ڏڪڻ)، جوڌاري، گهيري جي اندر حد.

گونجڻ: (سن. گنجن. گنج=آواز ڪرڻ)، آواز ٿيڻ.

گوندو: (سن. ڪرود=جهولي)، گولڙ، جهوليءَ واڙ، واڙو.

گورب وجهندي گوند، ڪريا ڪيس ڪلاه تان.(جلال)

گوهڻ: (سن. ڪش)، اندر ڪرڻ، گهوسڻ.

گويو: (سن. گوي. گي=ڳائڻ)، ڪي راڳ جو ڪاريگر.

گِهه : (پرا. گهيءِ. سن. گهرت. گهر=سٽيو ڪرڻ، چمڪڻ)، رڌيل مکڻ.

گِهرو : (پرا. گهر. سن. گنڀير. گر=وڃڻ)، ڳوڙهو، گهاٽو.

گَهڻ : (پرا. گهرشڻ. سن. گهرش =رڳڙڻ، گسڻ)، گسائڻ، مهٽڻ.

گِيارس : (پرا. ايگارس. سن. ايڪادش. ايڪ = هڪ + دش = ڏهه)، چنڊ جي ٻارهين تاريخ، جنهن تي هندو ورت (روزو) رکندا آهن.

گِيت : (پرا. گيء. سن. گيت. گي = ڳائڻ)، گانو، بيت.

گِيدي : (ف. گيدي. سن. گرڌر = گدڙ)، ڏڄڻو، ڪاٺر، بزدل.

گِيرب : (سن. گرو)، وڏائي، هٺ، آيمان.

گيڙو : (پرا. گورءَ. سن. گورڪ)، ڳاڙهي مٽي، ڳاڙهي رنگ جو قسم.

گينڊو : (سن. گنڊ)، جانور جو قسم.

گينڊو : (سن. گينڊڪ)، گولٽو گل.

## ڳ

ڳاٽ : (سن. گهاٽ)، ڪر، ڳاٽو.

ڳاچ : (سن. گاٿا)، ڳيچ، گيت.

ڳارڻ : (سن. گالن. گل=وهڻ، چڪڻ)، رجائڻ، پگهارڻ.

ڳانو : (سن. گنڌ)، آنءَ جو نهيل ڌاڳو، ڦندڻ، ڳٽ، طوق.

ڳائڻ : (سن. گي)، راڳ ڪرڻ.

ڳاهه : (سن. گراس)، ڪاڏو، ڳجهارت، ٻروليءِ.

ڳائو: (سن. گو=ڳانءِ)، ڳئونءَ جو، ڳانءِ جو.

ڳپ : (پرا. گپ. سن. گرڀ = پيٽ جو ٻچو)، ڏيڏو، ڦر.

ڳپرو: (سن. گرڀ روپ. روپ=شڪل)، اڻ ڄاوي جانور جو ٻچو، ٻچو.

ڳپوراڙي : (سن. گرڀ + "آر" ۽ پڇاڙي)، اها عورت، جنهن کي ڄڻڻ تي ڀار هجي.

ڳترو: (ع. قطره. سن. ڪرتن=ڪپڻ)، ڪترو، ٽڪرو.

ڳٿڻ : (سن. گنٿن)، پوئڻ، جوڙڻ، سنوارڻ.

ڳٽ : (ف. گٽ. سن. گرنٿ)، طوق، ڦاهي.

ڳٽڪو: (سن. گٽڪا)، گولي، گوري، ٽڪي.

ڳنڍڙي: (سن. گرنٿ. گرنٿ=ٻڌڻ)، ڳٿڙي، ٻڌ.

ڳَجهہ : (پرا. گجهہ. سن. گهيہ. گهہ = ڍڪڻ، لڪائڻ )، راز، مخفي ڳالھہ.

ڳجهہ : (گرڌر. گرڌ = لالچ ڪرڻ)، هڪ پکي.

ڳجهارت : (سن. گهيہ = ڳجهو + آرٿ = مطلب )، ٻجهارت، پرولي جو قسم.

ڳجهاندر: (سن. گهيہ = ڳجهو + تر)، ڳجهہ، راز.

ڳچي : (پرا. گيوا. سن. گريوا. گر = پيٽ ۾ اندر نيڻ)، گردن، سسي.

ڳر: (سن. گل )، گلو، گردن، ڳچي.

ڳر: (سن. گرهہ)، گهر، مڪان، پرسان.

ڳر: (هہ. گر. سن. گر، منتر)، اهو آپاءُ، جنهن سان ڪم پورو ٿئي، سنڌ.

ڳرڻ : (سن. گلن. گل = وهڻ، ڪِرڻ)، پگهرڻ، جهرڻ.

ڳرڻ : (سن. گلڻ)، کائڻ.

ڳرهڻ : (سن. گرڻ)، چوڻ، بيان ڪرڻ.

ڳڙکي: (سن. گواکش. گو = ڳئون + آکش = اک )، گرکو، کڙڪي، ٽنگڙو.

ڳَڙَڻُ : (سن. گَڊِ)، ٽمڻ چڪڻ.

ڳِڙَڻُ : (سن. گُرهَن، گره = پڪڙڻ)، وٺڻ، ڳنهڻ، جهلڻ.
سيخن ماهه ڇپاءِ، جي نالو ڳيڙهه نينهن جو. (شاه)

ڳَـڙهه : (هيم. گڍو. پرا. گڍ. سن. گَرتَ)، ڪوٽ، قلعو.

ڳَلَ : (پرا. گَلَ. سن. گَلَ)، رخسار، ڳٽا.

ڳَلو : (ف. گلہ. پرا. گَلَ. سن. گَلَ. گَلُ = کائڻ)، ڳچي، گردن.

ڳَـلي : (سن. گَـلَ)، جتيءَ جي پاسن کي ڳنڍيندڙ چم جي سنهي پٽي، کهٽي.

ڳَـمَڻ : (سن. گَمَن، گَمُ=وڃڻ)، آهستي آهستي هلڻ، ڳهڻ.

ڳَنَ : (سن. ڪَرڻَ)، هٿيو، مٽيو، زنانو ڪن جو زيور.

ڳَنڍَڻُ : (سن. گَـنـڌن)، ڳتـون ڪرڻ، وار سينگارڻ، پوڙ، پاڃي.

ڳَنڍِ : (پرا. گَنٺ. سن. گُرَنٿ)، هڙ، بـڌ.

ڳَنڍِ : (پرا. گَنٺ. سن. گُرَانٿ)، هڏن جو جوڙ، سنڌ، ميلاپ، جوڙ.

ڳَنڍِ ڇوڙ : (هيم. گَنٺ ڇيڏو. سن. گُرَنٿ ڇيدڪ. ڇِدَ=ڪپڻ)، لُڦڙو، کيسا ڪترڻيندڙ.

ڳنڍيري: (سن. گنڌ)، ڪمند جا ننڍا ننڍا ٽڪرا، ٻوڙا.

ڳنو: (سن. ڪانڊ)، جوئر جو ڪانو، ڪمند.

ڳنوار: (سن. گراميہ. ڳوٺاڻو)، ڳٺون چاريندڙ، ڏنار، مورک، بيوقوف.

ڳنهڻ: (سن. گرهڻ. گرهہ=وٺڻ)، خريد ڪرڻ.

ڳڻ: (سن. گڻ)، گڻ، ڀلائي، چڱائي، نيڪي، احسان.

ڳڻڻ: (پرا. گڻڻ. سن. گڻڻ. گڻ=ڳڻ)، شمار ڪرڻ، خيال ڪرڻ، ويچارڻ، پهڻ.

ڳوڏري: (سن. ڪوش)، ٿيلهي جو قسم.

ڳوٽ: (سن. گنڪا)، ساري، چوپڙ کيڏڻ جو مهرو.

ڳوڻو: (سن. ڪوڻڪ)، ڏاڳن جو ويڙهو، ڍيري.

ڳوٺ: (پرا. گوٺ. سن. گوشٺ < گوسٿا. گو= ڳئون+ سٿا=جاء. ڳئن جي بيهڻ جي جاء. آرين جي وقت ۾، جتي ڳائيون چرنديون هيون، اتي ئي گهر اڏيندا هوا)، بستي، واهڻ، ديهہ.

ڳور: (ف. گور)، قبر.

ڳوڙهو: (سن. گول: گڊ= بال. گڊ=ليپڻ)، لڙڪ، منهن جو گليلو.

ڳُوڙهو: (پرا. گوڏ. سن. گُوڍَ. گُهُ = ڍَڪڻ)، لڪل، ڳجهو، ڳهاٽو، ڳهرو؛ ٻيٽن جو قسم.

ڳولڻ: (سن. گاويش)، تلاش ڪرڻ، ڏورڻ.

ڳوهه: (سن. گوڌا)، ڪلوڙيءَ جي ذات جو جانور.

ڳئون: (ف. گاو. سن. گو)، ڳانءِ.

ڳهرڻ: (پرا. گهڻ. سن گرهڻ)، ننداڪڙو ٿيڻ.

ڳهيلو: (سن. گرهڻ + "ايلا" پڇاڙي)، ٻاڳل، مورک.

ڳهڻ: (سن. گمن. گم=هلڻ)، ڳمڻ، هڄڻ، هلاڪ ٿيڻ.

ڳهڻ: (سن. گرهڻ. گر= ڳهڻ)، ڳيت ڏيڻ، ڳرڪائڻ.

ڳهڻو: (سن. گرهڻ. گرهه = ٻانڌڻ)، زيور، پوشڻ. زنانا (عورتن جا) "ٻارهن" ڳهڻا آهن: ١- ٻيرن جون ٻٽيون ٢- چيلهڪي ٣- چوڙيون ٤- منڊيون ٥- ڪنگڻ ٦- ٻازوبند ٧- هار ٨- ڪنمال ٩- ٻينسر ١٠- ڳن (ڪن جو زيور) ١١- ٽڪڙو ١٢- چوٽي ڦل.

ڳهير: (سن. گنڀير. گم=وڃڻ)، ڳورو ڀارو، برد بار؛ سياڻو.

ڳهيلو: (سن. گرهڻ + "ايلا" پڇاڙي)، ٻاڳل، مورک.

ڳيچ: (سن. گيت. گي=آواز ڪرڻ)، سهرا، لاڏا، بيت.

ڳيرو: (سن. گوير)، ٻاليهر (ڪبوتر) جو قسم.

## گھ

گھاتَ : (پرا. گھايہ. سن. گھات. ھَنْ=مارڻ)، زخم، ڦٽ.

گھاتَ : (سن. گَھٽَّ)، پاڻيءَ جو تڙ، رستو، لنگھ.

گھاڙو : (سن. گاڍَ. گاھْ = ولوڙڻ)، گَھرو، ڳوڙھو، ڏھرو.

گھاگھائِڻَ : (سن. گَگھْ=کِلڻ)، خوشي ڪرڻ، کِلڻ.

گھاگھرِ : (پرا. گَگَّرِي. سن. گَرْگَرِي)، چَونرِي، ساڙھو، مَنگھَ جو قسم.

گھاڻو : (سن. گَھنَ. گَھنْ = جمع ڪرڻ)، چيچڙو، جنھن ۾ تيلي ٻج پيڙجي.

گُھتَ : (سن. گُپْتَ)، گھورَ، پاڻيءَ ۾ ٽٻي.

گُھتَ : (سن. گھَرْشَ = مَلڻ)، ھَپَسَ، آپَسَ، آڪَرسَ، ھوا بند.

گَھٽا : (سن. گَھٽا. گَھٽْ = گڏ ٿيڻ)، ڪڪر، بادل.

گَھٽڪا : (پرا. گَھڊَگَ. سن. گَھٽَڪَ)، لنڍو گھڙو، دلو.

گَھٽَڻَ : (گ. گَھٽَوَن. سن. گَھٽْ)، گھٽجڻ، ٿورو ٿيڻ.

گَھٽِڻَ : (سن. گَھورَ. گَھورْ = مارڻ)، سوڙھو ڪرڻ، تنگ ڪرڻ.

گِھٽِي : (سن. گَھٽْ)، ڳلي، رستو.

گَهِڃا : (سن. گَهنَ. هَنْ = مارڻ)، گهنبِ چيچ؛ خوشي، مجلس.

گَهر: (پرا. گَهر. سن. گَرَهہ. گْرَهَ = گڏ ڏيڻ)، مڪان، جاء.

گَهرْگَهر: (پرا. گَهگَهر. سن. گَهرْگَهر)، آواز، گهرڪو.

گَهڙَڻ : (پرا. گَهڊَڻ. سن. گَهٽَن. گَهٽْ = گهٽائڻ)، چلڻ، سڊول بنائڻ.

گهڙو: (پرا. گَهڊَ. سن. گَهٽَ. گَهٽْ = بنائڻ)، دِلو.

گَهڙِي : (پرا. گَهڊي. سن. گَهٽِي)، وقت ڏيکارڻ جو اوزار؛ چوويهہ منٽن جو وقت؛ ساعت؛ دِلِي، ننڍو دلو.

گهڙِيالَ : (پرا. گَهڊِآ. سن. گَهٽِڪا)، وقت ڏيکارڻ جي ڪَلَ.

گُهڪَهہ : (سن. گَهوڪَ. گَهہ = آواز ڪرڻ)، اُلو پکي.

گَهگِهرو: (هيم. گَهگَّهر. سن. گَهرْگَهر)، چڻدار؛ گهيربدار چولو.

گَهگْهلَڻَ : (هہ. گَهگِي)، ڪيري يا پاپيهي جو آواز.

تون چو نہ گهگهلين پاپيها، توکي ڏيئي ڏول سَريا.

گَهلَڻَ : (سن. دولَن. دَلْ = جُهولڻ)، هوا جو لڳڻ.

گَهماتِجَڻَ : (سن. گَهورْڻمانَ)، پريشان ٿيڻ، گهمري کائي ڪرڻ.

گھمائڻ: (پرا. گھلڻ. سن. گھورڻن)، آگر گھمائڻ، هلائڻ، ڏورڻ.

گھمسان: (سن. گھورشمشان. گھور= خوفناڪ. شمشان= مسان)، وگوڙ، خرابي.

گھمڻ: (پرا. گھمڻ. سن. گھورڻن. گھورڻ= هيڏي هوڏي گھمڻ)، ڦرڻ، چڪر هڻڻ.

گھمنڊ: (سن. گرو)، آيمان، وڏائي، شوخي، زور.

گھڻ: (پرا. گھڻ. سن. گھڻ. هڻ=مارڻ)، جھڙ.

گھنٽا گھر: (سن. گھنٽا = گھنڊ + گرھ = گھر)، برج (ٽل)، جنھن تي وڏو گھڙيال رکيل هجي.

گھنٽو: (سن. گھنٽا. هڻ = مارڻ)، گھنڊ، گھڙيال، هڪ ڪلاڪ.

گھنج: (سن. ڪنچ)، وڪڙ، هيچ.

گھنڊ: (سن. گھنٽا)، ڌاتوءَ جي ٺهيل شيءِ، جا وڃي.

گھنگھر: (پرا. گھنگھل. سن. جھڪٽ)، مونجھارو، ڪاڪل، گھٻراهٽ.

گھنگھرو: (گ. گھگھرو. سن. گھر گھرا)، ننڍڙيون ٽليون، چڙين جو هڪ قسم.

گھِنَڻ: (پرا. گِھڻ. سن. گْرَهَڻ. گْرَهَ = وٺڻ)، ڪِنڻ، خريد ڪرڻ.

گَھڻو: (سن. گَھن. هَنْ=مارڻ)، گهڻو، ورڪ، زيادہ.

گَھنو: (ع. غُنہ)، مٺو، نڪ مان آواز ڪيندڙ.

گَھٽو: (پرا. گَهڻ. سن. گْهڻ. گَهڻ=گهڻ، وٺو)، جيت جو قسم.

گھوٽو: (سن. گُهِٽ. ع. غوط)، ٽٻي.

گھوٽڻ: (سن. گَهٽ آورتَن)، رڳڙڻ.

گھورَ: (پرا. گھور. سن. گھور)، ڀيانڪ، خوفناڪ.

گھورَڻ: (سن. گھورْڻ)، جاچڻ، تلاش ڪرڻ، مٽان گهمائڻ يا ڦيرائڻ.

گھورَڻ: (سن. گَهورْتَنَ)، تڪڻ، گُهور ڪري نهارڻ، جُوهَ سان ڏسڻ.

گھوڙو: (پرا. گھوڊ گ. سن. گھوٽڪ)، هڪ گهرو جانور.

گھوسو: (سن. گَهرْشَڻ. گهرْش=ڏوڙڻ)، مڪ، هر مڪي،

گُھونگھٽ: (سن. اَوَ گُنٺن. گُنٺ=ڍَڪڻ)، نقاب، پردو.

گھيرو: (گ. گهيراو. سن. گْرَهڻ. گْرَهْ=وٺڻ)، گول جي ٻاهر ين حد، چئني طرفن کان ڦيرو.

# ل

لاڀ: (سن. لاڀ. لڀ = حاصل ڪرڻ)، پراپت، حاصلات، فائدو.

لاٺيرو: (سن. لگھ)، ٿورو ننڍو.

لاڄ: (سن. لجا. لسج = شرمائڻ)، لڄ، حيا، شرم.

لاڇو: (پرا. لڇ. سن. رڇ)، رسا، نوڙيون.

لاچار: (ف. ناچاره. نا = نه + چاره = رستو)، بي وس، محتاج.

لاڏ: (سن. لڏ = کيڏڻ)، پيار، انگل، آرو.

لاڏلو: (سن. لالن: لاڏنيم)، انگلي، پيارو.

لاڏو: (سن. لڏ = کيڏڻ)، سهرو، ڳيچ، گيت.

لار: (پرا. لالا. سن. لالا. ليي = پٺرو ڪرڻ)، ڳاڙ، ڏار، ڏارا، لاٽ.

لاڙي: (سن. لاٽ)، ڪپڙو، اڳڙي، پراڻو يا ڦاٽل ڪپڙو.

ڍولي ڍڪي آهيان، هيس اُکاڙي،

ڏيئي لِک لاڙي، ڪڪر ڪِيائم ڪاڪ جو. (شاھ)

لاک: (پرا. لڪا. سن. لاڪشا. لڪش = نشان ڪرڻ)، جو، هڪ قسم جو ڳاڙهو رنگ.

لاڪِڙو: (سن. لَڪْشَ+"ڙو" پڇاڙي. لَڪْشَ=نشان ڪرڻ)، ماتا جو قسم.

لاڪيڻو: (سن. لاڪْشا+وَرَنا=رنگ)، لَڪَن جهڙو، خوبصورت.

لاگَ: (ڪ. لاگو. هيم. لَڳو. سن. لَگْنَڪَ. لَگْ=ملڻ)، شاديءَ جو انعام، جو ڪمين (ڪم ڪندڙ) کي ملي، شاديءَ ۾ گهوٽ ڪنوار کي ڪجهه ڏيڻ.

لالَ: (سن. لالَڪَ. لَلْ=چاهڻ)، پيارو، پٽ.

لالائِڻ: (سن. لالَنَ. لَلْ=چاهڻ، پياڻ ڪرڻ)، ليلائڻ، آزيون نيزاريون ڪرڻ.

لالَچ: (پرا. لالَس. سن. لالَس. لَسْ=چاهڻ). هبچ، لوڀ.

لالو: (پرا. لالَيَ. سن. لالَڪَ. لَلْ=چاهڻ)، مهاشيه، بابو، صاحب.

لانَبڙ: (سن. لَنپَٽَ. رَمْ=کيڏڻ. جو پراين عورتن سان کيڏي)، بدچال، ويچاري.

لانَيَ: (سن. لَنبَ. لَنبْ=هيٺ لَٽڪائڻ)، قطار، لنبائي.

لانگَ: (سن. لانگولَ. لَگْ=ملڻ، لڳو رهڻ)، ڌوتيءَ جو اهو پاڳو، جو پويان ورائي، ڪمر سان ٻڌجي.

لانگوٽي: (سن. لِنگَ=اِندري+هه. اوٽي=پردو)، لنگوٽو، ڪڇو، چوتو.

لَبَڻُ: ڏسو "لٽڻ".

لَپاڙ: (سن. لپن. لپ = ڳالهائڻ)، بَڪواد، گپ شپ، ڊاڙ.

لِبِسَ: (ع. لباس)، پوشاڪ، ويس، هار سينگار.

لَڀَڻُ: (پرا. لڀ. سن. لڀ=حاصل ڪرڻ)، لهڻ.

لَتَ: (سن. لتا)، ٽڏو، پير.

لَٽَڪَڻُ: (سن. لٽن=جهولڻ)، اٽڪڻ.

لَٽَڻُ: (پرا. لٽڻ. سن. لٽن. لٽ=ڦرڻ)، برباد ڪرڻ.

لَٽو: (سن. لڪتڪ)، ڪپڙو.

لَٽَ: (پرا. لٽ. سن. يشٽ)، عطا، لڪڙي.

لَٽُوري: (سن. لڀسڪا)، گيهه يا تيل مان ٺهيل ليٽي، جا مرهم جو ڪم ڏئي.

لِپي: (سن. لپي. لپ=ليپڻ)، لکڻ، الف بي، آئيو ٺٺا.

لُپَٽَڻُ: (سن. لپت، لپ = لنبڻ)، ويڙهڻ، تهه ڪرڻ.

لَڄَ: ڏسو "لاڄ".

لَڇمي: (سن. لَڪشمي. لَڪش=ڏسڻ، نشان ڪرڻ)، لوڪ ماتا (هندن جي عقيدي موجب)، سهڻن لڇڻن واري، سندوري.

لَڇَڻُ: (پرا. لڇڻ. سن. لڪشن. لڪش = نشان ڪرڻ)،

لـڪڻ، ڳڻ، عادت، سڀاءُ. ڳڻ. دراصل "لـڪڻ" جي معنيٰ آهي "نشان". "ڇـٽيھ لـڪڻو" (ڇـٽيھ لڇڻن وارو) عام محاورو آهي، جو بہ انهن ڇٽيهن نشانن سان تعلق ٿو رکي. اهي اشان بدن تي ٿين ٿا، جي سڀاڳ جي نشاني سمجهيا وڃن ٿا. مثلاً: جيڪڏهن پير جي آڱوٺي ۽ آڱر جي وچ مان ليڪو نڪري، سڌو ٿي سڌو ڳڙيءَ طرف وڃي تہ سڀاڳ جو نشان سمجهيو ويندو آهي. اهڙي ليڪي کي "پدم" چئبو آهي. ڏسو "پدم".

**لـڏ:** (گ. ليڊَ پرا. لِڏي. سن. لَڊِءَ)، ڪڏهہ يا گهوڙي جو گند.

**لَـڏَڻ:** (سن. لَـنـڏن. لَـڊِ=لَڏڻ)، جهولڻ، پينگهہ لڏڻ.

پُڏڻ ويو وسري، لڏڻ آيو ياد. (پهاڪو)

**لَـڏو ن:** (پرا. لَڊءُ. سن. لَڊَڪ. لَـڊِ=چاهڻ، خوشي ڪرڻ)، مٺائيءَ جو قسم.

**لَـرَ:** (سن. لَـلَ)، ٽڪرو، ٽـڪو.

**لَـرجهڻ:** (سن. لَـلن. لَلْ=لڏڻ)، جهلڻ، جهولڻ، مرڪڻ.

لُرجهائي لبَ لالن سين، چهہ چمڪائي چاسينگ.
(لونگ)

**لَـڙ:** (سن. لوڊن = جوش ۾ اچڻ)، گوڙ، هَلَ، پاڻيءَ جي تيزي.

لَڙُڪ: هہ. لورَ. سن. لولَ)، اکين جو ڳوڙهو.

لَڙَڻ: (سن. لَڊْ=ڇپ هلائڻ)، وڙهڻ، مقابلو ڪرڻ.

لَڙَهہ: (سن. يشْٽِ)، موتين جي مالها، هار، قطار، مدد، آسرو.

لَس: (سن. لَسْ=چمڪڻ)، لسو، هِڪ ڪرو، ڪَڪرن جي هڪجهڙي ڪارڻ.

لَغَدو: (ف. لَڪد)، لَت، ٺوڪَر، ضرب، ٺونشو.

لَغور: (بلو <ف. لاغر)، ڪمزور. هيٺو. "ڏڪار" جو لفظ.

لَڪ: (سن. لَنگهہ = پار پوڻ)، جبل جو رستو.

لَڪ: (هہ، لَنڪ)، ڪمر، چيلهہ، ڪَٽِي.

لڪ ڪيشر، لوڏ ڪَنجل، ماري مورَملنگ. (جلال)

لِڪَڻ: (سن. لَڪ)، ڇپڻ، آڙ ۾ ٿيڻ.

لَڪڙو: (پرا. لَڪّڊ. سن. لَڪْٽَ)، ڪاٺ جي چَڙَهہ، لڙهہ.

لَک: (سن. لَکْش. لَکْش = نشان ڪرڻ)، سَو هزار.

لِک: (سن. لِکْشا)، ذرو ٿورو، حصو.

لَک: (پرا. آکّا. سن. آلْکا)، لَک، ڪوسي هوا.

لَکَڻ: ڏسو "لڇڻ".

لَکَڻَ: (سن. لَڪْشَ)، محسوس ڪرڻ.

آئِي پَهَر آنْدَرَ ۾، لَکَڻِ لَک آلَکَ. (سچل)

لِکَڻَ: (سن. لِکَنَ. لِکْ=لکڻ)، تحرير ڪرڻ، قلم هلائڻ.

لَڳَڻَ: (سن. لَڳَنَ. لَڳ=ملڻ)، چهڻ، وَهَرَ يا لَڳ جهلڻ.

لَڱُڙو: (ف. لَنگ)، منڊو.

لِڱَ: (سن. لِنگَ)، عضوا.

لِلاٽَ: (سن. لَلاٽَ)، نرڙ، پيشاني، ڀاڳ.

لَلڪارَ: (سن. لَلْ = کيڏڻ + ڪْرَ = ڪرڻ)، پڪار، دڙڪي، آواز.

لِنبَڻَ: (سن. لِنپَنَ. لِپْ = بند ڪرڻ)، لنباوت ڪرڻ، بند ڪرڻ.

لَنبو: (پرا. لَنبَ. سن. لَنبَ. لَنبَ= هيٺ لٽڪائڻ)، ڏِگهو.

لَنڊو: (پرا. لَنڊَ. سن. لَنبَڊَ)، سِڪِل، لوسِيَل، ڇِڇي.

لَنڊو: (سن. رَنڊ. رَٽ: رَٽْ=مارڻ)، ڀچ ڪانسواءِ، ڪميڻو.

لَنگَرَ: (ف. لنگر)، ڪِلو، جنهن سان ٻيڙي يا جهاز ٻڌجي.

لَنگورَ: (پرا. لَنگولَ. سن. لانگولِنْ. لَگ=مان، لڳو رهڻ. ڏِگهي پُڇ وارو)، باندر جي ذات جو جانور.

لَنگھڻَ: (پرا. لنگھڻَ. سن. لنگھنَ. لنگھ = ٽپ ڏيڻ، ٽپ ڏيڻ)، ٽپ ڏيڻ، ٽپ.

لَنگھو: (سن. لَنگن)، مگٽهار.

لَنوڻ: (پرا. لَو. سن لپنَ. لَپ = ڳالهائڻ)، ٻولڻ، آواز ڪرڻ.

لَڻ: (پرا. لوڻ. سن. لوڻ. لَو = وڍڻ)، وارَ.

لَئَن: (سن. ليء. لِي = ملڻ)، پيار، الفت.

لَئَڻ: (سن. لَوَنَ. لوَ = ڪاٽڻ)، ڪپڻ، ڪاٽڻ، لاٻارو ڪرڻ.

لوبُ: (پرا. لوڀ. سن. لوڀَ. لُڀ = خواهش ڪرڻ)، لالچ، هٻيچ.

لوڙو: (سن. لُٺ = ڦرڻ)، گڏون، وڏي لوڙي.

لوڻڻ: (سن. لوڻنَ) ڦرڻ، گسڻ، لٽڻ.

لوچڻ: (سن. لوچنَ. لوچ = ڏسڻ)، نهارڻ، ڳولڻ.

لوڌي: (پرا. لڌ. سن. لبڌَ. لَڀ = لوڀ ڪرڻ)، لوڌ وارو، شڪاري.

لورو: (پرا. لولا. سن. لوليہ)، ڪمينو، هڪ ذات.

لوري: (سن. لولا. لَل = لَڏڻ)، تير، ٻاڻ، ڪاڏو، چِڪ.
لوري جت لڳوم، آت آيوئي آهيان. (شاه)

لوڙ: (سن. لول)، تمنا، گهرج، ضرورت.

لوڙهه : (سن. لوشٽ)، ٻاجھيءَ جو قسم، ڪيرولي لوڙهه.

لوڪ : (پرا. لوگ. سن. لوڪ. لوڪ = ڏسڻ)، جهان، سنسار، ماڻهو. هندن جي عقيدي موجب ”ٽي“ لوڪ آهن: ۱- سُوَرَگَ لوڪ يعني ديولوڪ: ديوتائن جي رهڻ جي جاءِ. ۲- مرتيہ لوڪ يعني پرٿوي: هي جهان، جتي ماڻهو رهن ٿا. ۳- پاتال لوڪ: هيٺاهون ملڪ. جملي ”چوڏهن لوڪ“ آهن، جن مان سَتَ، ڌرتيءَ جي (هڪ پٺي) مٿان ۽ ست ڌرتيءَ جي (هڪ پٺي) هيٺان. ڌرتيءَ کان مٿان سَتَ لوڪ: ۱- ڀُورُ لوڪ ۲- ڀُو لوڪ ۳- سُوَرُ لوڪ ۴- مَهَرُ لوڪ ۵- جَنَ لوڪ ٦- تَپَ لوڪ ۷- ستيہ لوڪ. ڌرتيءَ کان (هڪ پٺي) هيٺان ست لوڪ: ۱- آتَلَ ۲- وِتَلَ ۳- سُتَلَ ۴- رَساتَلَ ۵- تَلاتَلَ ٦- مَهاتَلَ ۷- پاتالَ. انهن چوڏهن لوڪن کي ”چوڏهن طبق“ پڻ چوندا آهن:

سَهسين پڙهي سبق، حافظ ڄاڻن پاڻ کي،
سمجهن ڪين سلوڪ جو، اشارو احمق،
ورلو ڪو واقف ٿيو، ويڙهي سڀ ورق،
ڏٺا جنهن طبق، چوڏهن پنهنجي چِت ۾. (سامي)

لولو: (سن. لُونَ=وَڍيل)، ٽنڊو، لڱڙو، پنگلو.

لوليي: (سن. لول. لَلْ=کيڏڻ)، پيار جو گيت، اوراڻو.

لومڙي: (سن. لومَش. لوم=وار. جنهن جي بت تي گهڻا وار هجن)، گدڙ جي ذات جو هڪ جانور.

لون: (سن. لوم=وار)، وار، تند، تار.

لونگ: (پرا. لَوَنگ. سن. لونگ)، گرم مصالح جو قسم، نڪ جو زيور.

لوڻ: (پرا. لوڻ. سن. لوڻ)، لُڻ.

لوئي: (سن. لوميه. لوم=وار. وارن واري يا وارن جي ٺهيل)، اوني ڪپڙي جو قسم.

لوهه: (پرا. لوهه. سن. لوهه. لو=ڪاٽڻ)، ڌاتوءَ جو قسم.

لوهار: (پرا. لوهار. سن. لوهڪار. لوهه+ڪار=ڪندڙ)، لهر، لوهر، هڪ ذات.

لوهو: (پرا. لوهئه. سن. لوهت)، رت، خون.

لوءِ: (پرا. لوءِ. سن. لوڪ)، جهان.

لئي: (سن. ليه=گم)، پرلئه، ناس، گم.

لهر: (پرا. لهر. سن. لهر)، چولي، ترنگ.

لهرو: (سن. لهر=موج)، مرليءَ يا بين جو لهجو.

لـهڻ : (پرا. لهڻ. سن اپن. لپ=حاصل ڪرڻ)، ڳولڻ.

ليٽڻ : (سن. لنٺن. لٺ=گهمڻ، ٺهڻ)، ليٽڙڻ.

ليٽڻ : (سن. لنٺن. لٺ=گهمڻ)، سنهور، ڪاٺ جو بنڊ، جو ڪيڙيل يا هر ڪاهيل زمين کي سنئون ڪري، ترڪڻ.

ليپڻ : (پرا. لنپڻ. سن. ليپن. لپ=چنبڙڻ)، پوچي ڏيڻ.

ليڙ : (سن. لڪتڪ)، ريڙ، ڦاٽل ڪپڙو، اڳڙي.

لِڪ : (سن. ريکا : ليکا لِک=لکڻ)، ليڪو، سٽ.

ليک : (سن. ليک. لِک=لکڻ)، مضمون.

ليکڻ : (سن. ليکني. لِک=لکڻ)، قلم.

ليکو : (پرا. ليک. سن. ليکيا)، حساب ڪتاب.

لِينگهو : (سن. ريکا. لِک=لکڻ)، ليڪو، چٽو، داغ.

ليٺي : (سن. ليهي : ليهيه. لِهه=چٽڻ. چٽڻ جهڙي)، ڪڻڪ جي اٽي کي پچائي، ڪونر جهڙو ڪرڻ.

لِهه : (پرا. لِهه. سن. لِپ=چنبڙڻ)، مڇيءَ جي لڪلڪدار رس، گندي بانس.

# م

ماتا: (ڏ ن. مايا. سن. ماتر. مانْ=ڀوڄڻ: مَنْ=عزت ڏيڻ)، ماءُ، مائي، سيتلا.

ماتر: (سن. ماتر. ما=ماپڻ)، ذرو، ٿورو.

ماترا: (سن. ماترا. ما=ماپڻ)، پرماڻ، ماپ، ايترو وقت جيترو (علم عروض ۾) حرف علت اچارڻ ۾ لڳي.

ماتنگ: (سن. ماتنگ. مَدْ=مست ٿيڻ)، هاٿي.

ماٽي: (پرا. مٽي. سن. مرتڪا)، مٽ، چاڏي، وڏو دلو.

مانو: (سن. منٿر=آهستي)، جهڪو.

رنگ رَڻَن جو رُوپ سان، ڪيو مانو منڊ ملي. (ڪنيار)

ماڻ: (سن. ماڻ. ما=ماڻ)، ڪڇڻ، سمائڻ.

ماجڻ: (پرا. مجڻ. سن. مارجن. مرج=صاف ڪرڻ)، مانجڻ، صاف ڪرڻ.

مارگ: (سن. مارگ)، رستو. ڏسو "ماڳ".

مازران: (ع. ماجرا)، حالت، واقعو.

ماڙهو: (پرا. ماڻس. سن. مانشيہ)، ماڻهو.

ماڙي: (سن. منڊ=سينگارڻ)، جاءِ، بنگلو.

ماڙيچي: (سن. مَرُويشِي. مُرَ=ڙَر+ويشِي=رهندڙ)، ڙريلي، ڙَرَ جو.

ماس: (پرا. مَنسَ. سن. مانسَ)، گوشت.

ماس: (پرا. ماسَ سن. ماسَ)، چنڊ، مهينو.

ماسو: (پرا. ماس. سن. ماشَ. مَشُ = انداز ڪرڻ)، آٺن رتين جي تور.

ماسي: (ڏن. مائسيا. سن. ماتڙشوَسا. ماتڙ + شوَسا = ڀيڻ)، ماءُ جي ڀيڻ.

ماڪ: (سن. مِهڪا. مِهُ=ڇڻڪارڻ)، مات، ٽيڙ.

ماڪوڙو: (سن. مَهاڪيِٽَ. مَها=وڏو + ڪِيٽَ=ڪيڙو)، وڏي ماڪوڙي.

ماکي: (پرا. مَکّ. سن. ماکَشِکَ. مَکشِکا = مک. مکين جي ميڙيل، مکين جي گڏ ڪيل رس، مَڌُ، شهد.

ماڳ: (پرا. مُگّ. سن. مارگَ. مرجَ = صاف ڪرڻ: مُرگُ=ڳولڻ)، جاءِ، مڪان، رستو.

ماڳهين: (سن. مارگَ=رستو)، مُور، اصلي.

مالا: (پرا. مالا. سن. مالا. ما = سونهن + لا = وٺڻ)، مالها، گلن جو هار يا ڪنڊي، تسبيح.

مالڪوسَ: (سن. مالَڪوشَ)، هڪ راڳ جو قسم.

مالَهہ: (سن. مالا)، ڪوهہ جي ڊينگي تي (لوڻين سان ڀڏل) ٻولڊڙ رسو.

مالِهي: (سن. مالڪَ. مالا = گلن جو هار. گل گڏڪندڙ)، باغبان.

ماليخوليا: (يو. مالنخوليا. مالن = ڪارو + خوليا= ڦرڙي)، مرض جو قسم، جنهن ۾ دماغ ۾ اجايو سودائي خيال پيدا ٿيندو آهي.

مامَ: (سن. مَرمَ. مَرُ=مرڻ)، لڪل بات، راز، اشارو، مطلب، حيا، شرم.

مامِرو: (ع. مُعامَله)، ڪاروبار.

مامو: (پرا. ماتُلَ. سن. ماتُلَ)، ماءُ جو ڀاءُ.

ماموري: (سن. مَهاماري = مَهتي ماري. ماري = موت)، بيماريءَ جو قسم.

مان: (پرا. ماڻَ. سن. مانَ. مَنُ=سمجهڻ. ڀاڻ کي ڪجهہ سمجهڻ)، هٺ، اهنڪار.

مانَ: (سن. مانَ. ما=ماپڻ)، عزت، آدر.

مانجڻ: (سن. مارجن. مرجَ=صفا ڪرڻ)، ماجڻ، صفا ڪرڻ.

مانجهو: (سن. مرجَ=ملڻ)، ڪٽيل شيشو، جو لغڙ يا پتنگ جي ڏور يا ڌاڳي کي لائجي.

مانجهي: (هہ. مانجهي. سن. ماڌيہ. مڌيہ=وچ)، ناخدا، ناکئو، ٻهادر، آڏي مانجهي، اڙ رات.

ماندو: (ف. مانده)، ٿڪل، اداس.

مانڊاڻي: (پرا. منٿي. سن. منٿي. منٿ=ولوڙڻ)، ڪاٺ جي ٿهيل شيء، جنهن سان ڏڌ ولوڙجي.

مانڊاڻو: (پرا. منڊڻ. سن. منڊن)، سينگار، سجاوٽ.

مانڊي: (سن. منتري. منتر=منڊ)، منڊ هڻندڙ، جادوگر.

مانڪ: (گ. مانڪ. م. ماڳ. پرا. مڪ. سن. مارڳ)، سينڌ.

ٻني مانڪ ٻناو سان، مڪ سر محبوبن. (وسو)

مانگر: (پرا. مڪر. سن. مڪر)، مانگر مڇ.

مانگهہ: (سن. ماگهہ)، هندن جي هڪ مهيني جو نالو.

ماهن: (ف. ماش. سن. ماش)، اڙ يا دال جو قسم.

ماڻ: (پرا. ماڻ. سن. مان. ما=ماپڻ) ماپو، تورو.

ماڻڪ: (گ. ماڻڪ. سن. ماڻڪيہ)، رتن.

ماڻو: (سن. مان، ما = سمجهڻ. پاڻ ڪجهہ سمجهڻ)، انڪل.

ماڻهو: (پرا. ماڻس. سن. منشيہ)، آدمي.

ماهہ : (ف. ماهہ. سن ماس)، چنڊ، مهينو.

ماهہ : (سن. مانس)، گوشت.

ماءُ : (سن. ماتر) اما.

ماڙي : (هيم. ماڊڙو. ڏن. مانيا سن. ماترڪا. ماتر+"ڪا" اسم تصغير جي نشاني)، ماءُ، ماءُ جهڙي مهربان.

مائٽ : (سن. متر. مڌ = پيار ڪرڻ : م= ماڻهو. مائٽ اهو، جو ماڻهو پڏائي ته فلاڻي ڳالهہ مان فائدو آهي يا نقصان)، سڱ، عزيز.

مائي : (سن. ماتر)، ماءُ، ڪاڻهہ عورت.

مايا : (پرا. مايا. سن. مايا. ما = نہ + يا = جا، جيڪا. جا، دراصل نہ هجي، پر سمجهي تہ آهي)، دولت، ڏن، دنيا.

مَت : (سن. مت. منُ=ڄاڻڻ)، عقل، سمجهہ.

متارو : (سن. مت. مڌ = مستي ڪرڻ + "وارو" پڇاڙي)، متل، رتوبت وارو، خوش.

مَتان : (هہ. مت. سن. ما = نہ)، مبادا، سچو.

مترڪو : (ع. مطرقعه)، هٿوڙو.

متوالو : (سن. متّ + "والا" پڇاڙي)، نشي ۾ چور ٿيل، مست، چريو.

مِتِي: (سن. مِتَ. ما = ماپڻ)، ڌِتِ، تاريخ.

مَتِيرو: (هه. مَتِيرا. سن. ميٿُ)، چيڙ.

مَٿو: (سن. مَستَڪ. مَسُ = ماپڻ)، سر، مٿيري.

مِٿيا: (سن. مِٿيا. مِٿُ = مارڻ)، خراب، ڪُوڙو.

مُٽ: (پرا. مُتَ. سن. مُوترَ)، ريلو، پيشاب.

مَٽَرَ: (سن. مَٽَرَ)، اناج يا دال جو قسم.

مَٽَڪَ: (سن. مَڪُٽَ. مَڪَ = سينگارڻ. سرجو سينگار)، تاج، موڙ.

مِٽِي: (سن. مُرتِڪا. مُرِدُ = پيهڻ، خاڪ ڪرڻ)، ڌوڙ.

مُٺ: (ف. مُشت. پرا. مُٺَ. سن. مُشٽِ)، سنڌو، پيڪو ڙيل هٿ.

مَٺو: (سن. مَنٿرَ)، خراب.

مِٺو: (هير. مِٺَ. سن. مِشٽَ)، شيرين، کنڊ يا ماکي جي سواد جهڙو. ضد "ڪَڙو" يا "ڪوڙو".

مَڃَ: (سن. مَنَنَ. مَنُ = قبول ڪرڻ)، ڪَنواريتا.

مَڃَ: (پرا. مَنجَ. سن. مَنجَ)، پوڙن جون سَڪل ڪلون، جن مان واڻ ۽ رسا ٺهن.

مَڃِٺَ: (پرا. مَنجِٺا. سن. مَنجِشٺا)، وڻ جي پيدايش، ڳاڙهو رنگ.

مَڃَڻ موافق سپُرين، سانگيي سَلَمَ جا. (ڪروهڙي)

مَڃَرُ: (سن. مِنجر)، ڪُنڍيءَ جو پُور، سگريون.

مَڃَڻُ: (سن. مَنَن. مَنُ=سمجهڻ)، قبول ڪرڻ.

مِڇڪائڻ: (سن. مِش. مِشُ=اک هڻڻ)، اکيون ڇنڀڻ.

مَڇلو: (سن. مَتسر. مَدُ=خوش ٿيڻ)، چلولو، ڇينڇَل.

مَڇڻُ: (سن. مَچُ=مٺي ٿيڻ، شرير ٿيڻ)، رڇڻ، تيار ٿيڻ، مستيءَ ۾ اچڻ.

مَڇ: (پرا. مَڇُ. سن. مَتسيہ)، مڇ مانگر.

مَڇرُ: (سن. مَشڪ. مَشُ=آواز ڪرڻ)، مڇر.

مَڇِي: (سن. مَتسي)، مڇلي، مين.

مَڇڻُ: (سن. مَسُ)، ڪهڻ، وڍڻ.

مَدُگَرُ: (پرا. مگر، سن. مَدُگر)، ٻچريءَ جو قسم.

مَدهوش: (ع. مدهوش. دَهش=پريشاني يا ڊپ)، مُوڙهل، مخمور، بي هوش، مورڇا.

مَڌ: (سن. مَڌ. مَنُ=سمجهڻ)، شراب، ماکي.

مَڌيانَ: (سن. مَڌياهَن. مَڌِيہ=وچ+آهَن=ڏينهن)، منجهند.

مَڌُرُ: (سن. مَڌُر) پيارو، سٺو.

مَڏو: (پرا. مَڏ. سن. موڍ: مُگڌ)، بيوقوف، مورک، منجهيل.

مَرَ: (پرا. مَلَ. سن. مَل)، بدن جي ڪَر يا مَيِ.

مَرجاتَ: (پرا. مَجّايا. سن. مَريادا = حد)، عزت، مانُ.

مِرچَ: (سن. مرچ)، مصالح جو قسم.

مَرچوس: (سن. مَل = مَيِ + چوشن = چوشڻ)، ڪنجوس.

مَرجهڻ: (سن. مورڇن. مرڇ = بيهوش ٿيڻ)، ڪومائجڻ، جهڪو ٿيڻ.

مِرڏنگ: (پرا. مينگ. سن. مرڌنگ. مرڌ = ڪٽڻ)، ساز جو قسم.

مِرگهه: (سن. مرگ. مرگ = تلاش ڪرڻ)، هرڻ.

مرگهي: (سن. مرگي)، بيماريءَ جو قسم.

مَرلي: (سن. مَرلي)، وڄائڻ جو ساز.

مَرمَر: (يو. مَرمر) سنگ مرمر.

پَڳ پاربهر پدمنيون، ڏَل دامنيون دوراس،
آڳ آليهر اوپسر، مَڪ مَرمَر موچاراس.
(صدرالدين)

مَرَڻُ : (پرا. مرڻ. سن. مرڻ. مر=فوت ٿيڻ)، فوت ٿيڻ. ضد "جيئڻ".

مروَڙڻ : (سن. موڙن)، مروڙڻ، پيڪوڙڻ.

مِرون : (سن. مرگ)، جهنگلي جانور، سوئر.

مَرهڻ : (سن. مردن. مرد=معاف ڪرڻ)، بخشڻ.

مرينو : (اس. ميرنو)، هڪ اسم جو ملائم اوني ڪپڙو.

مرياد : ڏسو "مرجات".

مڙد : (ف. مرد)، نر، مذڪر، مڙس.

مڙدو : (ف. مرده)، مئل، لاش.

مڙس : (سن. پرش)، ماڻهو، انسان.

مِڙڻ : (سن. ملن. مل=گڏ ٿيڻ)، گڏ ٿيڻ.

مڙهڻ : (سن. مردن: منڍن)، ڏڪڙ يا دهل تي چمڙو چاڙهڻ، ڪنڍڻ، اٿڻ، چڪ ڪرڻ، جهڻ.

مڙهيا گهڻو مشڪ سين، چوٽا ماڻ چندن. (شاه)

مَزورُ : (ف. مزدور <مزدور. مزد=مزوري+ور=وارو)، ڪميي، پور هيت.

مَسِ : (پرا. مس. سن. مس)، سياهي، شاهي.

مَسانُ : (ڏن. مسان. پرا. مسان. سن. شمشان. شمن=مڙدو +شي=سمهڻ)، مڙدن ساڙڻ جي جاء.

مِستِري : (انگ. ماستر Master)، ڪاريگر، اوستو.

مَسَڻ : (سن. مَڻ=ڏکوئجڻ)، تڪليف سهڻ، ڏکوئجڻ.

مِسي : (ف. مِس=ٽامو)، ڏندن لڳائڻ جو چورڻ.

مَشَڪ : (ف. مشڪ. سن. مَشَڪ)، ڪَلي، اوئي، ڪوندي.

مَقناطيس : (ع. < يو. مَڪناتِيس)، لوهه ڇڪيندڙ پهڻ.

مَڪ : (سن. مَشٽڪا)، پيڪوڙيل هٿ، ٻوٽيل هٿ.

مَڪتي: (پرا. مُتّ. سن. مُڪت. مُڇ=ڇڏڻ)، رِهائي، نجات، ڇوٽڪارو.

مَڪٽ : (سن. مُڪُٽ. مَڪ=سونهن ڏيڻ . جو مٿي کي سونهن ڏئي)، تاج، موڙ، ڪلنگي.

مَڪَر: (پرا. مَيَر. سن. مَڪر)، مڇي، ڏهين راس.

مَڪر: (ع. مَڪر)، ڇَندَ، مِڪر، ٺڳي، ڍونگ.

مَڪَرَڻ : (ع. مُنڪر. سن. ما=نه+ڪَر=ڪرڻ)، آڪڙڻ، انڪار، ڳالهه ڪري ورِي ڦرڻ.

مَڪَڙِي : (سن. مَڪِني)، پيڙي، جَل ترڻي.

مَڪنو: (سن. مَتڪڻ)، اهو نَر هاٿي، جنهن کي ڏند نه هجن، ننڍو جوان هاٿي.

مَڪِ : (پرا. مَڪِٺا. سن. مَڪشڪا. مَڪش = ڪروڌ ڪرڻ)، مَک، ماکيءَ جي مَک.

مِڪَ : (سن. مجَن)، گورو، گودو، نريءَ جو نرم مال.

مَڪَ : (پرا. مَهِ. سن. مُکَ)، وات، مُنهن.

مڪر : (ع. مَڪَر)، ڍولُک، چانهر، چَهَلَ، چَنڊ.

مَڪڙي : (پرا. مَڪَڙَ. سن. مُڪَرَ)، ڪلي، بند ٽيل گل.

مَڪَڻ : (پرا. مَڪَڻ. سن. مَنَڃَ. مَنٿ=ولوڙڻ)، ڦٽيي، ولوڙيل کير، ڇايل کير مان نڪتل سٿپ.

مَکَڻ : (سن. مُرَڪشڻ. مُرَڪش =ملڻ)، لائڻ، لڳائڻ.

مَکيي : (پرا. مَکَ. سن. مَکيه. مَکَ = منهن)، پرڌانءُ پريو مڙس.

مَکيار : (ع. مَختيار)، اختيار وارو.

مَکيچوس : (سن. مَڪشڪا = مَک + چوشَن=چوس. مکيون چوسيندڙ)، ڪنجوس، بخيل.

مَگدَر : (سن. مَدگَر)، ڏسو "مدگر".

مَگرو : (پرا. مَگرَ. سن. مَدگَر)، گل جو قسم.

مَگهُن : (سن. مَگن. مَسڄ=ٻڏل)، نِهالُ، خوش، نشي ۾ چُور.

مَڱ: (سن. مارگڻ=گهرڻ)، ڌاري پناري تيل (عورت)، زال، وني. ڏسو "منگڻ".

مڱ: (پرا. مڱ. سن. مُدگ)، اناج جو قسم.

مڱري: (پرا. مڱر. سن. مُدگر)، مهري، مهلي، ڏنڊي.

مڱتو: (سن. مارگڻ. مرج=گهرڻ)، منگتو، بيکاري.

مڱڻهار: (سن. مارگڻ = منگڻ، گهرڻ + "هار" پڇاڙي)، منگتو، هڪ ذات.

مل: (پرا. مل. سن. مل. مل=پڪڙڻ)، ملهه، بهادر. ڏسو "ملهه".

ملار: (سن. ملار)، هڪ راڳڻي جو نالو، ميگهه ملهار.

ملاکڙو: (ملهه+آکاڙو. سن. مل+آکشوات. ڪشتي لڙڻ جو هنڌ)، ميلو.

ملاءِ: (پرا. مولاءِ. سن. مولات)، وڻن، ڪان.

جيڪي تن ملاءِ، سسئيءَ سور پرايا. (شاهه)

ملائي: (سن. منڊ)، کيرٽيءَ کير جي تر، کير جو کنڊ چمڙو.

ملم: (ع. مرهم)، دوا، جا زخم تي رکجي.

ململ: (ف. ململ. سن. ململڪ)، هڪ قسم جو سنهين ڪپڙو.

ملڻ: (پرا. ملڻ. سن. مَلن: مردن)، گهڻ، صاف ڪرڻ، مانجڻ، ماڃڻ.

مِلَڻ : (سن. مِلَنَ. مِلْ=گڏ ٿيڻ)، مڙڻ، حاصل ٿيڻ.

مَلُوَر: (ع. مَلُول)، غمگين، مايوس، اداس.

مَلھ : (سن. مَلّ. هڪ پراچين ذات، جنهن جا ماڻهو جنگ اڙڻ کان مشهور هئا. انهي ڪري ڪشتيباز جوڌي جوان کي "مل" يا "ملھ" نالو پئجي ويو)، مل، پهلوان، بانڪو، بهادر.

مَلَھ : (سن. مُلْ. سن. مولْيہ. مُولَ=بنياد)، اگھ، قيمت.

مَلِيڇ : (پرا. مِڇّ. سن. مْليڇّ. مَليڇّ=برو وچن ٻولڻ، جهنگلي نموني ڳالهائڻ)، پاپي، گنهگار، جهنگلي.

مَلِيڻ : (سن. مَلِنَ)، گندو، ميرو.

مَمتا: (سن. ممتا. مَم=منهنجو)، پيار، موھ، وڏائي.

مَن : (پرا. مَڻ. سن. مَنَ. مَنْ=سمجهڻ)، دل.

منائڻ : (سن. منن. مَن=سمجهڻ)، مڃائڻ.

منتر: (سن. مَنْتْرَ. مَتْر=ايڪانت ۾ چوڻ، صلاح ڏيڻ)، منڊ، منتر ينتر، جادو، ٽوڻو ٽيڻو؛ "ويد" جو هڪ حصو، جنهن ۾ ديوتائن جي ساراھ آهي.

مَنْتري : (سن. منتْري. مَتِر=صلاح ڏيڻ)، صلاحڪار، وزير.

منجڻ : (سن. مُچّ=آزاد ڪرڻ)، موڪلڻ، ڀڃڻ، ڀڃڻ.

منجو : (سن. مَنْچ)، کٽ، پلنگ.

مَنجِهہ : (پرا. مَنجهہ. سن. مَڌيہ. مَنْ = سمجھڻ. ٢- ما= سونھن ڏيڻ+ڌا=رکڻ)، اندر، وچ.

مَنجھلو: (سن. مَڌيہ = وچ)، بدن جي وچ ۾ پڌڻ وارو ڪپڙو)، گوڏ، ڀوتڙو.

مَنجهڻ : (پرا. مَجهہ. سن. مَهہ=بيهوش ٿيڻ)، وائڙو ٿيڻ.

مَندرِ : (پرا. مَندر. سن. مَندرَ. مَدَ=ساراھڻ)، ٺڪاڻو، ڏيورو.

مَنڌ : (سن. مَڌيہ)، شراب.

مَنڌَ : (سن. مُگڌا. مَهہ=بي سڌ ٿيڻ)، جوان ۽ سهڻي عورت.

مَنڊَل : (سن. منڊلَ. منڊ=سينگارڻ)، چنڊ يا سج جي چوڌاري روشنيءَ جو گهيرو، ڪچهري.

مَنڊَلي : (پرا. مَنڊَلي. سن. مَنڊَلي. منڊ=سينگارڻ)، جماعت، سماج، سڀا.

مَنڊَڻ : (پرا. مَنڊَڻ. سن. منڊَن. مَنڊ=ڪوڙڻ)، ڪوڙڻ.

مَنڊَڻ : (سن. مَڌرَڻ)، لڪائڻ، ڇپائڻ، ڍڪڻ.

مَنڊِي : (سن. مَنڊَپ. مَنڊ=سينگارڻ)، بازار، جتي اناج وغيره وڪامي.

مَنڊي : (پرا. مَنڊا. سن مَنڊرا)، ڇلي جو قسم، آڱوٺي.

مَنڍي : (ڏ ن. مونڍ. پرا. مُنڍ. سن. مُنڊ)، سري.

مَنگَل : (پرا. مَنگل. سن. منگَل=سدورو)، نيون گرهه اڳارو.

مَنگَل : (ع. منقل. سن. مَنڪل)، سگري، ڪل.

مَنگڻ : (پرا. مگڻ. سن. مارگڻ)، گهرڻ.

مَنگهٽ : (سن. مَڪٽ)، تاج، موڙ، مُنڪ.

مَنگهڻ : (سن. مٺڪڻ)، جيت جو قسم.

مَنڻ : (سن. مانن. مَنْ=جاچڻ)، مڃڻ.

مَنڻ : (پرا. مَنڍڻ. سن. مَنڊن)، ڪوڙڻ. ڏسو "منڍڻ".

مَنڻ : (سن. مَرْدْ=هٿڻ)، ڪنپ ڪان اڳ ڪپڙن کي سٽڻ.

منوهر : (سن. منوهر. مَنْ=منس=مَنْ+هرْ=ڪٺڻ. من کي وڻندڙ)، سندر، سهڻو.

مَنهن : (پرا. منڊو. سن. منڊپ. مَنڊ=سينگارڻ)، ڇاپرو، ڇنو، جهوپڙي.

مُنهن : (پرا. مُهه. سن. مُک)، چهرو، شڪل.

مَنهن : (پرا. مِس. سن. مِش)، بهالو، عذر.

مَني : (پرا. مڻ. سن. مُن. مَنْ = چاڻڻ)، تپشي، گياني، بزرگ.

مَنيائي : (سن. منڊ=مڏو + "اي" پچاڙي)، مڏو، مڏي.

مَڻِ: (پرا. مڻِ. سن. مُڻِ. مڻ = آواز ڪرڻ)، موتي، رتن، قيمتي پٿر، ڏيا، ڪلا، جوت، روشني.

مَنَ: (ع. مَن)، چاليهه سيرن جي تور جو وَٽُ.

مَڻڪو: (سن. مڻيڪا)، گردن جو ٻويون هڏو.

مَڻيو: (سن. مڻِ. مڻ = آواز ڪرڻ)، قيمتي پٿر.

موتي: (پرا. مُتا. سن. مُڪتا)، رتن جو قسم، جو سا.وانڊي سپ ۾ سڄي ٿو.

موٺو: (سن. مُشٽ)، ڏلهو.

موٺ: (سن. مَڪشٺ)، اناج جو قسم، گاهه جو قسم.

موچارو: (سن. مک چارو. چارو = مِٺو)، مِٺو.

مودي: (سن. مودڪ = لڏون)، دڪاندار، کنڊ و کٽائيندڙ.

مورَ: (سن. مَڪل)، گونچ، ٻور.

مورُ: (پرا. مور. سن. ميور. مي = مارڻ)، پکيءَ جو قسم.

مَورَ: (سن. مُول)، پاڙ، اصل، موڙي، تَتَ.

مورت: (پرا. مُتّ. سن. مورتّ) شڪل، رُوپ.

مَورچا: (پرا. مُڇا. سن. مورڇا)، غشي، بي هوشي.

مورڇَل: (سن. ميور + شر = چَڙ، ڍڳهي چڙي)، مور جي کنين جو چونر يا پکو، جو ديوتائن يا بادشاهن مٿان گهلا يو (گهمايو) ويندو آهي.

مورِکَ: (سن. مُورکَ. مرچ=حوصلا وڃائڻ)، احمق، بيوقوف.

مُورِي: (پرا. مُوليه. سن. مُولڪَ)، مُولِي، ڀاڄيءَ جو قسم.

موريسَر: (ف. موءِ سَر. مو=وار+سَر = مٿو. گهٽي روڄ راڙي سبب اکين ۾ سنهيون سنهيون وارن جيان ليڪون پيدا ٿينديون آهن)، ڪَنڙ، چاليون.

موڙ: (سن. مُؤلِ)، مُڪٽ، سهرا، جي گهوٽ کي شاديءَ وقت ٻڌجن، ڪَکڙ جي چوٽي.

موڙَڻ: (پرا. موڊَن. سن. موٽن. مُٽَ = داٻ ڏيڻ)، وراڻڻ، ڏنگو ڪرڻ.

موڙهو: (سن. مُوڍَ. مُهه = مُنجهي وڃڻ)، گنوارُ، بيوقوف.

موڙي: (سن. مُڊ = هيٺ لهڻ)، گهٽتائي، اگهن ۾ لاهو.

مُوڙِي: (سن. مولَ)، داشت، سرمايو.

موڪَ: (پرا. موڪ. سن. مُڪتَ. مُچ=ڇڏڻ)، ڪَسِي، ناليءَ واهه؛ عام جام؛ ڇڙل.

موڪَلَ: (هير. مُڪولَ. ڏن. مُڪڪا. سن. مُڪتَ + "لَ" پڇاڙي)، ڇُوٽي، رخصت.

موڪَڻ: (پرا. موڪڻ. سن. موڪشڻ. موڪش=ڇَڏڻ)، ماهائڻ.

موڳو: (سن. مُهَ=منجهي وڃڻ)، منجهيل، مُوڙهل، بيوقوف.

مُولُ: (پرا. مُولَ. سن. مُولَ)، جڙ، بنياد، اصل.

مولهيو: (سن. مَؤلِ=موڙ)، مٿي تي ڳنڍي وانگر ويڙهيل
ڪِرڙا، ڪلنگيدار ٻڪ.

موهَ: (پرا. موهَ. سن. موهَ)، پيار، بي سمجهي.

مٿندلَ: (سن. مَدڪلَ)، هاٿي.

ڀوڳ وَنَ آ پيٽ پرين، ڳَت مَست ڪري مٿندل.(محمد)

مَها: (سن. مَها. مَهَتْ)، وڏو.

مَهاڙِي: (سن. مُکَ+"اڙي" ڀڃاڙي)، اڳياڙي، مَهڙ واري،
اڳيون حصو.

مَهانگو: (سن. مَهارگهه. مَها=وڏو+ آرگهه =اگهه)، گران.
ضد "سهانگو".

مَهَتْ: (سن. مَهَتا) مانَ، عزت.

مَهَتو: (گ، مَهَتو. ڏن. ميڌو. پرا. مَهَنتو. سن. مَهَتْ.
مَهُ=پوڄڻ، رڌڻ)، ليکو ڪندڙ، منشي، واڻيو.

مِهرُ: (ف. مِهر. پرا. مِهرَ. سن. مِهَرَ)، سج.

مِهر آتي مهتاب رَهن، مُشتاق صنم دي رُوء اتي.
(شاهه محمد)

مَهَراجَ : (سن. مَهاراجَ)، عزت ڏيڻ لاءِ ”ڳَرن“ کي هندن جو لقب .

مَهْراڻَ : (سن. مَها آرْڻو. مَها+آرْڻوَ=سمنڊ. آرْڻ=بي آرام ٿيڻ)، وڏو سمنڊ، مهاساگر.

مَهْرِي : (سن. مَسُورَ)، اناج يا دال جو قسم.

مِهرِي : (پرا. مَهِلا . سن. مَهِلا)، عورت.

مَهْرِي : (پرا. مَسَلَ. سن. مَشَلَ : مَسَلَ. مَسْ = ذرا ذرا ڪرڻ)، مهلي، انّ چڙڻ جي ڪاٺ جي سرائي.

مَهَڪَ : (سن. گَمَڪَ)، خوشبو.

مَهْلو : (سن. مَشَڪَ)، مَهون، مڇر جو قسم، ڪت.

مِهْمانَ : (ف. مِهمان. سن. مَهَ=وڏو + مانَ=عزت. جنهن جي آئي پنهنجو مانَ وڏو ٿئي)، سانگي سان ايندڙ ماڻهو . ضد ”ميزبان“.

مَهَمِيرو : (ف. مامِيران)، هڪ ٻوٽيءَ جي جَڙ، جا اکين جي نابينائيءَ لاءِ مفيد آهي .

مَهَنْتَ : (سن. مَهَتَ=وڏو)، سَنْت، ويراڳي، سادوءَ مڙهيءَ جو وڏو.

مَهَڻَ : (سن. مَشْ)، مارڻ، ڪهڻ، ڦُرڻ.

مُهورت: (سن. مُهورتَ)، افتتاح، آرنڀ، شروعات.

مِهي: (ع. مَخيض. پرا. مَهِءَ. سن. مَٿِتَ. مَٿ=ولوڙڻ)، اڌ ولوڙيل ڏونرو.

مَهيسر: (پرا. مهيسر. سن. مَهيشوَر. مَها=ايشوَر)، مهاديو، ڏٽي، هڪ ذات.

مَي: (پرا. مَيِ. سن. مَدَ)، مستي، نشو، وڏائي.

مِيان: (سن. سِتَر)، سائين. "عزت" جو لفظ.

مِياڻ: (ف. مِيان، نيام)، کپ، خنجر يا ترار رکڻ جي کوٿري.

مَهينو: (ف. ماهه. سن. ماس)، سال جو ٻارنهون حصو.

مِنگَل: (سن. مَدَکَل)، هاٿي، هڪ مسلمان قوم.

مَٽو متو: (پرا. مَٿ. سن. مَتَّ)، مست، متوالو.

ميٿي: (سن. ميٿِي)، ڀاڄي يا ساڳ جو قسم.

ميٽ: (سن. مُرتِڪا)، جبل جي پٿر جهڙي سخت مٽي.

ميڄالو: (سن. مَجَّن)، مغز، گورو، مِک.

ميچ: (سن. مِش مِش=اک هڻڻ)، اک جو اشارو، اشارو.

ميرو: (ڏن. مَئِل. هيم. مئلو. پرا. مَئِل. سن. مَلِن)، گندو، مٽيءَ هاڻو، ناپاڪ.

ميسارڻ: (سن. مُرج=صفا ڪرڻ)، ڌاهڻ، صفا ڪرڻ.

مَيڪَرَ: (سن. مَڪَر)، مانگر مڇ.

مَيڪَرُ ماربائون، مَلاحن مَنهن سَنرا. (شا.)

ميڪ: (ف. ميخ)، ڪِلي، ڪوڪو.

ميگهہ: (سن. ميگهہ. مِهُ = ڇڻڪارڻ)، بادل، ڪڪر.

ميلو: (پرا. ميلهہ. سن. ميلڪَ. مِلُ = گڏ ٿيڻ)، ملاکڙو، ميلاپ.

مِينَ: (پرا. مِينَ. سن. مِينَ)، مڇي. مڇيءَ جا چپ تمام سنهڙا ۽ وات ننڍڙو ٿئي ٿو، جنهن ڪري اکڙن شاعرن تشبيه طور آندي آهي.

ڏند موتي، چپ مِينَ، آهُو عين عجب جا. (سينگار)

مَينا: (سن. مادَن. مَدُ = مست ٿيڻ)، پکيءَ جو قسم.

مينڌي: (سن. مينڌِي)، حنا، ٻوٽي جو قسم، جنهن جي پنن ۾ رنگ ٿئي ٿو.

ميڊي: (سن. ويڻي)، وارن جي گُنيل لَڙهہ.

مِينهن: (پرا. مَهِسِي. سن. مَهِشِي)، هڪ چوپايو جانور.

مينهَن: (هير. ميهو. پرا. ميهہ. سن. ميگهہ)، برسات.

مِيو: (پرا. مَيَہ. سن. مَيَہ)، آٽ.

مِيون : (پرا. مِتو. سن. مِتر)، سائين، ڏڻي، ميان. "عزت" جو لفظ.

# ن

نابَ : (ف. ناف. سن. نابِ. نَڀ = پڌڻ)، ڌُنَ، مشڪ، ناف آهو.

نابَ : (ف. ناخن. پرا. نَهه. سن. نَکَ)، نَنهُن، نيزو.

ناتو : (سن. جِڃاتِ، جِڃاتيهُ. جِڃا = ڄاڻڻ)، رشتو، ڳانڍاپو.

ناٿُ : (سن. ناٿَ. نَٿَ = گهرڻ. جنهن کان گهرجي ٿو)، سوامي، مالڪ.

ناٽَ : (سن. ناٽَ. نَٽ = نچڻ)، ناز نخرو، انڪل بازي.

ناٽڪ : (پرا. نَٽَ. سن. ناٽِڪ. نَٽ = نچڻ)، هَٽَ چالاڪي، کيلُ.

نادُ : (پرا. ڻايہ. سن. ناد. ند + آواز ڪرڻ)، سنک، ڪوڏ.

نادِي : (سن. نَندَڪ)، پاڻيءَ جو وڏو ٿانءُ، برف جي ڄڪي.

نارَ : (سن. نار)، پاڻي، ڪچي زمين يا ڪوهيءَ جي سنهن سوراخن مان نڪرندڙ پاڻيءَ جون ڌارون، لڙڪ.

جڻن مي ڪوهيءَ نار، وهن واريءَ ڳاڙٿان،

هينئرو پِريان ڌارَ، نِبيريانس نہ نِبري. (شاه ڪريم)

ناري: (سن. ناري. نرُ = وڃڻ، هلائڻ)، عورت.

نارنگي: (ف. نارنگ. پرا. ڻارنگ. سن. نارنگ)، ميوي جو قسم.

ناريل: (ف. نارگيل. سن. نارڪيل. نار: نال = شاخ + ڪَ = هوا، پاڻي + اِلْ = هلڻ. جنهن جي شاخ، پاڻيءَ يا هوا سان وڏي ٿئي)، ناريل يا ان جو وڻ.

ناڙ: (پرا. ڻاڙِ. سن. ناڊِ. نڊْ = ڪرڻ)، نبض نس.

ناڙو: (سن. ناڊِ. نڊْ = ڪرڻ)، گاهه جو قسم، ڪمل گل جون شاخون، ڀاڄاريءَ ۾ پٽڻ وارو (چم يا ڪاپڙ جو) رسو.

ناس: (پرا. ڻسا. سن. ناسا. نَسْ = آواز ڪرڻ)، نڪ جو سوراخ، ناڪوڙي.

ناس: (سن. نَشِ. نَشْ = برباد ٿيڻ)، برباد ڇٽ.

ناستڪ: (پرا. ڻستڪ. سن. ناستڪ. نَ = نہ + آسْتِ = آهي. اهو، جو چوي تہ خدا نہ آهي)، ڪافر.

ناڪار: (پرا. ڻڪار. سن. نڪار. نَ + ڪُرْ = ڪرڻ)، انڪار.

ناڪو: (سن. نڪر)، ڦاٽڪ، شهر جو دروازو، رستي جي اها جاءِ، جتي محصول اڳاڙجي.

ناڪيلي: (سن. ناسڪا ڪيل. ناسڪا=نڪ+ڪيل = ميخ)، ڪاٺ جي ميخ، جا اٺ جي نڪ ۾ لڳل هجي، ڏور يا مهار، جا اٺ کي هلائي ۽ ميخ سان ڳنڍيل هجي.

ناکئو: (ف. ناخدا=ناو = ٻيڙي + خدا=مالڪ. سن. ناوڪ. نَو ْنا=ٻيڙي)، خلاصي، ملاح، ناخدا.

نال: (سن. نال. نَلْ = ٻُڌڻ، چمڪڻ)، بندوق جي نالي، نري.

نالي: (سن. نالڪ)، ڪسي، واهي.

نام: (ف. نام. ژن نام. پرا. ڻام. سن. نامن. نَمْ = پڪارڻ. جنهن سان پڪارجي)، نالو.

نانا: (پرا. ڻاڻا. سن. نانا)، طرحين طرحين، گهڻا.

نانگ: (پرا. ڻاگ. سن. نانگ. نَ = نہ + آگ = ترسيل)، بلا، سپ.

نانکو: (سن. نگن. نَجْ = لڄائڻ)، اگهاڙو، فقيرن جو قسم.

نانوائي: (ف. نانبائي: نانوا < نان+آبا. نان = ماني + آبا = پوڙ، شوروو)، اهو ماڻهو، جو ماني ۽ پوڙ وڪڻي.

نانءُ: (ف. نام. سن. نامن)، نالو، ناموس.

نانهن: (پرا. ڻهہ. سن. نهہ)، نہ، نفي.

ناٺڻ : (سن. نـمَن. نـمِ = جهڪڻ)، نمائڻ، جهڪائڻ.

ناڻو : (سن. ڻاڻڪ، نہ = نہ + آڻڪ = خراب. جو خراب نہ آهي)، پيسا، دولت.

ناهر : (سن. نرهر. نر = ماڻهو + هر = شينهن. ماڻهو سچن تہ شينهن آهي)، بـگهڙ.

نائڪ : (پرا. ڻايگ. سن. نايڪ. نِي = وٺي وڃڻ، هلائڻ)، سينا پتي، مکيہ، دربان.

نائي : (سن. ناپت)، حجم.

نبار : (سن. نرمالي. نر = سواءِ + مل = گندگي)، پاڪ، صاف.

نباهڻ : (پرا. ڻواهڻ. سن. نروهن. نر = پروسو + وهہ = سهڻ، وٺي وڃڻ)، نباهڻ، پورو هلڻ، توڙ رسائڻ.

نبيرڻ : (سن. نورتن)، طي ڪرڻ، پورو ڪرڻ.

نبل : (پرا. ڻبل. سن. نِربل. نر = سواءِ + بل = ٻل)، ڏٻرو، ڪمزور، ضعيف.

نڀ : (پرا. ڻهہ. سن. نڀ: نڀس. نڀہ = ٻڌڻ)، آسمان.

نياڻڻ : (ڏسو "نباهڻ".

نياڳو : (پرا. ڻيگ. سن. نرڀاڳيہ. نر = سواءِ + ڀاڳيہ = ڀاڳ)، نحس، چنڊو. ضد "سڀاڳو".

نِياڻي: (سن. نِهه. پراتـر. نِهه=سواءِ+پراتـر=پاڪ)، "پت پاراتي" جو لفظ، جنهن کي پاڪ نه هجي.

نت: (سن. نِتيه. نه = يقين. جو يقينا هجي)، هميشه، سدائين.

نَٿ: (پرا. نَستا. سن. ناٿ + پَت. مڙس جي جيئري جي نشاني)، نڪ ۾ پائڻ جو زيور.

نَٿ: (هير. نَٿا. سن. ناٿ. ناٿ = ستائڻ، ڏک ڏيڻ)، ڏاند جي نڪ ۾ وجهڻ واري رسي.

نَٽ: (سن. نَٽ. نَٽ=نچڻ)، ناز نخرو، آنگل آرو.

نِڏر: (پرا. نِڏر. سن. نِشڏر. نه + ڏر=ڊرڻ)، ڪٺور، ڍِٺو، هوڏي.

نِوٽ: (سن. نشپٽ، نِس=سواءِ + پٽ = پردو)، بنهه، صفا.

نِپٽو: (سن. نِشپتر. نِش=سواءِ+پتر=پٽ)، بي اولاد، جنهن کي نر ٻچو اولاد نه هجي.

نِپوڙڻ: (سن. نِپيڊن. نه = چڱيءَ طرح سان+ پيڊ=پيڙڻ)، پيڪوڙڻ، گهٽي داب هيٺ آڻڻ.

نِج: (سن. نِج)، خالص، صاف، رڳو، اصلي.

نِپونسڪ: (پرا. نپنسڪ. سن. نپنسڪ. نه = نه+پنسڪ= ماڻهو)، ڪدڙو، هيجڙو، خنثه.

نِجهرو: (سن. نِواسَ + "رو" پڇاڙي. نِ = اندر + وَسّ = رهڻ)، ڪُنيا، گهر، مڪان، جهوپڙي.

نَچَڻَ: (سن. ناٽيہ. نَٽَ = نچڻ)، ناچ ڪرڻ، جهمر هڻڻ، رقص ڪرڻ.

نِچوڙڻُ: (سن. نِ = چڱيءَ طرح سان + چيونَ = پرڻ. ڪنهن شيءِ جي رس ڪڍي، پيو ٿانءَ پرڻ)، نپوڙڻ.

نِڇٽر: (سن. نَڪشَترَ)، تارا. ڏسو "نکٽ".

نِدانَ: (سن. نِدانَ. نِ = يقين + دا = ڏيڻ)، نيٺ پڇاڙي، آخر.

نَدي: (پرا. ڻَئِي. سن. نَدي. نَدّ = آواز ڪرڻ)، دريا، نَهر.

نِڌرَ: (سن. نِرڌرَ = نِرّ آڌارَ. نِرّ = سواءِ + آڌارَ = وسيلو)، بي واهو، ڪمزور.

نَڌو: (سن. نَڌّ. نَهہ = پڌل)، قابو، سوگهو.

نَر: (ف. نر. پرا. ڻَر. سن. نَر. نِرّ = وٺي وڃڻ، چلڻ)، مرد.

نِراسَ: (پرا. ڻِراس. سن. نِراش. نِرّ = نہ آشا = اميد)، نااميد.

نِراڪارَ: (پرا. ڻِراڪارَ. سن. نِراڪارَ. نِرّ = نہ + آڪارَ = شڪل. جنهن کي ڪا شڪل نہ هجي)، ڌڻي تعاليٰ.

نراڪارَ آڪارَ، ڌاري آيو جڳ ۾. (سامي)

نِرالو: (هيم. نِـراآ. پرا. ڻراليہ. سن. نِراليہ. نـرْ = پـاهـر، ايڪانت + آليہَ = جاءِ) الڳ، ليارو.

نِـرْ ياڻ: ڏسو "نرواڻ".

نِرْ ڀو: (پرا. نِڀيہ. سن. نِرڀيہ. نِر = نہ + ڀيہ = خوف)، بهادر.

نِرْتِ: (سن. نيتْرَ = اک. نِـي = ونـي وڃڻ، هلائڻ)، نظر، ديد.

نِرْجَلَ: (سن. نِرجَلَ. نِـرْ = سواءِ + جَلَ = پـاڻـي)، پاڻيءَ کان سواءِ، نرجل گيارس (هندن جو ورت، جنهن ۾ سڄو ڏينهن آنَ پاڻي ڪونہ کائين)، بيابان.

نِرْڄو: (پرا. نِلَجَ. سن. نِرلَجَ. نِرْ = سواءِ + لجّا = لڄ)، بي شرم، بي حيا، آڻاسو، بي لڪو.

نِرْدوشَ: (سن. نِرْدوشَ. دوشَ = ڏوهہ)، بـي گـنـاهہ، بي قصور.

نِرْدَئي: (نِرْدَيہ. دَيا = رحم. جنهن جي منَ ۾ ديا نہ هجي)، ڪٺور، سنگ دل، ظالم.

نِرْڙُ: (پرا. ڻلاڊ. سن. لَلاٽَ)، پيشاني.

نَرْڪَ: (پرا. ڻرڪ. سن. نَرَڪ. نَـرَ = ماڻهو + ڪي

= آواز ڪرڻ . جتي گنهگار دانهون ڪن ٿا)، دوزخ جو ضد "سرڳ".

نِرمَلَ : (پرا. ڻمل. سن. نِرمَلَ. نِر=سواءِ+مَلَ=گندگي)، پاڪ، صاف.

نِروارُ: (سن. نِر= سواءِ + وارُ = پردو)، پڌري پٽ، کليو کلايو.

نِرواڻ : (پرا. ڻوّاڻ. سن. نِرواڻ. وا=وَهڻ، وڃڻ)، اها حالت، جنهن ۾ سڀني خواهشن کان آجو ٿي، ڏٺيءَ سان هڪ ٿي رهجي، مکتي، نجات.

نِروڳ : (پرا. ڻيروگ . سن . نِروگ . نِر = نِه + روگَ = بيماري)، آروڳ، نِرويو، تندرست.

نِرويو : (پرا. ڻرويه. نِروگيه. نِه+روگيه=روڳ وارو، بيمار)، تندرست، چڱو ڀلو.

نَڙ : (سن. نَڊ. نَڊ=ڪرڻ)، پورو ڪانو، جنهن مان حقو يا چلم ڇڪجي، ساز جو قسم.

نَس : (سن. سنايو)، رڳ.

نِس : (پرا. ڻسا. سن. نشا. نِ=سڀ طرح سان+ شو= سنهو ڪرڻ. ڪمن کي پورو ڪرڻ)، رات.

۽ هه، رب واجي ار جو، نِس رب راس نه رَوءِ. (جلال)

نستو: (سن. نهستيہ=ستيہ=طاقت)، ڪڙل، ڪمزور.

نسرڻ: (پرا. ڻسرڻ. سن. نهہ سرڻ. نهہ = ٻاهر + سر = وڃڻ)، سنگ جو نڪرڻ يا اڀرڻ، ظاهر ٿيڻ.

نسنگ: (سن. نهہ شنڪ. نهہ = سواءِ + شنڪا = ڊپ)، بي ڊپو، نروار، ظاهر.

نشٽ: (سن. نشٽ)، برباد، ناس، چٽ.

نشچو: (سن. نشچيہ. نہ = چڱيءَ طرح سان + چہ = گڏ ڪرڻ)، يقين، وشواس.

نشڪام: ڏسو "نهڪام".

نڪ: (ڏن. نڪو. هير. ڻڪو. سن. ناسڪا. ناس = آواز ڪرڻ)، سنگهڻ جو حواس، ناس.

نڪ: (گ. نيڪ. سن. نيڪا)، ڪسي، نهر.

نڪالڻ: (سن. نشڪاسن. نس = ٻاهر + ڪس = وڃڻ)، هڪالڻ، تڙڻ، ٻاهر ڪرڻ.

نڪٽ: (سن. نڪٽ. نہ = پرسان + ڪٽ=وڃڻ)، ويجهو.

نڪرڻ: (سن. نشڪاسن. نش = نس=ٻاهر + ڪس=وڃڻ)، ٻاهر ٿيڻ، ظاهر ٿيڻ.

نڪمو: (هير. نڪام. سن. نهڪرم. نہ=سواءِ+ڪرم= ڪم. جو ڪنهن ڪم جو نہ هجي)، نڪمو، بي ڪام، بيڪار، واندو.

نِڪونج: (سن. نِڪنجَ)، اها جاءِ جتي سبزي جام هجي.

نَڪَهير: (هه. ناڪَ + سن. ڪشير = پاڻي)، نَڪَ مان رت اچڻ.

نِڪيتَن: (سن. نِڪيتن. نِ = چڱيءَ طرح سان + ڪِتَ = رهڻ)، گهر، جاءِ.

نَڪَٽ: (سن. نَڪشتر. نَڪش = پهچڻ، وڃڻ)، تارو، برج.

برج "ٻارنهن" آهن: ١- حَمل ٢- ثور ٣- جُوزا ٤- سرطان ٥- اسد ٦- سنبله ٧- ميزان ٨- عقرب ٩- قوس ١٠- جدي ١١- دَلو ١٢- حوت.

هندن جي خيال موجب ستاويهه نڪٽ آهن:

١- آشچني ٢- ڀرڻي ٣- ڪرتڪا ٤- روهڻي ٥- مرگشرا ٦- آرڊرا ٧- پنروس ٨- پشيه ٩- آشليا ١٠- مگها ١١- پورَوا ڦالگني ١٢- آترا ڦالگني ١٣- هست ١٤- چترا ١٥- سواتي ١٦- وشاکا ١٧- انراڌا ١٨- جيشٽا ١٩- مول ٢٠- پوروَ اشاڍا ٢١- آتراشاڍا ٢٢- شرَوڻ ٢٣- ڌنشٽا ٢٤- شتڀشا ٢٥- پوروَ ڀاڊرپدا ٢٦- اتر ڀاڊرا پد ٢٧- ريوتي.

نَڪَر: (پرا. ڻڪر. سن. نڪر. نگ = وڻ، پهاڙ. جنهن ۾ وڻ يا پهاڙ هجن)، شهر.

نِگَمَ: (پرا. ڻِگَمَ. سن. نِرْگمَ. نِرْ=ٻاهر+گمْ=وڃڻ)، نڪرڻ، اپرڻ، پيدا ٿيڻ.

سَچ تنهن ساوڪ، جو ناقصائي نِگيو. (شاه)

نِلو-نِرو: (سن. نِرْ=ٻاهر)، سواءِ، بغير، اڪيلو.

نِمُ: (سن. نِنبَ. نِنبْ=پاڻي ڏيڻ)، وڻ جو قسم.

نِماشامَ: (ف. نَمازشام)، سانجهي، سج لٿي مهل.

اِمسْڪارَ: (سن. نَمَسْڪار. نَمَسْ=جهڪڻ+ڪرْ=ڪرڻ)، جهڪي سلام ڪرڻ.

نَمَڻُ: (پرا. ڻَمَنَ: سن. نَمَنَ. نَمْ=جهڪڻ)، نِوڙڻ.

نِندا: (سن. نِندا. نِندْ=برائي ڪرڻ)، گِلا، شڪايت.

نِنڊَ: (سن. نِندْرا. نِ=يقين+ڊْرا=سمهڻ)، سمهڻ جو خيال.

نَنگَرَ: (ف. لَنگَر)، لوهه جو ڪلو، جنهن سان ٻيڙي يا جهاز ٻڌجي.

نَنگو: (هِندِ. نَنگو. پرا. ڻَنگِنَ. سن. نَگْنَ. نَجْ=لجائڻ)، اگهاڙو، بي شرم.

نَنهن-نَنهَن: (سن. نَکَ. نَ=نه+کَ. جنهن جي وڍڻ سان ايذاءُ نه اچي)، ناخون، هٿن يا پيرن جا ننهن.

نِنان: (سن. نَننَدا. نَ=نہ+نندَ=راضي ٿيڻ. جو ڪيتري به ڏيڻ سان خوش نہ ٿئي)، مڙس جي ڀيڻ.

نِوارڻ: (پرا. نِوارَڻ. سن. نِوارَڻ. نِ=چئني طرفن کان+ وَرَ=گهيرو ڪرڻ)، روڪڻ.

نِواسِي: (پرا. نِواسِ. سن. نِواسِنْ. نِ=اندر+وَسْ=رهڻ)، رهواسي، رهاڪو، رهندڙ.

نَوانوي: (سن. نَوَ نَوَت)، نوي ۽ نَو.

نوٽ: (انگ. نوٽ Note)، روپين جو عدد ڏيکاريندڙ پنو، جو سرڪاري طرح جاري ٿيل هجي.

نِوِرَ: (سن. نَڪَلَ. نَ=نہ+ڪَلَ=ذات. جنهن جي ذات نہ هجي)، هڪ ننڍڙو جانور.

نَورا: (سن. نَوپَرَ. نَو=گهڻو+پَرَ=اڳتي هلڻ)، پيرن جو زيور.

نَوِيلَ: (سن. نَوَ=نئون+لا=وٺڻ)، نَوَلَ، نئون، اڻ هريل.

نَوندَ: (سن. نِندرا=ننڊ)، اک جي خماريل حالت.

ڪورَبَ و ڀهندي گوندَ، ڪريا ڪيس ڪَلاه تان،

آلِ آليهَرَ آنَسرا، عَينَ تہ نرگس نَوندَ. (جلال)

نوڻ : (سن. نمن. ن = هيٺ + منا = اڀياس ڪرڻ، ياد ڪرڻ)، هيٺاهين زمين لاهي.

نهارڻ : (سن. نيالن)، ڏسڻ، جاچڻ.

نهائين : (سن. ناپي)، ڪنڀر جي آوي.

نهچو : (سن. نشچيه. نس = چڱيءَ طرح سان چ = گڏ ڪرڻ)، ڀروسو، پڪ، يقين.

نهڪام : (سن. نشڪام. نر = سواءِ + ڪام = شهوت)، ڪامنا يا خواهش کان ڇٽل.

گر گم رمتا رام، سامي جنهن سهي ڪيو،
ڪڏهن ٿئي ڪين ڪي، مايا جو غلام،
سدائين نهڪام، رهي پنهنجي حال ۾. (سامي)

نهو : (سن. نڌِ. ن=وچ ۾ +ڌا = رکڻ)، خزانو، گنج، جاءِ، مڪان.

نهوڙڻ : (سن. نشودن. نِ = چڱيءَ طرح سان + سود = کهڻ)، مارڻ، ناس ڪرڻ.

نهڻ : (سن. نهه)، ٻڌڻ، سوگهو ڪرڻ.

نهيرڻ : (سن. نک هرڻي. نک = ننهن + هر = ڪٽڻ)، اوزار، جنهن سان ننهن لاهجن.

نِڻُ : (سن. نِي)، وٺي وڃڻ، ڪڍڻ.

نَئُون : (ف. نَو. سن. نو. نَ = ساراهڻ)، تازو، ڪورو.

نِپِي : (سن. نيجَڪ. نِجْ = صاف ڪرڻ)، ڌوٻي، ڪنياڻي.

نِياپو : (سن. جْڃا = ڄاڻڻ)، سنيهو، پيغام پارانيو.

نِيارو : (سن. نِراليَ. نِـرْ = ٻاهـر، ايڪانت + آليَ = جاءِ)، الڳ، نرالو.

نِيانُ : (سن. نيانُ)، حوض، تلاءُ.

نِياءُ : (سن. نْيايہ. نِ = ٺيڪ طرح + اِ = آواز)، انصاف.

نِيت : (سن. نمتِ. نِي = وٺي وڃڻ)، سٺي هلت.

نِيتَرُ : (سن. نيتَر. نِـي = وٺي وڃڻ، چلڻ، پهچائڻ، حاصل ڪرڻ)، اکيون، نيڻ، نين، چشم.

نيتُ : (سن. ويتْرَ)، وڻ جو نسر.

نِيچُ : (سن. نِيچَ. نِ = هيٺ + آنچْ = وڃڻ)، ڪميڻو، گهٽ.

نيڊو : (سن. نِـڳُوڊَ. نِ + گُوڊَ = ڳُوڙهو)، اونهو، هيٺ.

نِيرُ : (سن. نِـگَڊَ)، پيرن جا زنجير.

نِيرُ : (ف. نيلَ. سن. نِيلَ. نِيلْ = نيرو ڪرڻ)، نيرو رنگ يا ان جو ٻوٽو.

نِير: (سن. نِير. نِہ = هيٺ + اِير = وَهڻ)، پاڻي.

مَڇلي نير کون پَلَڪَ، نہ اڻي پري. (سامي)

نيڙ: (ع. نهر)، کَسي، واهي.

نيڙي: (سن. نِکَٽَ. نِہ=ويجهو+کَٽ=وڃڻ)، ويجهو.

نيسارو: (سن. نِس = ٻاهر + سَر = وڃڻ، وهڻ. جنهن مان پاڻي ٻاهر ڪري)، اها ڪاٺ، لوهہ يا پٿر جي ٿهيل شيءِ، جا جاين ۾ لڳل هجي، جنهن مان مينهن جو پاڻي ٻاهر نڪري.

نيڪارڻ: (سن. نِڪشارَڻَ)، چَنڊي صاف ڪرڻ، پاڪ ڪرڻ.

نيڪيڻي: (سن. نِشڪرتِي. نِس= ٻاهر+ڪر=ڪرڻ)، سَتاوڙو.

نِکهارڻ: (سن. نِرگهرشڻ)، صاف ڪرڻ.

نِيل: (سن. نِيل)، سؤ آرب جو عدد، نيرو.

نيلام: (پور. نيلام)، عام واڪ، کليل واڪ.

نِيلم: (ف. نِيلم. سن. نِيلمڻ. نِيل = نيرو + مَڻ = مڻڪو)، نيري رنگ جو قيمتي پٿر.

نِيلوفر: (ف. نيلوفر. سن. نِيلو تپل)، نيرو ڪنول.

نيم: (سن. نِيمَ. نِہ+يم=روڪڻ)، ريت، چلن، وهنوار.

نينگَر: (سن. نَگَن=اگهاڙو)، ٻالڪ ٻار، ڇوڪرو.

نيڻ: (سن. نيَن. نيِ=وٺي وڃڻ)، اکيون.

نينهن: (سن. سنيهه. سنيهُ = پيار ڪرڻ)، عشق.

# و

وات: (سن. وَچِ=ڳالهائڻ)، مک، وات.

وٽ: (سن. واٽ)، رستو، دَڳ، گَس، چارو.

وانڊڻ: (هيم. وَنٽو. سن. وَنٽن. وَاٽ=حصو ڪرڻ)، حصا ڪرڻ، ونڊڻ.

واٽهڙو: (سن. واٽڪ)، واٽ ويندڙ، رهه گذر.

واهار: (پرا. واوار. سن. وِيا پار. وِ=گهڻو+آ=چئني طرفن کان+پرِ=ڪم ۾ لڳڻ)، ڏنڊو.

واڄو: (پرا. وَڄ. سن. وَدير. وَدِ=آوازڪرڻ)، باجو، سرود.

واجهه: (سن. بنڌ = ٻڌڻ)، رَسو، حيلو، ڪوشش.

واجهائڻ: (سن. واڇا. واڇِ=خواهش ڪرڻ)، انتظار سان ڏسڻ.

واڇ. (سن. واتيا)، واءُ.

واچا: (سن. واچا. وَچِ=چوڻ)، وَچن، ٻول، ٻاس.

واچڻُ: (سن. واچنَ. وَچ = پڙهڻ)، پڙهڻ.

واڌائو: (سن. وَرڌنَ. وَرڌ = وڌڻ)، وڌڻ، ويجهه، وراڻ، واڌائي.

واڌائي: (سن. وَرڌِڪا. وَرڌ= وڌڻ)، مبارڪ، خوشخبري.

واڍِ: (پرا. رڌ. سن. وَرڌرَ)، رسو، نوڙ.

واڍو: (سن. وَرڌَڪ. وَرڌ = ڪاٽڻ)، ڊکڻ، ڪاٺ جو ڪم ڪندڙ.

وارَ: (پرا. بالَ. سن. بالَ)، ڪس، وار.

وارَ: (سن. وار)، وقت، ڏينهن، ڀيرو.

وارِتا: (سن. وارتا. وَرتَ = هجڻ)، بات، سماچار، وائي.

وارَڻ: (پرا. وارَڻ. سن. وارَڻ. وَر = ڍکڻ)، هاٿي، موٽائڻ، واري ڇڏڻ، هاٿي.

مورَ، ڪَبڪَ، هنجهَ، وارڻ ونَڪي، راڻل ڏي رفتار ميان.

(شاه محمد ديدڙ)

وارو: (سن. وارَ. وَر = ڍَڪڻ)، ڍَڪ، پناهه، مدد جو مڏي دانهن.

وارِي: (سن. والُڪا)، ريگ، سنهڙي هٽرن جي پور.

واڙو: (پرا. واڙ. سن. واٽ، پاٽو، جانورن جو وٿاڻ، لوڙهي اندر جاءِ.

واڙي: (هير. واڙي. پرا. واڊي. سن. واٽي)، قلواڙي، جتي پاڇيون، گدرا، هندائا وغيره پوکجن.

واس: (سن. وس)، خوشبو.

وامانو: (سن. وياسنگ. و= گهٽو+آ=ڇگيءَ طرح سان+ سنج=گڏڻ. هڪ ڪم کي ڇڏي، ٻئي کي لڳڻ)، فڪر، ڳڻتي، مونجهارو.

واسڻ: (سن. واسن. واس=خوشبودار ڪرڻ)، سرهو ڪرڻ، ڌوپ واس ڏيڻ.

واسينگ: (سن. وش آنگ. وش = زهر+ آنگ=عضوا)، نانگ جو قسم.

واڪ: (سن. واڪ. وچ=چوڻ)، آواز، ٻول.

واکاڻ: (پرا. وکاڻ. سن. وياکيان. و= گهٽو، چوڌاري+ کيا=چوڻ)، ساراهه، تعريف، بيان.

واڳ: (سن. ولگا. ولگ=وڃڻ، اڳالگ ڏيڻ)، مهار، لغام، ڏوري.

واگهه: (پرا. وگهه. سن. وياگهر. و= گهٽو+آ =چئني طرفن کان+گهر= سنگهڻ)، شينهن جو قسم.

واڱڻ: (سن. ونگڻ)، ڀاڄيءَ جو قسم.

والي: (سن. والڪا)، ڪن جو زيور.

وانجڻ : (سن. وَنچن. وَنچ=لڪائڻ)، ٻاهر ڪرڻ، الڳ ڪرڻ، مخفي رکڻ.

وانڊو : (سن. بنڌيا)، ڇڙو ڇانڊ، اڪيلو، رول.

وانرُ : (سن. وانر. وانَ=وڻ جو ڦل وغيره+را=وٺڻ) باندر.

وانڻ : (سن. وان)، آٽڻ.

وائي : (پرا. وائي. سن. وائي)، ڳالهه، وچن.

واڻيو : (گ. واڻيو. هيم. واڻيا. هه. بنيا. سن. وَڻڪ= واپاري)، هندو.

واهندا : (سن. واسنت. وَسَ=خوشبودار ڪرڻ)، بسنت يا بهار جي هوا.

واهڻ : (سن. وَسن. وَسَ=رهڻ)، ٻهراڙيءَ جو ڳوٺ.

واهولو : (هه. بسولا. سن. واس + "لا" پڇاڙي)، ڊکاڻڪو اوزار.

واهيرو : (سن. واس. وَسَ=رهڻ + "رو" پڇاڙي)، آکيرو.

واءُ : (پرا. واءُ. سن. وايو. وا=چرڻ)، هوا، زور سان هوا جو لڳڻ.

وائِسڻ : (سن. ويا ورتن)، چوڌاري ڦرڻ، چڪاسڻ، ڏسڻ، خيال ڪرڻ.

وائي : (پرا. وايا. سن. وارتا. وَرتِ = هجو)، بات، ڳالھ، ٻولي.

وِپچارِي : (پرا. وَهچارِي. سن. وِپچارِي. وِ = خراب طرح سان + آپِ = چئني طرفن کان + چَرَ = چلڻ)، شھوت پرست، خراب چال وارو.

وِپچارِي ٿي وات تي، ڪِن ڪين وسرام. (سچل)

وَتَ : (سن. ٻتّ)، ڌَنُ، دولت؛ پَلُ، سَکَھ.

وَترو : (سن. ٻھتر. ٻَھَ=گھڻو)، گھڻو وڌيڪ، زيادھ.

وَٿَ : (پرا. وَٿَ. سن. وَسْتَ)، شيءِ، چيز، وستو.

وَٿاڻ : (سن. آوَسٿان)، پاڻ، پاڻو، ٿانَ؛ جاءِ.

وَٽَ : (سن. ونٽ)، وَٽَ وِٽس، وَٽِر، نٿون سواد.

وَٽِ : (هير. وَٽِي. پرا. وَٽّ. سن. وَرتّ. وَرتِ=وٽڻ)، ٻتيءَ يا ڌٽي جي وٽ، ڪنار، ڪناري، جھالر؛ پرسان

وَٽِ : (پرا. وَنٽک. سن. وَنٽک. وَنٽ=ورهائڻ)، تورو، ڌڙو، وزن.

وَٽڻ : (سن. ٻتَ. ٻتَ=وڪوڙڻ)، هڪ ڌٻڻ، ڦيرا ڌٻڻ ٻدن ۾ ورڻ؛ حاصل ڪرڻ.

وَٽو : (پرا. واٽ. سن. وارتَ)، دلالي؛ اها ڪمي، جا ڪنھن شيءِ جي اگھ ۾ ٿي وڃي.

وَنِي: (سن. وانِڪا)، ننڍو وڻو، ننڍو ڪنورو، تسريءَ جو قسم.

وِٿ: (پرا. وِٿا. سن. وِشٿا. وِ + سٿا = قائم ڪرڻ)، پکين جو گند.

وِپَت: (سن. وِپَت. وِ = بريءَ طرح سان + پَد = وڃڻ)، آپدا، مصيبت.

وِپَرِيت: (سن. وِپَرِيت. وِ = جدا + پَر = آبتو + اڻ = وڃڻ)، آبتو، برعڪس.

وِڄ: (پرا. وِڄ. سن. وِدِيُت. وِ = گهڻو + دُيُت = چمڪڻ)، کنوڻ، برق، بجلي.

وِڇا: (پرا. وِڇا. سن. وِدِيا. وِ دُ = ڄاڻڻ)، عام، ڪاريگري.

وَڄَڻ: (پرا. وَڄَ. سن. وَدَ)، پرڻ، آواز ٿيڻ.

وِڄهلڻ: (سن. وِڪشَرَڻَ. وِ = گهڻو + ڪشَرَڻَ = جهرڻ)، جهرڻ، جهڄڻ.

وَڃَڻ: (سن. وَنِجَ)، روانو ٿيڻ.

وِڃُڻو: (سن. وِيجَن، وِيجَن. وِ = گهڻو + جَن = وڃڻ)، پکو.

وِچ: (سن. وِچ = الڳ ڪرڻ)، ڪنهن شيءِ جو وچون هنڌ، مرڪز.

وَچَنَ : (سن. وَچَن. وَچ = چوڻ)، ٻول، انجام، سخن.

وَڄ : (پرا. وَڄ. سن. وَتس)، ميڙهن جو مادي ڦر.

وِڇائڻ : (سن. وِستَرَڻ. وِ = گهڻو + ستر = پکيڙڻ)، ٺارڻ.

وِڇڙڻ : (سن. وِ = گهڻو + ڇِتَ = ڪپڻ)، جدا ٿيڻ، الڳ ٿيڻ.

وِڇوٽي : (سن. وِ = گهڻو + ڇِتَ = ڪاٽڻ)، مفاصلو.

وِڇون : (سن. وِرشچِڪ. وِرشچ = ڏنگڻ)، پڻون، عقرب، اٺين راس.

وَڇيرو : (پرا. وَڄ. سن. وَتس)، گهوڙيءَ جو ٻچو.

وِدوا : (سن. وِدوا. وِ + پري + ڌوا. جنهن کان مڙس پري ٿيو هجي)، رنڙ، بيوه.

وِڌوان : (سن. وِڌياوان = وِڌيا + وان)، پنڊت، عالم.

وِڌيا : (سن. وِڌيا. وِد = ڄاڻڻ)، علم.

وِڌيارٿي : (سن. وِڌيارٿي. وِڌيا=آرٿي=چاهيندڙ)، شاگرد.

وِديش : (پرا. وِئس. سن. وِديش. وِ = ٻيو + ديش)، پرديس، پرڏيهه.

وَڌَڻُ: (سن. وَرْڌَنَ. وَرْڌَ=وڌڻ)، زياده ٿيڻ، آسرڻ.

وَڏاندَرو: (سن. وَرْڌَتَرَ: وَڌِرَ)، وڏو، سخت، عمدو.

ڪَن ٻيا وِسَ وَڏاندرا، صابر چئي سر صاف. (صابر)

وَڏو: (سن. وَڌِرَ، وَرْڌَ)، لنبو، ڊگھو، ڪشادو.

وِڏوڻُ: (سن. وِڌولَنَ. وِ=گھڻو+ ڌُولَنَ=ڌوڻڻ)، جوش يا ڪاوڙ ۾ اچڻ.

وَڍَڻُ: (سن. وَرْڌَ)، ڪَپڻ، ڇِڄڻ، ڪُٽڻ.

وَڍي: (پرا. وَڍ. سن. وَرْڌَرَ)، ڇم جي رسي، رشوت.

وِرُ: (سن. وِلِ. وِلْ = ڍَڪڻ)، سوراخ، ڇِر، واڙِ.

وَرُ: (پرا. وَرَ. سن. وَرْ= پسند ڪرڻ)، مڙس، بهتر.

وَرُ: (سن. بَلِ)، وَٽُ، ڦيرو، وَڪڙ، وَراڪو.

وِراندو: (ف. بَرآمده. سن. وَرَنڊَ)، پيش دالان، دالي يا اندرين جاءِ جو اڳيون حصو، جو ٿنڀن تي ٽڪيل هجي.

وَرْتَ: (سن. وُرَتَ. سن. وَراتْرا)، رسو، نوڙي، سيت.

وِرْتَ: (سن. وُرَتَ. وُرَجْ= وڃڻ: وُرْ= پسند ڪرڻ)، آپواس، لنگھڻ.

وَرْتاءُ: (سن. وَرْتَنَ)؛ ورتاءُ، هلت.

وِرَچڻ: (سن. وِروچن. وِ = نہ + رَچ = چاهڻ)، ڪڪ ٿيڻ.

وِرَسڻ: (سن. وِ=نہ، سواد+رَس=مزو وٺڻ)، بي مزي ٿيڻ، نااميد ٿيڻ، پشيمان ٿيڻ.

وَرِسي: (سن. وَرش=سال+"ئي" پڇاڙي)، سالگره، پارهو.

وَرَکَ: (سن. وَرڪش)، وڻ.

وِرلي: (سن. وِرَل)، ڇڊو، ڪوڪو.

وِرمڻ: (سن. وِ = گهٽو + رَم=کيڏڻ)، ترسڻ، دير ڪرڻ.

وَرَنَ: (سن. وَرڻ. وَرڻ = رنگڻ)، رنگ.

واڌو ڪنول ڪيس قريب جل جڻن ورن وسايو واها.
(ڪنيار)

وَرناڻ: (سن. وَرڻان. وَرڻ = ساراهڻ)، اوناڻ، آگهاڻ.

وَرَنَن: (سن. وَرڻن. وَرڻ=بيان ڪرڻ)، ذڪر، بيان، وستار.

وَرنهه: (ف. برناه)، ڳڀرو، جوان، پهلوان.

وَرَڻ: (سن. وَرڻ. وَرڻ= رڱڻ، ڍڪڻ، ساراهڻ)، رنگ، اکر، حرف، ذات. آرين جا "چار" ورڻ:

١- برهمڻ ٢- کتري ٣- وَيش ٤- شودر.

وِرودَ: (سن. ورود. وِ= گهٽو+رُڌ=روڪڻ)، وير، دشمني.

وِروڻُ: (سن. وِرُوڪشڻَ)، سڪي وڃڻ.

وِروهڻ: (سن. وِنودنَ. وِ = کهڻو + نُدَ = تاڪيد ڪرڻ)، رهاڻ ڪرڻ، دل خوش ڪرڻ.

وِرهہ: (سن. ورش. وِرش = وسڻ، پيدا ڪرڻ)، سال.

وِرهہ: (پرا. وِرهہ. سن. ورهہ. وِ = گهڻو، رهہ = ڇڏڻ)، برهہ، جدائي، عشق.

وِرهسپتِ: (سن. ورهسپت. ورهتي = ٻولي + پَت = مالڪ.

٢- بِرهَتَ = وڏو، ديوتا + پَت = مالڪ، گرو. ديوتائن جو گرو)، پنجون گرهہ؛ وسپت يا خميس جو ڏينهن. ڏسو ”گرهہ“.

وَريامُ: (سن. وِيريوانَ)، بهادر، وِير.

جتي پڄڻ ناهہ ڪم، تتي پڄڻ ڪم وريامن جو. (ڀهاڪو)

وَٽُ: (پرا. وَٽ. سن. وَرتُ)، ٻار، نشان، قرب، لائق.

وِٽُ: (سن. وٽ)، ڪميڻو، وڙواند؛

وَڙالُ: (سن. وِلودنَ. وِ = گهڻو + لُڊَ = لڏڻ)، وڙول، ولوڙ، گِولا ڦولا، ڏس پتو.

وِڙاهُ: (سن. وِناش. وِ = گهڻو + ناش = ناس)، وِڙاهہ، هاڃو، برٻادي، نقصان.

**وَڙاٽ:** (سن. وَرَڻ)، ونگ وارو.

**وَڙو:** (سن. وُٽَ)، مٺائيءَ جو قسم.

**وَسَ:** (پرا. وَسَ. سن. وَشَ. وَشُ = خواهش ڪرڻ)، اختيار، مرضي، قابو.

**وسامَڻ:** (سن. وِلوپُ)، اُجهامڻ، گُل ٿيڻ، جهڪو ٿيڻ.

**وَسائڻ:** (سن. وَسَنَ. وَسُ=رهڻ)، بستي بنائڻ، آباد ڪرڻ.

**وِسْتارَ:** (پرا. وِسْتارَ. سن. وِسْتارَ. وِ= گهڻو+سترُ=ڦهلجڻ)، بيان، ڦهلاءُ، ذڪر، ڳالهه.

**وَسْتو:** (پرا. وَٿ. سن. وَسْتَ)، وَٿ، چيز.

**وِسپت:** ڏسو "ورهسپت".

**وِسْرامَ:** (پرا. وِيسامَ. سن. وِشْرامَ. وِ= گهڻو + شرمَ = ٿڪڻ)، آرام.

ويهي وَسْتَن ۾ ڪن ڪِين وسرام. (سچل)

**وِسِرڻ:** (سن. وِسْمَرَڻَ. وِ = نہ+سْمَرُ= ياد رهڻ)، ڀلڻ، ياد لهي وڃڻ.

**وَسْلو:** (سن. وَسْتَ=شيءِ + "لو" پڇاڙي)، شيءِ، چيز.

**وِسْمي:** (سن. وِسْميَہ. وِ = ڪجهہ + سْمِ = مُشڪڻ)، اچرج، حيرت.

وَسَنت: (پرا. وسنت. سن. وَسَنت)، بسنت، بهار.

وَسَڻ: (سن. وَرشڻ، وَرشَ=وسڻ، پيدا ڪرڻ)، برسات يا مينهن پوڻ.

وَسَڻ: (پرا. وَسڻ. سن. وَسَنَ. وَسَ=رهڻ)، رهڻ.

وِسهڻ: (سن. وِشوَسَ. وِ = گهٽو + شواسَ=اعتبار ڪرڻ)، ڀروسو ڪرڻ، اعتبار ڪرڻ.

وَسو: (سن. وَشا=هاڻي)، هاڻي.

وَسو تِت وَڏو چئي، چَڏيو لوڏ لِڪن. (وڏو)

وِسيهَر: (سن. وشهر. وِشَ=زهر+ هَر=ڪٽندڙ)، نانگ، نانگ جو قسم.

وار وِسيهَر وَڏو رڪن، تا مَرڪن سِيني سَس. (صابر)

وِشَ: (سن. وِشَ. وِشَ= ڦهلڻ)، زهر، وهُ.

وِشڌر: (سن. وِشڌر. وِشَ= زهر + ڌر= ڌرڻ، رکڻ)، نالگ، نانگ جو قسم.

وِشواس: (سن. وِشواسَ. وِ= گهٽو + شواس = جيئڻ. پر "و" اڳياڙي (اپسرگ Prefix) اچڻ ڪري معنيٰ "ڀروسو ڪرڻ" ٿئي ٿي)، اعتبار، ڀروسو.

وِشيه: (سن. وِشيهَ. وِ= گهٽو+شي=ٻڌڻ)، چيز، وستو، شيءِ، ڪم، موضوع.

وِڪارُ: (سن. وڪار. وِ + ڪرِ = ڪرڻ)، بيماري.

وِڪرو: (سن. وِڪريہ. ڪري + خريد ڪرڻ)، کاپو، فروخت.

وَڪَڙُ: (سن. وَڪر. بڪ=ڏنگو ڪرڻ)، وراڪو، پيچ.

وِڪنو: (سن. وِڪل. وِ = گهٽ + ڪَلَ = ڪمزور، ڪک)، ڪڪ، نڪل.

وِڪَڻُ: (سن. وِڪريہ)، وِڪڻ، سَلهہ تي ڏيڻ. ضد "وٺڻ".

وِکُ: (سن. وِش. وِش = ڦهڻ)، زهر، وِهُ.

وِکارِڻُ: (سن. بيکا=قدم، وِک)، هلڻ، گام هڻڻ.

وُڪرو: (سن. وِڪار. وِ= گهٽ + ڪرِ = ڪرڻ)، ڦريل

صورت وارو، نرالو، جدا جدا.
حقيقت پاڻي، صورتون مڙيئي ڏنءِ،
نڪي ٿانءِ وڪرو، تہ پاڻي پيو. (ڪل)

وَکو: (سن. وَسا)، چيچڙو، گوشت جو نڪمو ڀاڱو.

وِگيانُ: (سن. وِڄان. وِ = گهٽ + ڄا = ڄاڻڻ)، ڄاڻ، وديا، علم.

وَگُ. (پرا. وَگ. سن. وَرگ. وَرج=ڍَڪڻ)، گلو، ٽلو، ڌڻ.

وَگِڻُ: (سن. وَدَن. وَدَ = آواز ڪرڻ)، وَڄڻ.

وَڳو: (سن. واڏيہ)، ڀَجو، وقت.

وِڳوڙ: (سن. وِگرَهه. وِ=گهٽو+گرَهہ=وٺڻ. "وِ" اڳياڙي (اپسرگ Prefix) اچڻ ڪري معنيٰ "لڙڻ" ٿي پئي)، بگاڙو، گهمسان، ڌاڌل، مونجهارو، لڙائي.

وِگهن: (سن. وِگهن. وِ=گهٽو+هَن=مارڻ)، روڪ، اٽڪاءُ، بگاڙ.

وِل: (پرا. وَلِ. سن. وَلِ)، زمين تي ڦهليل ٻوٽو.

وِلاڙ: (سن. وِلوڙ. وِ=گهٽو+لُڙ=لڏڻ)، سٽ، ڏڪ ڊوڙ، جاچ جوچ.

توڙي تون وِلاڙون ڪرين، توڙي هلين وِڪ،
لِکيئي مَنجهان لِڪ، ذرو ضايع نہ ٿئي. (شاهه)

وِلاس: (پرا. وِلاسَ. سن. وِلاس. وِ=گهٽو+لَس=کيڏڻ)، پوڪ، سک، خوشي.

وِلپ: (سن. وِلَپ. وَل=ڍڪڻ)، پهارو، مڙس.

وَلَهہ: (سرا. وَلَهہ. پرا. وَلَهہ. سن. وَلَن)، ورڻ، موٽڻ.

وِلوڙڻ: (سن. وِلوڙن. وِ=گهٽو+لُڙ=لڏڻ)، ماڌاڻي (جهيل ڪيرو) ڦيرائڻ.

وِلهَہ: (ع. بِلہٗ)، ڏَنڊ، ملڪ، ماٺ، ٺيڙ.

وَلهو: (پرا. وَلهہ. سن. وَلڀ)، پيارو، سڙس، پيار.

ورن ولهي جا سون وران، رهيون ڪتيون ڪين قبل.
(محمد)

وِلهو: (سن. وِرهت. وِ = گهٽو + رَهت = چئل. بلڪل رهت ڏيل)، مچو، مکٽو.

وِماسڻ: (پرا. وِماسڻ. سن. وِمَرشَن)، غور ڪرڻ.

وِماڻ: (پرا. وِماڻ. سن. وِمان. وِ = گهٽو + ماڻ = عزت ڏيڻ)، ديوتائن جي گاڏي، اڏند کٽولي.

وَنَ: (سن. وَرڻ)، رنگ.

پورت ون آ پيت پرين، گت ست ڪري سنبل.
(محمد)

وِناسَ: (پرا. وِڻاس. سن. وِناس. وِ = گهٽو + ناس = ناس)، برباد ي، تباهي.

وَنجَن: (پرا. وَنجَڻ. سن. وَيجَن. وِ = گهٽو + آنج = وچڻ، ملائڻ)، حرف صحيح.

وِنجوڳ: (سن. وِيوگ. وِ = جدا + يوگ = ميلاپ)، جدائي، وڇوڙو.

وَنجهہ : (هِہ. وَنسو. سن. وَنش. وَش=چاهڻ)، بانس جو لڪڙو، جنهن سان ٻيڙي ڪناري تان ڌڪجي.

وِنڌڻ : (پرا. وڌوڻ. سن. وِيڌ: وِڌ=تنگ ڪرڻ)، ڀوئڻ، (سوئين ڪي) تنگ ڪيڻ.

وَنڊڻ : (سن. وَنڊ)، حصا ڪرڻ، ورهائڻ.

وَنس : (سن. وَنش. وَش = چاهڻ)، ڪل، ڪٽنب.

وَنڪ : (سن. وَرڻ+"ڪ" پچاڙي)، رنگ، نمونو، ڍول.

چاجي وَنڪ وِڃن جي، ڪو ساجن جي سينگار؟

(سينگار)

وَنڪو : (پرا. وَنڪ. سن. وَنڪ: وَڪر)، بالڪو، بهادر.

وَنگ : (سن. وَلڪ)، ور، پيچ، وَڪڙ لمونو.

وِنگو : (سن. وَڪر. بڪ =ڏنگو ٿيڻ)، ڏنگو، مڙيل.

وَنواهہ : (سن. وِواهہ. وِ=ڀاڻ +وَهہ=وٺي وڃڻ)، شاديءَ کان اڳ (انهيءَ موقعي ۾) ڪنوار کي هڪ هنڌ وهارڻ.

وَنهہ : (سن. منڊپ)، اها جاءِ، جتي شادي ٿئي.

وَڻ : (پرا. وَڻ. سن. وَن. وَڻ=شيوا ڪرڻ، آواز ڪرڻ)، درخت، جهاڙ.

وِڻاهہ : (سن. وِناش. وِ= گهٽو+ناش = ناس)، ناس، تباهہ، اونهو زخم.

وَڻجارو: (هه. ٻَڄ + هارا. سن. واڻجيہ + "هارا" بجاڙي)، واپاري.

وَڏَراهَ: (سن. ون راجي. وَنَ = وڻ + راجِي = قطار)، وڻڪار، جهنگ.

وِڏوانڊَ: (سن. وَچَنَ + وان)، مهٽي هاب، خوار خراب.

وِواهَ: (سن. وِواهَ. وِ = پاڻ + وَهُ = وٺي وڃڻ)، وهانءُ، شادي، پرڻو.

ووڙَڻ: (سن. وِهرَڻ. وِ = ٻري، جدا + هَرَڻَ = ڪڍڻ)، کولڻ، ڏوانڊڻ.

وِويڪ: (سن. وِويڪ. وِ = گهڻو + وِچُ = وبچارڻ، جدا ڪرڻ)، ضمير.

وِيْنسا: (سن. ويشيا)، ڪُجري، فاحش عورت.

وَهَ: (سن. وَهَ. وَهُ = وَهڻ)، تِڪَ، وَهڪرو.

وَهَ: (سن. وَسا)، چربي، ستپ.

وِهَ: (پرا. وِسَ. وِشَ. وِشُ = ڦهلڻ)، زهر.

وِهاتَڻ: (سن. وِهَتَ. وِ = گهڻو، بالڪل + هَتَ = ماريو. هَنْ = مارڻ)، هَتِي (ڏِڙي) چڏڻ، ہورو ڪرڻ.

چانگي چٺي چڪياس، مٺان آڪ نہ آلهي،

جنهن وَل گهٽا وِهانيا، اَن سين آر لڳوس. (شاه)

**وِهانءُ:** (پرا. وِهاهہ. سن. وِواهہ. وِ = پاڻ ۾، چڱيءَ طرح سان + وَهہ = وٺي وڃڻ. چڱيءَ طرح سانَ سوٽَنِ سان (ڪنوار) کي وٺي وڃڻ. يا پرڻجڻ)، شادي، پرڻو.

**وِهاڻي:** (سن. وِ ڀاتَن. وِ = گهٽو + ڀا چمڪڻ)، سجي رات ڪان پوءِ، پرهہ ڦٽي، ڏج ڀِني.

**وِهائڻ:** (سن. وِدان. وِ = گهٽو + ڏا = رکڻ)، ڪُنهڻ.

**وَهٽ:** (سن. وَهہ = ڍوئڻ)، چڙهيءَ يا سواريءَ جو جانور.

**وِهَسَڻ:** (سن. وِهسن. وِ = گهٽو + هَسُ = کِلڻ)، کِلڻ، خوش ٿيڻ.

**وَهلور:** (سن. وِهوَلَ + "آورَ" پچاڙي. وِ = گهٽو + هوَلُ ڌڄڻ)، وياڪل، پريشان، بيزار.

**وَهنوار:** (پرا. وَوَهار. سن. وُيوَهار. وِ = گهٽو + آوَ = چئني طرفن کان + هرِ = وٺڻ)، ڌنڌو، ڪم، ڏيتي ليتي.

**وَهَڻ:** (سن. وَهَن. وَهہ = وهڻ: وَهہ = ڍوئڻ)، پاڻيءَ جو جاري رهڻ، ڪم ڪار ڪرڻ.

**وِهڻ:** (سن. آپوِشتَ)، نِنڻ، نهرڻ. ضد "اٿڻ".

وَهُون: (پرا. وَهو. سن. وَڏو)، زالون، عورتون.

وَهي: (سن. وِيَس=عمر)، ڄهي، جواني.

وَهي: (سن. ٻِڌ)، ٻنڌي، ليکي جو ڪتاب.

وَهيٽو: (سن. وَشَيہ. وَش=چاهڻ)، محتاج، پَرَوَس.

وَهيون: (سن. وَسِيس)، شاهوڪار، آسودو، مالدار. ضد "واهو".

وِياپَڪ: (سن. وْياپَڪ. وِ=گهڻو+آپْ=ڦهلڻ)، هر جا حاضر، ٻريو، سَرو ويابي.

وِياجَ: (سن. بِياج)، سُود، سُورَ ڪان وڌيڪ رقم.

وِياچَڻ: (سن. واچَن. وَچْ=چوڻ)، اورڻ، ڳرهڻ، واچڻ.

وِيارو: (ه. بيالا. سن. وِڪال=شام)، سانجهي يا رات جي ماني.

ڏَکين جا ڏاجَ ڪهڙا، رُلين جا ڪهڙا رُوپَ،
ٻَکين جا ڪهڙا ٻانڌ، وِلهن ڪهڙا وِيارا. (ڪل)

وِياڪَرَڻ: (پرا. واڳَرَڻ. سن. وْيا ڪَرَڻ. وِ=گهڻو+آ=چئني طرفن کان+ڪرْ=ڪرڻ)، صرف و نَحو، گرامر.

وِياڪَلَ: (پرا. واڪَلَ. سن. وْياڪَلَ. وِ=گهڻو+آڪَلَ=گهبرايل)، دکي، پريشان.

وِيامَ: (سن. وَہَنَ، وِي = چڙھ)، ٻچو ڏيڻ، ڄڻڻ.

وِيجُ: (پرا. وِيجَ. سن. وَيدِيَہ. وِدَ = ڄاڻڻ)، حڪيم، طبيب.

وِيچارُ: (پرا. وِآرَ. سن. وِچارَ. وِ = گھٽ + چَرَ = هلڻ)، خيال.

ويچارو: (ف. بي چارہ. بي = سواء + چاره = چارو، رستو)، بيواھ، بي گھر، آپالو، غريب.

ويچڻ: (سن. وِڪَرَيَہ)، وڪڻڻ.

وِيچو: (سن. وِچِدَہ. وِ = بالڪل + چِدَ = چِڙڻ)، تفاوت، وڇوٽي، جدائي.

ويچون: (سن. وِچِدَ)، هلاڪت، تڪليف؛ ذرا ذرا.

ويجھڻ: (سن. وَرِڌَ)، وڌڻ.

ويدُ: (سن. ويدَ. وِدَ = ڄاڻڻ)، هندن جا ڌرمي پستڪ. ويد "چار" آهن، پر مکيہ ٽي آهن: ١- رِگويدَ. ٢- سامَ ويدَ. ٣- يجرَ ويدَ. چوٿون تہ چوٿون "اٿرو ويدَ" پوء ملايو ويو آهي. ويدن جو گڏ ڪندڙ "وياس" آهي.

ويدانتَ: (پرا. ويئنتَ. سن. ويدانتَ. ويدَ + آنتَ = پڇاڙي. ويدن جي پڇاڙيء ۾ آيل ذڪر، جنهن کي "اُپنشَدَ" چوندا آهن. هندن جي فيلسوفيء جو

طريقو، جنهن ۾ آتما (روح) ۽ جڳت (دنيا، جهان) جو ذڪر اچي ٿو.

ويدَنَ: (سن. ويدن. وِدْ=ڄاڻڻ)، پيڙا، درد.

ويڌي: (سن. ويد)، هندن جو نڪاح.

ويرُ: (پرا. ويلا. سن. ويلا. ويلْ=وڃڻ)، وقت.

وَيرُ: (سن. وَيرَ)، دشمني.

وِيرُ: (سن. ويلا)، سمنڊ جي لهر، ڇولي.

وِيرُ: (پرا. وِيرَ. سن. وِيرَ. وِيرْ = طاقت ڏيکارڻ)، پهلوان، بلوان.

ويراڳُ: (پرا. وَئراڳَ. سن. وَيراڳ. و = نه + رَنجْ = خوشي ڪرڻ)، دنيا کي ڇڏڻ، عشق، فراق.

ويرمُ: (سن. وِلَنبَ. وِ= گهٽو+لَبِ=ترسڻ)، دير، ڇِرڪ.

ويروتارُ: (سن. ويلا نترِ ويلا=وقت)، هر وقت، هميشه.

ويڙهه: (سن. ويشْتَ)، جهنگ، جهڳٽو.

ويڙهه: (گ. ويڍ. هيم. وَڍِيو. سن. ويشْتَرِ)، منڊيءَ جو قسم، ڇَلي جو هڪ قسم.

ويڙهڻَ: (پرا. ويڍَڻ. سن. ويشْتَنَ)، ورائڻ، ليپٽڻ، گهيرو ڪرڻ، وڪوڙڻ، ڍڪڻ.

ويس: (پرا. ويس. سن. ويش. وِش=ڍڪڻ)، پوشاڪ.

ويساک: (پرا. وئساه. سن. ويشاک. وِ=گهڻو + شاکا= نمونو. سورنهون "نکٽ")، هندن جي سال جو پهريون مهينو.

ويساند: (سن. وِشرانت. وِ=نر+شرانت=ٿڪل)، آرام، ساهي.

ويساه: (سن. وِشواس)، اعتبار. ڏسو "وشواس".

ويڪر: (سن. وِڪرڻ=پکيڙڻ)، سوکڙ.

ويڳاڻو: (ف. بيگانه)، ڌاريو، بي‌پهچ، اپاڻڪو. ڏسو "بيگانو".

ويل: ڏسو "وير".

ويلڻ: (پرا. ويلڻ. سن. ويلن. ويل=اوڏڻ)، ڪاٺ جو ڏستو، جنهن سان چڪري تي، اٽو رکي، مانې ويلجي.

وِيمو: (ف. بيمه. بيم + خوف. سن. وِ = خاص طرف+ ما=ماپڻ)، جوکم، ڪجهه رقم وٺي، سلامتيءَ جو ذمو کڻڻ.

وينتي: (سن. وِنت. وِنمر=جهڪڻ)، عرض.

وينس: (سن. وِش=زهر)، نانگ جو قسم.

وِيَنجهارَ: (سن. وِڌ + ڪارَ)، وينجهر، موتي پرکيندڙ، پارکو، سورنج، سگهڙ. ڏسو "وِنڌڻ".

وِينگس: (سن. وِڌ=وِنڌڻ)، وينجهر، سُگهڙ، سِٺا واري.

وِين: (ڏن. وِين. پرا. وَيَڻ. سن. وَچَن. وَچُ=چوڻ)، سخن، ٻول، مهڻو، طعنو.

وِيهه: (پرا. وِيس. سن. وِلشَت)، اڻويهه ۽ هڪ.

وِيءَ: (سن. وَرِت. وَرُ = ڍڪڻ)، لوڙهو، ميدان، چراگاهه، باغ.

وِيُتپتي: (سن. وِيُتپتِ)، اشتقاق.

# هه

هاِڪ: (ع. حاذِق)، قابل، پارکو.

مدح ۾ محبوب جي، هاڪ حيرانا. (گروهڙي)

هاٿِي: (هند. هٿي. سن. هَستِن. هَسْتَ = سونڊ)، گج، ڏگهيءَ سونڊ وارو جانور.

هاڻِي: (پرا. آڻي. سن. آسِت. آهُ=ٺيو)، هَڏ ڪاٺ، بدن جي ٻيهڪ، آڏاوت.

هاڃو: (سن. هانِ. ها = تياڳڻ، ڇڏڻ)، نقصان، ٽوٽو، ڇيهو.

هار: (سن. هار. هر = وڃڻ)، شڪست.

هارَ: (سن. هارَ. هَرُ = وڃڻ)، ماڻها، ڪنڌي.

هارِي: (سن. هارِت. هَرُ = وڃڻ)، هار کاڌل، لياڪي.

هاڱامو: (ف. هنگامہ)، آواز، فساد، جهيڙو.

هالورو: (سن. جهالا = "رو" پڇاڙي)، جهلڪو، چاڪو، لوڏ.

هامَ: (سن. آم = هائو)، قبوليت، ڏاڙ، پڪ.

هَبَچ: (ف. هوَس)، سڌ، خواهش، لالچ.

هَبَس: (ه. آسَ. سن. آوشر. ع. حَبس)، آبس، هوا جي بند، گهٽ.

هَتيا: (سن. هَتيا. هَن = مارڻ)، هچا، خون، پاپ.

هَٿ: (پرا. هٿو. سن. هست. هَس = کلڻ)، ٻانهن جو اڳيون حصو، جنهن ۾ پنج آڱريون آهن، دست.

هٿيارَ: (گ. هٿيار. ڏن. آٿارو. هير. هٿار. سن. هست + کار)، سلاح، اوزار.

هٿيلي: (ڏن. هٿلئ. پرا. هستلي. سن. هستتل. هست = هٿ + تَل = ترو)، هٿ جي تري، ڪف دست.

هَٽُ: (پرا. هٽ. سن. هٽ. هٽ = چمڪڻ)، دڪان.

هَٽ تڙ: (ھ. هَٽ تال. سن. هَٽ+تَلَڪ = تالو، ڪرف)، دڪانن کي (ڪنهن ڏک يا ٻئي ڪنهن سبب کان) تالو هڻڻ، بازار بند.

هَٽَڻ: (سن. گهٽَڻ)، پرڪڻ، پوئتي ٽرڻ، گهٽ ٿيڻ.

هَٽ: (سن. هَٽ. هَٽ=وڏائي ڪرڻ)، آيمان، تڪبر.

هَڇَڻ: (سن. هَت. هَن=مارڻ)، هڇڻ، ڳهڻ، ڳرڻ، پيڙجڻ.

هَچا: ڏسو "هتيا".

هَچارو: (سن. هَتياڪار. هَتيا = خُون + ڪار = ڪندڙ)، پاپي، خوني.

هَڏ: (سن. هڊ)، هڏو، عزيز، مائٽ.

هِڏڪي: (پرا. هِڪا. سن. هِڪا)، بيماريءَ جو قسم، هچڪي.

هَر: (پرا. هَل. سن. هَل. هَل=ڪاهڻ)، اوزار، جنهن سان زمين کيڙجي.

هَرائي: (سن. لَگهتا)، هلڪائي، گهرگهلائي.

هَرتال: (سن. هَرتال. هَرت=پيلو رنگ. هَر=سون کي وڻڻ)، سنکئي جو قسم.

هِرڏو: (سن. هُرڏيه)، هنيون، دل.

هِرکڻ: (سن. هرشڻ. هرش = خوش ٿيڻ)، موهجڻ، دل سرکڻ.

هِرنو: (سن. هِرڻ؟)، هاٿيءَ جو ٻچو.

ڦرنڊ وڏو آڦر، هرنو هاٿيءَ جو ٻچو.
(عبدالرحمان چانڊيو)

هَرڻ: (پرا. هِرڻ. سن. هرڻ. هر= وٺڻ)، مرگهه، آهر.

هِرڻ: (سن. هرت)، عادت ڪرڻ.

هَريڙ: (سن. هرتڪا)، وڪر جو قسم.

هَستي: (پرا. هَٿ. سن. هَستن)، هاٿي.

هي جا چلي چولَ، تنهن هَستيءَ کي حيران ڪيو. (محمد)

هَسلي: (سن. آنسلي)، ڳلي يا گردن جي هڏي، هس، ڪچيءَ جو ڳهڻو.

هَسڻ: (پرا. هسڻ. سن. هَسن. هس= کلڻ)، کلڻ.

هَسوار: (ف. اسپوار. اسپ= گهوڙو + ”وار“ نسبت جي نشاني)، گهوڙي سوار.

نڌ ٽڪا گهوڙا، غيبا ٿا هسوار. (پهاڪو)

هِڳَ: (سن. هِنگَ)، سرهي وکر جو قسم.

هَلاڪَ: (ع. هَلاڪ)، دِقَ؛ ڪَڪِ، خَفي.

هَلان: (ع. حَملَ)، آمارو، حملو، ڪاهہ.

هَلڪو: (سن. لَگهُڪَ)، گهٽ؛ وزن وارو. ضد ”ڳَرو“.

هِماليہ: (سن. هماليہ. هِمَ=برف + آليہ = جاءِ)، هندستان جي اتر ۾ هڪ وڏو جبل.

هِمام دَستو: (ف. هاوَن = آکري+دَستہ=مهَرو)، آکري مهري جو قسم.

هِمَتَ: (ع. هِمَت)، طاقت، سگهہ.

هَمراهَ: (ف. هَم=ساڳيو + راهہ=رستو)، مددگار، سنگتي.

هَمرچي: (گ. هَمچي)، ناچ جو قسم، جنهن ۾ هَٿَ ڪٽي تاڙي هڻبي آهي.

هَنبارَ: (ف. انبار)، ڍِڳ؛ ڍَن؛ راهَ.

هنجھہ: (پرا. هَنس. سن. هَنس. هَنَ=مارڻ، وڃڻ؛ هَس= کِلڻ)، هَنس پکي، جنهن جي هاڻ جي ڊار مرهيندڙ

آهي. سنڌ ۾ اصل ڪاڏو موتي آهي.

هنجهہ، مور، چشم ته چڪور نيا، ڦاڦا فيل قندز. (محمد)

هَجوَن : (پرا. آشرَ)، ڳوڙها، لڙڪ.

هِنڌو : (ف. هنڌ<س. سِنڌَ)، ڪارو، هندستان جو واسيو.

هِندورو : (پرا. هِندولَ. س. هِندولَ. دُلَ=لڏڻ)، پينگهو، ڏولي.

هِندولَ : (س. اِنڌرَوَڌو)، هنڊوو، مينهن وساوڙو، ڳاڙهو مخملي ڪيڙو.

بيٺس ماد مقابلي، هونئن روءِ هندولَ. (جلال)

هِندولَ : (س. هِندولَ)، هڪ راڳ جو نالو. ڏسو "راڳ".

هَندِي : (هيم. هَنڊا. س. هَنڊِڪا. هَنڊ = ڪٺ ڪرڻ)، ناٿي جي ڇٽي، جنهن جي ڏيکارڻ تي ڏيڻ تي پيسا ملن.

هَندِي : (س. هَندِڪا. هَنَ=مارڻ)، ديگڙي.

هَنسَ : ڏسو "هنجهہ".

هَنسا : (س. هِنسا. هِنسَ=مارڻ)، مارڻ.

هِنگلاجَ : (پرا. هِنگلَ. س. هِنگلَ. هِنگ = سِندَرَ + لا =

وٺڻ)، ديويءَ جو مندر، فقيرن جي زيارت جي
جاءِ، هڪ صوفيانہ منزل.

هِنيون: (پرا. هِئير. سن. هرديہ)، دل، من.

هَڻڻ: (سن. هنن. هن=مارڻ)، مارڻ، ڇُنڻ.

هَوائو: (سن. هوان)، هَل، افواه.

هوتَ: (سن. هِتَ. هِ = وڃڻ، وڃڻ)، پيارو، محبوب.

هور: (ع. هَول)، ڊپ. خوف.

هولي: (سن. هولڪا. هُ = هوم ڪرڻ، ڪائڻ)، هندن
جو هڪ وڏو ڏينهن.

هُونٽ: (ڏن. آٿو. پرا. اوٺ. سن. اوشٺ)، چپ، لب.

هُونڪارَ: (پرا. هُنڪار. سن. هنڪار)، آواز، گرجنا.

هيٺ: (هير. هِٺو. پرا. هيٺ. سن. اڌس)، "مٿي" جو ضد، زير.

هيُج: (سن. هرديہ)، شوق، محبت.

هِيجڙو: (ف. هِيز)، ڪَدڙو.

هِيرَنُ: "هرنہ" جي شاعرانہ نحوي ترڪيب. ڏسو "هرنو".
پَڳ پَدمني پليوري، ٿي هِيرَنَ حال هلي. (ڪنيار)

هيرڻ: (سن. ايرنڊ)، وڏو ٻوٽو يا ننڍو وڻ، جنهن جي ٻج مان تيل نڪرندو آهي.

هيرو: (سن. هير. هر = وڃڻ)، هڪ قيمتي پٿر.

هيڪاند: (سن. ايڪانت)، گڏجڻ، ملاقات.

هيڻو: (پرا. هيڻ. سن. هين. ها = ڇڏڻ)، ڪمزور.

HYDERABAD
***4th July, 1956.***

*Dear Mr Sandelo.*

*Thank you for your letter and 'Tahqiq Lughat Sindhi'*

*A book like yours was badly needed for the student community and they must thank you for Providing them. I must congratulate you on your very good effort. Now there is some thing to go on with. I have no doubt, by the time a Second Edition is demanded, you will have made it still more complete and perfect.*

*With all good wishes and thanks.*

***Yours Sincerely***
*I. I. KAZI.*

# Government College, Hyderabad (W. Pakistan)

**Dr. A. C. S. GILANI,**
*M.A.,Ph.D.,W.P.E.S.(I).,*
**PRINCIPAL.**

March 21st, 1957.

My dear Abdul Karim,

I have gone through the pages of your valuable book entitled TAHQIQ-UL-LUGHAAT, perhaps the only work in SINDHI treating the etymology of the most difficult words, hitherto left unfathomed. Believe me, you deserve my most sincere congratulations on your wonderful feat in producing such a scholarly book, which will go a long way in the better understanding of the language of the soil. You have further made easy the work of a lexicographer of the language and the students of the SINDHI LANGUAGE and LITERATURE.

In my honest opinion, you deserve the thanks of all the Sindhi knowing people upon whom you have conferred a boon by bringing out such an elegantly got-up volume, which, to say the least, will help in diffusion of knowledge and disemination of learning in this part of the Province.

I admire your spirit of application, assiduity, industriousness and the fund of energy, to say nothing of your erudition which you have displayed so splendidly in your book.

The book should find its place in the libraries of all the Universities, Colleges and Schools of the Country. It should be recommended as a PRIZE BOOK.

With deep personal regards,

*Yours sincerely,*
A. C. S. Gilani
**(Dr. A.C.S. GILANI)**
*Principal,*
GOVT. COLLEGE HYDERABAD.

*Professor,*
Abdul Karim sandeelo,
M. A.,
GOVT. COLLEGE, LARKANA.

شمس العلماء
الدڪتور عمر بن محمد داؤد پوٽه
SHAMSUL-ULAMA
**Dr. UM. DAUDPOTA**
M.A. (BOM.) PH. D. (CANTAB).

286, GARDEN EAST,
KARACHI 3.
3-11-55

عزيزي و مڪرمي عبدالڪريم سنديلو حفظه الله تعاليٰ

السلام عليڪم و رحمة الله و برڪاته - غرض ته، عين انهيءَ ڏينهن جڏهن مان ڪتب فروش ڏي لکڻ وارو هوس، اوهان صاحبن جو مرتب ڪيل ڪتاب ”تحقيق لغات سنڌي“ ٽپال جي رستي مليو. اوهان تمام گهڻي ڪاوش ڪئي آهي، تنهن لاءِ اوهان ڪيرون لهڻيون. ڪيترائي لفظ اهڙا آهن، جن جو ڏاتو هڪ سنسڪرت جو سطحي ڄاڻندڙ لغتن رستي ڄاڻي سگهي ٿو، مگر ڪيترائي لفظ آهن، جي مسلماني سنڌيءَ ۾ مروج ناهن، انهن جو ايراد اجايو هو. بهرحال اوهان جيڪا محنت ڪئي آهي، سا انصاف جوڳي آهي، ۽ خصوصاً هيڙي ڏڪر جي سمي ۾ هن قسم جو ڪتاب ڇپائڻ، جنهنجا پڙهندڙ ٿورا هجن، ڪمال همت آهي. رب تعاليٰ شال اوهان کي سنڌي ادب جي خدمت جي توفيق عطا فرمائي.

اوهان جي ”ديهاتي شاعر“ جي ظهور لاءِ منتظر آهيان. اميد ته اوهين هرطرح خوش و خورم هوندا.

والسلام

اوهانجي عطيي جو شڪرمند
دعاگو
”ع“

هالا

۱۸-۱۱-۵۵ع

محترمي السلام عليڪم

اوهانجي تصنيف "تحقيق لغات سنڌي" زير مطالع آهي، رايو بعد ۾ موڪليندس، پر ايترو ضرور چوندس ته اوهان سنڌي زبان کي سونو نڪ وڌو آهي. هن قسم جي لغت جي سخت ضرورت هئي. اوهان جيڪا محنت ڪئي آهي، سا بيشڪ قابل تعريف آهي.

والسلام م - م - ز - طالب المولي

۲۹-۱۱-۵۵ع

برادرم مڪرم - السلام عليڪم

لغت ڪيترن ڏينهن کان پهتل هئي، ليڪن بروقت جواب موڪلي ڪونه سگهيس، جنهن لاءِ معافي طلب آهيان.

لغت کي تمام چڱيءَ طرح ڏٺم. جهڙي پڙهڻ تي، اهڙئي ڏٺم. محنت ۽ تحقيق قابل قدر ۽ داد جي مستحق آهي.

سنڌي لفظن جي خزاني کي کولي رکي ڇڏيو اٿو. الله پاڪ اوهان کي جزاءِ خير ڏئي ۽ قوم کي توفيق بخشي، جو اوهان جي پرخلوص محنت جو قدر ڪري.

والسلام نياز مند

حسام الدين شاه

MEMBER OF PARLIAMENT
(RAJYA SABHA)
*Ex-Governor of Assam*

Observatory Cottege,
Rashtrapati Niwas
SIMLA 13-6-1960. 11 p.m.

*My dear Mr. Abdul Karim*

This letter may seem to come to you from a stranger but being myself a farer on the same way which you have been treading -the study of the Sindhi Language - I feel no barrier in writing to you. I have just finished dipping in to your great work تحقيق لغات سنڌي for about two hours Please accept my heartiest congratulations on the splendid service you have rendered to the cause of the Sindhi language. What an amount of patience, deep research cautious judgement, and hard work lies behind this Sindhi Etymology which, I have no doubt, through its later and fuller editions, which hold the field for several decades. All scholars and writers of Sindhi and serious students of the language whether in Pakistan or India will greatly value your **Lughat** for years to come.

Having heard of your book, I tried to secure a copy and received it only this evening. I intend to go through it with greater care than has been possible at this first glance through its pages I have no doubt that I will gain a great deal from its study.

You have mentioned that your book "سنڌ جو سينگار" is in the press. It must have come out by now I am endeavouring to secure a copy of it here. I have no doubt, judging by the magnificent effort you have so successfully put forth in the present cause, that your second book must be a classic in its field.

Once again my congratulations and the best of wishes for the fine work you are doing and the great service you are rendering both to "Mother Sindhi" and the cause of Linguistics in general.

With best regards.

*Yours Sincerly,*
Jairamdas Doulatram

# اخبار

## هندستان ٢٧-١٢-١٩٥٥ع

"تحقيق لغات سنڌي" جو هڪ دل ڇڪيندڙ ڪوشش پاڪستان ۾ ڇپيل، اسان وٽ سمالوچنا لاءِ آيل آهي، جنهن ۾ سنڌي لفظن جا "ڌاتو" يا "بنياد" ڏنل آهن.

ظاهر آهي ته اهڙن لفظن جي "جڙ يا پاڙ" هٿ ڪرڻ ۾ ڪافي محنت ڪئي، ۽ رياضي ۽ غير تعصبي درشٽي گهرجي. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته اهي گڻ مسٽر سنڌيلو ۾ ڪافي انداز ۾ آهن. هن چڱوئي پورهيو ڪري، گهڻي سوچ ۽ کوج بعد مٿيون ڪتاب تيار ڪيو آهي.

"سنڌي لغت" ته هن جو ڪم جڏهن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي سپرد ڪيو ويو، تڏهن مسٽر سنڌيلو کي به ان لاءِ هڪ ريسرچ اسسٽنٽ مقرر ڪيو ويو ۽ انهيءَ ڪري، انهيءَ ڪيتر ۾ هن کي چڱي اڀياس ڪرڻ جو موقعو مليو. پر انهيءَ هوندي به هڙي "ڪٺن ۽ نازڪ" ڪم کي پورو ڪرڻ اهڙو آسان ڪارج نه هو، پر مسٽر سنڌيلو کي "سنڌي لغت" مرتب ڪرڻ جي ڪيتري عرصي کان ايڏي ته آرزو هئي، جو هن ڏينهن رات جاڳي، اهو ڪتاب تيار ڪيو آهي، جو سنڌي ساهت کي چڱي هٿي ڏيندو.

ڪتاب تي جيڪا کوج ۽ محنت ڪيل آهي، تنهن لاءِ ساهت جا پريمي مسٽر سنڌيلو جا هميشه ٿورائتا رهندا.

## نواء سنڌ ١-١-١٩٥٦ع

سنڌي ادب ۾ هي ڀورين قسم جي لغت آهي، جنهن ۾ هر هڪ لفظ جو ڌاتو يا بنياد ڏنو ويو آهي. ازانسواءِ ٻيون ڪيتريون ئي اهڙيون ڳالهيون ڏنيون ويون آهن، جيڪي هن کان اڳ سنڌي زبان جي لغتن ۾ گهٽ آيل آهن.

هن لغت ۾ جيڪي نيون ڳالهيون نظر اينديون، سي اهي آهن ته: "نولکو"، يا "چندن هار" تي اهو نالو ڪيئن پيو. اڪبر بادشاهه "نورتن" ڪهڙي خيال کان اختيار ڪيا. "پنيه" يا "چنيه، لچڻ" ڪهڙا آهن. "چوڏهن طبق" ڇا کي ٿو چئجي. عورتن جا "سورهن سينگار" ۽ "ٻارهن ڳهڻا" ڪهڙا آهن ۽ ٻيون ڪيتريون اهڙي قسم جون ڳالهيون واضح ڪيون ويون آهن، جن جي تمام ٿورن اديبن کي خبر آهي.

لغت ۾ پنج هزار کن لفظ شامل ڪيا ويا آهن، جيڪي "الف-ب" جي ترتيب مطابق بابن ۾ ورهايل آهن.

"تحقيق لغات سنڌي" جو اونهو مطالع ڪبو ته ڏسبو ته محنتي مصنف هن ڪتاب ۾ جيڪي لفظ شامل ڪيا آهن، تن جي اڪثريت سنسڪرت لفظن جي آهي، جن مان ڪيترا ته موجوده وقت جي رائج زبان ۾ موجود ڪين آهن، پر ايترو ضرور آهي ته مسٽر سنديلي لفظن جي ڇنڊ ڇاڻ ۽ تحقيق تي جيڪو مغز کپايو آهي ۽ جا محنت ڪئي آهي، سا واقعي قابل تحسين آهي.

بقول مصنف اها هڪ حقيقت آهي ته فلسفةاللسان جو بحر بيڪران آهي، جنهن جو انت لهڻ آسان نه آهي، پر تنهن هوندي

۾ قابل مصنف هن بحر بيڪران ۾ هٿين خالي گهڙي، تڙڪي تڙڪي ۽ ٽٻيون هڻي، جيڪي موتي ڪڍيا آهن، تن جو قدر نہ ڪرڻ حد درجي جي زيادتي ٿيندي.

اها ہ حقيقت آهي تہ لغت جو ڪم نهايت نازڪ ۽ ڪٺن آهي ۽ جن هن راه ۾ قدم رکيو هوندو تن کي سوين مشڪلاتن ۽ هزارين ڏکن ۽ ڏاکڙن جو مقابلو ڪرڻو پيو هوندو. ڪيترا تہ بيزار ٿي، پڇي، ميدان ڪري ويا هوندا ۽ جن راه اڪاري هوندي، تن جو سارو بدن سيلهن ساڙو ڪري ڇڏيو هوندو. پوءِ اهڙن اڻ ٿڪ انسانن جي محنت جو قدر نہ ڪرڻ انتهائي بي حسي ٿيندي ۽ جنهن جو لازمي نتيجو اهو نڪرندو، جو ادب ۽ ثقافت جي ميدان ۾ اهڙي بي حس قوم دنيا جي مردار قومن ۾ ليکي ويندي.

”تحقيق لغات سنڌي“ يقيناً سنڌي ادب ۽ سنڌي ٻولي جي هڪ بي بها خدمت آهي ۽ اهڙي خادم جو قدر ڪرڻ اسان سڀني جو فرض آهي.

اسان هن رائي جا آهيون تہ هي ڪتاب سنڌي ادب ۾ هڪ شاندار باب جو اضافو آهي ۽ سنڌي زبان جي هر هڪ گهڻگهري کي هڪ ڪتاب خريد ڪرڻ گهرجي.

**نئين سنڌ ٨-١-١٩٥٦ع**

هن ڪتاب جي اهميت جو اندازو، سندس ناليِ مان ئي لڳائي سگهجي ٿو. هن دور ۾ جڏهن تہ سنڌي زبان ڪن

سهڻ سند ۾ نمائشي اديبن جو رانديڪو بڻجي چڪي آهي،
سنديلي صاحب جي اها جانفشاني ۽ سخت ڪوشش واقعي قابل
داد آهي، جنهن جو ثبوت تحقيق لغات سنڌي جي شڪل ۾
مليو.

هيءَ لغت پنهنجي نوعيت ۾ تنها ۽ بينظير آهي، ڇاڪاڻ ته
هن ۾ مصنف لفظن جي سنئين سنڌي معنيٰ نقل ڪري ڇڏڻ
بدران، لفظن جي اصلي ماده ۽ بنياد کوٽي ظاهر ڪيو آهي.
يقيناً سنڌي زبان جي تاريخ ۾ اها پهرين ڪوشش آهي، جا
اميد ته رائگان نه ويندي. هن کان اڳ ڪنهن به لغت نويس
اهڙي دردسري نه ڪئي آهي. هر سنڌي کي سنديلي صاحب
جي هن پيشڪش کان مستفيض ٿيڻ گهرجي.

# رسالہ

## سماهي مهراڻ اونهارو ۳-

ڪتاب تي، مصنف، جا محنت ڪئي آهي، سا قابل
صد تحسين آهي. ڪتاب ۾ آيل سنڌي لفظن مان هرهڪ لفظ جو
ذاتو يا بنياد ڏنئي، معنيٰ کي واضح ڪيو ويو آهي. جيڪڏهن
ڪو متروڪ يا انوکو لفظ آهي ته بنياد سان گڏوگڏ مشهور
شاعرن، جهڙوڪ: شاه ڪريم، شاه ڀٽائي، جلال، سچل، سامي
وغيره جي ڪلام مان سند طور مثال ڏنا ويا آهن، تا ته لفظ
جي معنيٰ صحيح طور روشن ٿئي. ڪتاب ۾ اٽڪل پنج هزار

لفظ آندا ويا آهن. هونءَ تہ سنڌي ٻولي وسيع آهي، جنهن ۾ اڪيچار لفظ آهن، ليڪن فاضل مصنف فقط انهن خالص سنڌي لفظن کي پنهنجي لغت ۾ جاءِ ڏني آهي، جن جي ذاتوءَ يا ٻاڙ کي هو خاطريءَ سان ٻولي سکهيو آهي.

تنهن کان سواءِ ڪيتريون ڳالهيون، جي هن کان اڳ ڪنهن بہ سنڌي لغت ۾ نہ آيون آهن، تن جي اهڃار لغوي خيال کان ڪئي ويئي آهي. مثلاً: "نولکو هار" تي نالو ڪيئن پيو، انسان جا "ٻٽيهہ" يا "ڇٽيهہ" لڇڻ ڪهڙا آهن؛ عورت جا "سورنهن سينگار" ۽ "ٻارنهن ڳهڻا يا زيور" ڪهڙا آهن؛ "چوڏهن طبق" ڪهڙا آهن؛ وغيره. سچ پچ، اڄڪلهہ جي علمي ماحول ۾ هي ڪتاب منفرد جاءِ والاري ٿو.

ڪتاب جو ديباچو ١٧ صفحن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ قابل مصنف سنڌي لفظن جي نحوي بناوت جي ڀيٽ پراڪرت ۽ سنسڪرت لفظن جي نحوي بناوت سان ڪئي آهي. هن کان اڳ جيڪي سنڌي ڪتاب ۽ اشتقاقي ڪتاب شايع ٿيل آهن، انهن تي پڻ عالمانہ تبصرو ڪيل آهي. مطلب تہ ڪتاب ڪافي محنت بعد تيار ڪيل آهي. سنڌي ٻولي جي شائقين لاءِ هي ڪتاب هڪ تحفو آهي، جو کين پنهنجي لاڪيٽي ٻوليءَ جي عظمت، بلند مرتبي ۽ قديم شاهاڻي نسل سان روشناس ڪرائيندو. اسين چاهيون ٿا تہ هر تعليم يافتہ سنڌيءَ جي هٿ ۾ هي ڪتاب هجي، تہ تہ ٻوليءَ جي معمولي کان معمولي لفظن جي تہ ۾ جيڪي تاريخي راز لڪا پيا آهن، سي مٿن روشن ٿين.

## نئين زندگي ماھ فيبروري ١٩٥٦ع

هن ڪتاب جي پڙهڻ سان اسين معلوم ٿئي ٿو تہ مصنف لغت جو گهوڙهي نظر سان اڀياس ڪيو آهي، جنهنڪري سندس ڪتاب بہ لغت جي موضوع ۾ بلند جاءِ والاري ٿو. هن قيمتي ڪتاب جي قابل مصنف، سنڌي ادب جي همدردن، کهٽکهرن ۽ سچڻن کان ڪيرون لهڻيون، جنهن وڏي جاکوڙ ۽ جستجو ڪري، سنڌي ادب ۾ هڪ عمدي لغت سان اضافو ڪيو آهي، جنهن ۾ هر هڪ لفظ جو بنياد يا ذاتو ڇاڻايل آهي. هن مفيد ڪتاب ۾ جيترٽيڪ اٽڪل پنج هزار لفظ آندل آهن، ۽ تنهن هوندي بہ اسين چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو تہ اهي لفظ سڄي لغت جو مغز ۽ مفهوم آهن. هھڙي بيش بها تحفي جو "نئين زندگي" جي پڙهندڙن سان خاص طرح سان ۽ سنڌي ساهتيہ جي سڄڻن سان عام طرح سان تعارف ڪرائيندي، خوشي ٿئي ٿي.



# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۾ هِڪَ ننڍي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوءِ چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)